# Rise of Indus Civilization

Author: Ruk Sindhi



ڪتاب جو نالو: سنڌو سڀيتا جي اوسر
ليکڪ: رک سنڌي
ڇپائيندڙ:
ڇپيندڙ:
ايڊيشن: پهريون، مارچ 2016ع
قيمت:

Title: Sindhu Sabhita je Owsar (Rise of Indus Civilization)
Author: Ruk Sindhi
Published by:
Printed by:
Edition: First, March 2016
Price:

# ترتيب

# مهاڳ

سنڌ جي تاريخ تي سنڌي ٻوليءِ ۾ اجان سوڌو سائنسي بنيادن تي ڪوبه ڪم نه ٿيو آهي. تاريخ جي جديد نقطي نظر موجب جنهن نموني سنڌ جي تاريخ لکڻ گهرجي، ان سلسلي ۾ ڪابه اڳڀرائي نه ٿي سگهي آهي. خاص ڪري دنيا اندر سنڌو ماٿري جي تهذيب تي جيڪا جديد تحقيق ٿي رهي آهي. ان کان هتان جي ماڻهن کي اڻ ڄاڻ رکيو ويو آهي. اڄ به ڪين سنڌو سڀيتا بابت برصغير تي برطانوي بيٺڪيت واري

دور يعني 80 کان 90 سال اڳ جوڙيل يا طئه ڪيل ٿيوريون پڙهايون وڃن ٿيون. اڄ به اهو پڙهايو ٿو وڃي ته سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي وارث دراوڙ نسل جا ماڻهو هئا. اڄ به اهو چيو پيو وڃي ته سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي زوال جا ڪارڻ سنڌ تي يورپ کان سينٽرل ايشيا رستي ڪهي آيل آرين جو حملو هو. جن يورپي نسل جي آرين سنڌ جي هن پرئي پاڳئي پرڳٽي جي شهري تهذيب کي رات وچ ۾ ناس ڪري ڇڏيو. سنڌن شهر اجاڙي ڇڏيا، ڪين سنڌو ماٿري مان نيڪالي ڏئي، ان جا والي وارث پاڻ ٿي ويٺا. آرين جي حملي سبب سنڌو ماٿر جهڙي ترقي يافته تهذيب جا وارث، جن کي ماهر هن کان اڳ دراوڙ قرار ڏين پيا، سي هتان ڀڄي وڃي، هندستان جي ڏاکڻين رياستن تامل نادو، ڪرناٽڪا ۽ تيلگو نڪتا. جڏهن ته هاڻي ان دعوى کي نئين تحقيق بعد ماهرن رد ڪري ڇڏيو آهي. يورپي آرين جو تصور پهريون ڀيرو فرانسيسي ماهر جوزف آرٿر (Joseph Arthur, Comte de Gobineau) پيش ڪيو. هن 1855ع ڌاري پنهنجي ڪتاب (An Essay on the Inequality of the Human Races) ۾ آريا نسل جي برتري جو تصور پيش ڪيو. سندس ان تصور کي 19 صدي جي وچ ڌاري برطانوي جرمن نسل جي هڪ ٻولي ماهر ۽ آرڪيالاجسٽ ميڪس مولر (Max Muller) هٿي ڏني. ميڪس مولر آريا نسل کي دنيا جو اعلى نسل قرار ڏيندي، ان نسل ۽ سندس ٻولي کي باقي دنيا ۽ خاص ڪري ڏکڻ ايشيا جي ٻولين جو بنياد قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انڊو آرين ٻولين جو بي بنياد مفروضو ۽ فارمولو قائم ڪيو. جنهن کي اڳتي هلي برطانوي محققن بنياد بنائي سنڌو ماٿري تي يورپي آرين جي حملي جي بي بنياد ٿيوري کي اڳتي وڌايو. جنهن جو حقيقتن سان ڪوبه واسطو نه هو. اصل ۾ ان ٿيوري جو بنياد جرمن نسل پرستي ۽ برطانوي ٻيٺڪيت سوچ تي ٻڌل هو، ڇاڪاڻ ته جنهن وقت موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي قديم آثارن جي کوٽائي يورپي آرڪيالاجسٽن ڪئي ته هنن لاءِ اها حقيقت تسليم ڪرڻ انتهائي ڏکئي هئي ته جنهن ديس تي هو قابض آهن، ان جي ماضي ڪا ايتري شاندار ٿي سگهي ٿو. ان ڪري تعصب جي بنياد تي يورپي ماهرن هتان جي اصلوڪن رهاڪن کي نفسياتي طور غلام رکڻ ۽ پنهنجي برتري ۽ ٻيٺڪيت جو جواز پيدا ڪرڻ لاءِ سنڌو ماٿري تي يورپي نسل جي آرين جي حملي جو مفروضو گهڙيو. جنهن کي اڳتي هلي ماهرن سائنسي ثبوتن سان رد ڪري ڇڏيو. تازو سينٽر آف سيليولر اينڊ موليڪيولر بائيولاجي جي سائنسدانن (Scientists from the Centre for Cellular and Molecular Biology) گائنشوار چوبي ۽ ڊاڪٽر ڪماراسامي ٿنگاراج آمريڪا جي هڪ تحقيقي جنرل (American Journal of Human Genetics) ۾ آرين جي مفروضي کي مڪمل طرح رد ڪيو آهي. سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ انهن سائنسدانن جو تعلق اسٽونيا، ڀارت ۽ ٻين ملڪن سان آهن. جن ٽارٽو يونيورسٽي اسٽونيا جي تعاون سان سنڌو ماٿري جي قديم آثارن تي جينيٽڪ (Genetics) بنيادن تي تحقيق ڪئي آهي.

خود سنڌو سڀيتا جي وارثن کي دراوڙ نسل جا قرار ڏيڻ به آرين جي حملي بابت جوڙيل ان مفروضي کي جواز بخشڻ هيو. جنهن موجب آرين جي حملي وقت جيڪي ديس ڌڻي هتان لڏي وڃي ڏکڻ هندستان ۾ آباد ٿيا، اهي موجوده دراوڙ نسل سان واسطو رکن ٿا. هتي سوال پيدا ٿئي ٿو ته جن ماڻهن موهن جي دڙي جهڙي شاندار شهري تهذيب کي جنم ڏنو، سي آخرڪار ان ساڳي تهذيب جو ڦهلاءُ ڏکڻ هندستان ۾

چو نه ڪري سگهيا؟ هنن تامل نادو، تيلگو، ڪرناٽڪا ۾ هڙاپا، موهن جي دڙي ۽ چانهون جي دڙي جهڙا سڌريل شهر چو نه اڏيا؟ هن وقت تائين قديم آثارن جي ماهرن کي ڏکڻ هندستان مان اهڙي ڪنهن به سڌريل تهذيب جا آثار نه مليا آهن، جن جو سنڌو سڀيتا جي تهذيب سان ڪو لاڳاپو ظاهر ٿي سگهي. ان ڪري يورپي ۽ خاص ڪري جرمن آرڪيالاجسٽن طرفان سنڌو سڀيتا جي وارثن کي درواڙ قرار ڏيڻ پويان پڻ آرين جي حملي واري مفروضي کي سچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش هئي. جنهن کي اڄتي هلي انساني علم ۽ قديم آثارن جي ماهرن ثبوتن سان رد ڪري ڇڏيو آهي. هن ڪتاب ۾ اها ڳالهه جديد ۽ تازي ٿيل تحقيق جي بنياد تي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته سنڌو سڀيتا جا وارث دراوڙي نسل جا نه هئا، پر هو هن ئي ڌرتي جا آڳاٽي سنڌي نسل جا ماڻهو هئا. سنڌو سڀيتا دراوڙي تهذيب نه پر اصل سنڌو ماٿري جي تهذيب آهي، جنهن هن ئي ماٿري ۾ پنهنجي ارتقا جا ڏاڪا طئه ڪيا.

سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي آرين جو حملي وارو تصور بي بنياد ۽ مفروضي تي ٻڌل آهي. هن ڪتاب ۾ ان مفروضي کي رد ڪيو ويو آهي ته سنڌو سڀيتا جي زوال جو سبب سنڌ تي آرين جو حملو هو. مختلف ماهرن طرفان آرين جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ هتان جي اصلي باشندن کي غلام بڻائي انهن جو قتل عام ڪرڻ يا مڙني ماڻهن کي سنڌ مان نيڪالي ڏئي ڇڏڻ يا سندن سموري تهذيب ۽ ان جي شهرن ۽ وسندين کي مڪمل طور فنا ڪري ڇڏڻ وارو تصور هڪ مفروضو پيو لڳي. آريا نه ڪا قوم، نه وري قبيلو يا ماڻهن جو ڪو گروهه هيو. ان ڪري اهو تصور ڪرڻ ته سنڌو سڀيتا جو خاتمو نام نهاد آريا قبيلن آندو، عقلي ۽ سائنسي بنيادن تي بيٺل نه آهي.

آريا اصل ۾ ڪا قوم، قبيلو يا نسل نه هو، پر سنڌو ماٿر ۾ رهندڙ ماڻهن جو هڪ طبقو هو. آريا اهي ماڻهو سڏبا هئا، جيڪي هارپو ڪندا هئا. هارين کي موهن جي دڙي جي دور کان وٺي هندو ڌرم جي عروج واري دور ۽ ان کان پوءِ به آريا چيو ويندو هو. جڏهن ته هارپو نه ڪندڙن کي اڻ سڌريل يعني اڻ آريا چيو ويندو هو. هندن جو ديوتا ’هري‘ اصل ۾ ’هر‘ مان نڪتل آهي ۽ آباديءَ جو ديوتا تصور ڪيو ويندو آهي. ان ڪري سنڌو ماٿر ۾ آباديءَ ۽ خوشحالي جي علامت طور هارين کي آريا ڪوٺيو ويندو هو. سنسڪرت زبان ۾ به آرين جي معنى اوچي ذات، شريف ۽ آزاد آهي. سنسڪرت زبان ۾ آريا لفظ ڪنهن نسل، قبيلي يا قوم جي نالي طور ڪتب نه آيو آهي. جيئن يورپي محققن هڪ مفروضو قائم ڪري تاريخ ۾ آرين جو افسانو گهڙي شامل ڪيو.

مان پنهنجي هن ڪتاب ” سنڌو ماٿر جي سڀيتا“ ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي پيدائش کان وٺي موهن جي دڙي جي تهذيب يعني سنڌو سڀيتا جي زوال بابت جوڙيل مفروضي تائين واري دور جو احاطو ڪيو آهي. جيالاجي ماهرن موجب سنڌ ڌرتي جو وجود اڄ کان اٽڪل 100 ڪروڙ سال اڳ ٽيٿس سمنڊ جي اندران ميداني علائقي ۽ پهاڙي سلسلي ابرڻ جي ڪري ٿيو. هن ڪتاب ۾ سنڌ ڌرتي جي وجود بابت تفصيل سان لکيو ويو آهي. جيئن پڙهندڙ جي ذهن ۾ هن ڌرتي جي پئدائش، هتي انساني ارتقا ۽ تهذيبي ارتقا بابت هڪ خاڪو جڙي سگهي. ارضياتي ماهرن طرفان ٿيل تحقيق موجب سنڌ ۾ 6 ڪروڙ ورهيه اڳ زندگي جي شروعات ٿي. اڄ کان 6 ڪروڙ ورهيه اڳ هتي ڪيترائي جيتن جا قسم، ڪرنگهي دار مڇيون،

پکين جا مختلف قسم پيدا ٿي چڪا هئا، جڏهن ته ڪير پيارينڊڙ جانورن جو وجود هتي اڄ کان ساڍا چار ڪروڙ ورهيه اڳ ثابت ٿئي ملي ٿو.

علم انسانيات جا ماهر (Anthropologists) ان راءِ جا آهن ته انسان جا پراڻي ۾ پراڻا آثار يعني دنيا ۾ سندس هئڻ جي وڏ کان وڏ اڳوٽي ثابتي سنڌو ماٿر ۾ ملي آهي. انساني ارتقا جو عمل باقي دنيا جي پيٽ ۾ سڀ کان پهريان هند سنڌ (ڏکڻ ايشيا) ۾ ٿيو. سنڌو ماٿر ۾ انسان 2 ڪروڙ سال اڳ ڌرتي جي ٽئين زماني (Tertiary) ۾ حيواني نسل کان عليحده ٿيو. هندستان جي سيوالڪ (Siwalik Hills) جبلن ۾ کوٽائي ڪندي هڪ انسان جو به ڄاڙيون هيٺيون ۽ مٿيون ڳولهي لڌيون آهن، جيڪي پٿرائجي چڪيون آهن. جن کي ماهرن راماپٿيڪس (Ramapithecus) يعني "ماڻهو جهڙو پوتر" جو نالو ڏنو آهي. راما پٿيڪس انسان اڄ کان هڪ ڪروڙ 50 لک سال اڳ جي زماني جو انسان آهي. هن انسان جي لڌل پٿرايل بوٽي جو وري 1961ع ۾ ٻيهر اڀياس ڪيو ويو ۽ ماهرن هن پٿرايل بوٽي کي دنيا جو سڀ کان وڏيڪ قديم انسان قرار ڏنو. ان بعد وري پاڪستان جي پوٺار جي علائقي مان پڻ پٿرايل انسان جو ڍانچو مليو، جيڪو 70 لک سال پراڻو آهي. جنهن کي ماهرن سواپٿيڪس (Sawapithecus) يعني "هر دم زندهه" جو نالو ڏنو آهي. اڳاڻي سنڌو ماٿر ۾ هن قسم جي ماڻهو ملڻ کانپوءِ ماهرن کي پنهنجا رايا بدلائڻا پيا ۽ هنن ان ڳالهه کي تسليم ڪيو ته دنيا ۾ سڀ کان اول آدم جي پئدائش سنڌو ماٿر ۾ ٿي ۽ سنڌو ماٿر ئي انساني ارتقا جو پهريون مسڪن بڻي. هن کان اڳ دنيا ۾ جيڪي بين هنڌن تي قديم انسان جا آثار مليا آهن، سي سڀ سنڌو ماٿر ۾ مليل انسان کان پوءِ جا آهن. جنهن ڪري اسان هاڻ سائنسي تحقيقاتي بنيادن تي اها ڳالهه چئي سگهون ٿا ته سنڌو ماٿر اوائلي انساني ارتقا جو بنياد هئي ۽ شروع ۾ هتان ئي انسان پنهنجو پهريون سفر شروع ڪيو. ٿي سگهي ٿو ته اڳتي هلي دنيا اندر وڏيڪ تحقيق ۽ کوجنا دوران اهڙا ڪي ثبوت ملن، جن سان موجوده راءِ ۽ نتيجا تبديل ٿي وڃن.

هن ڪتاب ۾ تحقيق ذريعي اها ڳالهه ثابت ڪئي وئي آهي ته پراڻي (پروٽو) سنڌي ٻولي ئي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي ٻولي هئي. سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون موهن جي دڙي واري سڀيتا ۾ کتل آهن. پروٽو سنڌي ٻوليءَ جون خاصيتون هندستان جي ٻين ٻولين ۾ هجڻ ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته انهن ٻولين جو اصل بڻ بنياد پروٽو سنڌي هئي. بابل ۽ ميسوپوٽيميا ۾ سنڌي ٻوليءَ جون نشانيون ملڻ مان اها ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته سنڌو ماٿر جي ترقي يافته تهذيب جي وارثن واپار سانگي اتي پهچڻ بعد پنهنجي ٻوليءَ جو انهن ديسن ۾ ڦهلاءُ ڪيو. جنهن ڪري بابل ۽ ميسوپوٽيميا جي قديم آثارن مان ٻولي بابت مليل باقيات جو موهن جي دڙي جي ٻولي سان هڪجهڙائي ان جو ثبوت آهي. ماهرن اهو ثابت ڪيو آهي ته مکيه دراوڙي ٻوليون تامل، تيلگو ۽ ڪناڙي اصل پروٽو سنڌي ٻوليءَ مان ڦٽي نڪتيون آهن. جڏهن ته سنسڪرت جي پيٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ گهڻي پراڻي آهي.

دراوڙي ٻولين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ ملڻ ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته هنن هڪ سڌريل تهذيب "سنڌي ٻوليءَ" جو اثر قبول ڪيو. جيڪڏهن ڪو ائين سمجهي ٿو ته سنڌي تهذيب دراوڙ نسل جي ماڻهن جي تخليق آهي ته اهو گاڏيءَ کي گهوڙي جي اڳيان جوٽڻ ٿيندو. ڇاڪاڻ ته دراوڙن جي اصل ديسن ۾

ڪنهن به اهڙي شاندار تهذيب جا ثبوت نه مليا آهن، جهڙيون شاهديون سنڌو ماٿر ۾ مليون آهن. ماهرن ثابت ڪيو آهي ته موهن جي دڙي جا ماڻهو دراوڙ نسل جا نه پر آڳاٽا سنڌي هئا.

هن ڪتاب ۾ جن موضوعن کي بحث هيٺ آندو ويو آهي. انهن ۾ سنڌو ماٿر جي ارضياتي جاگرافي، تهذيبي ۽ سياسي جاگرافي، سنڌو ماٿر ۾ اوائلي انساني آباديون، سنڌو ماٿر ۾ ڳوٺاڻيون زرعي ثقافتون، سنڌو ماٿر ۾ شهري رياست جو بنياد شامل آهن. سنڌو ماٿر ۾ شهري رياست جي معاشرتي حالت، ان دور جو معاشي تجزيو، ان دور جي ٻولي ۽ لپي بابت هيل تائين ٿيل تحقيق کي بنياد بنايو ويو آهي. اڄ کان هزارين سال اڳ سنڌو سڀيتا جي وارثن جي مذهب ۽ نظرين کي به بحث جو موضوع بڻايو ويو آهي. سنڌو سڀيتا جي ماڻهن جا ان دور ۾ باقي دنيا سان ڪهڙا رابطا ۽ لاڳاپا هيا، انهن تي به تفيصلي بحث ڪيو ويو آهي. سنڌو ماٿر جي عوام جو نسلي جائزو پيش ڪيو ويو آهي ۽ آخر ۾ سنڌو سڀيتا جي تباهيءَ بابت قائم ڪيل مفروضي کي دليلن سان رد ڪيو ويو آهي. هن سچي تحقيق دوران مذهبي، نسلي ۽ قومي تعصب کان هٽي ڪري آرڪيالاجي، جيالاجي، اينٿراپلاجي ۽ جينيٽڪ سائنس جي ماهرن طرفان سائنسي بنيادن تي اخذ ڪيل نتيجن کي بنياد بنايو ويو آهي. حقيقتن کي ڪنهن به وڌاءَ کان سواءَ جيئن جو تيئن پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ماضيءَ جي خيالي ۽ فرضي تصورن کي فقط نئي فقط جديد کوجنا جي بنياد تي رد ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

رڪ سنڌي

حيدرآباد سنڌ

4 مارچ 2016ع

# سنڌو ماٿر جي ارضياتي جاگرافي

اڄ کان ڪئين اربين سال اڳ هن خلا ۾ رڳو ٻرندڙ گئس موجود هئي. ان وقت ڪائنات ۾ ڪنهن به شيءَ جو وجود ڪو نه ٿيو هو. نه سج هيو، نه چنڊ هيو، نه ڌرتي ۽ ٻيا سيارا. صرف ٻرندڙ گئس هئي، جنهن کي سائنسدان "نيبولا گئس" (Nebula Gas) چون ٿا. ان ٻرندڙ گئس آهستي آهستي ٽڌي ٿيڻ ڪري ٽڪرن جي صورت اختيار ڪئي. اهي ٽڪرا ڪيترن جڳن تائين ڪشش ثقل جي اصول تحت هڪ ٻئي جي چوگرد ڦرڻ لڳا ۽ گول تارن جي صورت اختيار ڪيائون. سج به انهن ئي تارن جي گروهه مان هڪ تارو آهي. جنهن مان وري ڪيترائي ٽڪرا ڌارٿي ننڍا ٿي پيا ۽ سج جي چوڌاري مقرر مدار ۾ ڪشش ثقل جي زور تي ڦيرا پائڻ لڳا. انهن ننڍن تارن کي اسان گرهه يا سيارو (Planete) چئون ٿا.

انهن گرهن مان هڪ گرهه اسان جي ڌرتي به آهي. جنهن تي اسان هن وقت رهون پيا. يعني اسان جي زمين به سج جو هڪ حصو هئي ۽ ان کان ٽٽي ئي جنم ورتو اٿائين. جڏهن ڌرتي ٽٽي سج کان ڌار ٿي ته ان وقت هوءَ نه گول هئي نه وري ٿڌي. پر پوءِ وقت گذرڻ سان، ڪروڙين سال هڪ مقرر محور ۾ ڦرڻ ڪري گول ۽ ٿڌي ٿي پئي.

آمريڪي سائنسدانن جي هڪ نئين تحقيق مطابق اسان جي زمين سادا 4 ارب سال اڳ ٻن سيارن جي ٽڪرائڻ سبب وجود ۾ آئي. لاس اينجلس جي يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا جي سائنسدانن جو چوڻ آهي ته زمين ۽ ٿئيا (Theia) نالي هڪ ننڍي سياري ۾ ٽڪراءُ ايڏو ته شديد هيو جو ٻئي گڏجي هڪ نئون سيارو بڻجي ويا. انهن سائنسدانن مطابق جڏهن هيءُ ٽڪراءُ ٿيو ته ان وقت زمين جي عمر فقط 10 ڪروڙ سال هئي. ان رپورٽ جي مرڪزي محقق پروفيسر ايڊورڊ ينگ (Edward Young) جو چوڻ آهي ته ان ٽڪراءَ جي نتيجي ۾ انهن ٻنهي سيارن جو هڪ ٽڪرو ٽٽي ڌرتي جو چنڊ بڻجي ويو. تحقيق دوران سائنسدانن چنڊ تان آندل جبلن جي ٽڪرن جو تجزيو به ڪيو آهي ۽ انهن جبلن جي پٿرن کي هوائي ۽ ايريزونا جي ٻرندڙ جبلن جي پٿرن جهڙو قرار ڏنو آهي. محققن جو چوڻ آهي ته ان ٽڪراءَ جي نتيجي ۾ ٿئيا زمين ۽ چنڊ ۾ مڪمل طور ضم ٿي ويو. يعني اهو سيارو پنهنجو الڳ وجود وڃائي ويٺو. ان ڪري چنڊ ۽ زمين تي ٿئيا جي نشانن ۾ ڪو به فرق ناهي. (1)

ڌرتي ڄاڻن (Geologists) جي چئي مطابق هيءَ ڌرتي اڄ کان سادا چار ارب ورهيه اڳ سج کان جدا ٿي ۽ پوءِ مقرر مدار ۾ سج جي چوڌاري ڦرندي رهي ٿي. سج کان ٽٽل ڌرتيءَ جو هيءُ ٻرندڙ گولو ڪروڙها ورهيه ايئن ڪشش ثقل جي اصول تحت ڦرڻ ڪري ٿڌو ٿيڻ لڳو. جيڪي به سيارا سج کان ڌار ٿيا، انهن مڙني جي ٺرڻ کان گهڻو دير سان هيءُ ڌرتيءَ جو گولو ٺريو. جڏهن زمين ٺرڻ شروع ڪيو ته ٺريل گئس ۽ هوا بخارن جي صورت اختيار ڪئي ۽ وري خلا ۾ ٿڌ ملڻ ڪري اهي بخار ۽ گئسون پاڻي بڻجي وسڻ لڳيون. اهو سلسلو ڪافي وقت تائين هلندو رهيو. تان جو ڌرتيءَ جي هيٺانهن هنڌن تي پاڻي جمع ٿي سمنڊ ٺاهي وڌا. ٺريل گئس ۽ ٻين تبديلين پٿرن ۽ ڌاتن جي صورت اختيار ڪئي. مختلف وقتن تي ٻرندڙ جبلن ڦاٽڻ، زلزلن ۽ طوفانن جي اچڻ، مختلف ڌاتن جي رجي ڌرتيءَ جي سيني مان ٻاهر نڪرڻ ڪري، هن ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي ڪيترين ئي تبديليون اينديون رهيون. اهڙي طرح ڌرتي سج کان ڌار ٿيڻ کان پوءِ مختلف تبديلين مان گذري، مختلف ارتقائي مرحلا طئه ڪندي هن حالت تي اچي رسي آهي. ڌرتيءَ جي مٿاڇري جي پيمائش، ڌرتي ڄاڻن موجب 196،960،000 چورس ميل آهي.

ڌرتي ڄاڻن، ڌرتيءَ جي تاريخ (Historical Geology) ۽ ڌرتيءَ تي جنم ورتل واقعن (Geological Events) جي بنياد تي ڌرتيءَ جي ڄمار کي ڌار ڌار جڳن (Eras)، ڌار ڌار زمانن (Periods) ۽ ڌار ڌار ايامن (Epochs) ۾ ورهايو آهي ۽ ڌرتيءَ جي پيدائش جي عمر مقرر ڪئي اٿن.

جڏهن ڌرتيءَ مٿان ڪروڙين سال لاڳيتو مينهن وسڻ لڳا ته ڌرتيءَ جو گولو ٻن حصن پاڻيءَ ۽ خشڪيءَ ۾ ورهائجي ويو. ماهرن جي چوڻ موجب اڄ ڌرتيءَ جي گولي تي کنڊن جي جيڪا بيهڪ آهي، سا قديم دور ۾ ائين ڪانه هئي ۽ ڪيترائي کنڊ پاڻ ۾ ڳنڍيل هئا. جيڪي پوءِ ارضياتي تبديلين ڪري هڪ ٻئي

کان جدا ٿي ويا. کنڊن جي گڏيل هجڻ وارو خيال پيش ڪندڙ آمريڪي سائنسدانن جي هڪ گروهه (2) جو رايو آهي ته اڄ کان 2500 لک سال اڳ دنيا جي گولي تي صرف هڪ وڏو کنڊ موجود هيو. جنهن کي هو پنگئيا (Pangaea) ڪوٺن ٿا. جنهن مان ئي ٻيا کنڊ ڇڇي ڌار ٿيا آهن. پر ڌرتي ڄاڻن جي هڪ ٻئي گروهه (3) جو خيال آهي ته شروعات ۾ ڌرتيءَ جي گولي تي ٻه وڏا کنڊ هئا، جن کي گونڊوانا (Gondwana) ۽ لاريشيا(Laurasia) جو نالو ڏنو آهي. انهيءَ گروهه جي چوڻ مطابق گونڊوانا وڏي کنڊ ۾ آسٽريليا، انٽارڪٽڪ، آفريڪا، انڊيا ۽ ڏکڻ آمريڪا وغيره حصا اچي ٿي ويا. جڏهن ته لاريشيا ۾ اتر آمريڪا ۽ يورپ شامل هيا.

مٿئين ٻئي گروهه جي راءِ مطابق هند سنڌ اڄ کان ڪروڙين سال اڳ گونڊوانا وڏي کنڊ جو حصو هئي. ڌرتيءَ جي ٽئين زماني (Tertiary period) ۾ اتر هندستان وارو پاسو آفريڪا، سلون ۽ آسٽريليا سان خشڪيءَ رستي ڳنڊيل هو. (4) ان جي تصديق ايڇ جي راورٽي به پنهنجي ڪتاب (5) ۾ ڪري ٿو. ان وقت سنڌو ماٿر جي سرزمين سمنڊ هيٺ آيل هئي. ڌرتي جا عالم چون ٿا ته اڄ کان تقريبن 6 ڪروڙ ورهيه اڳ سنڌ سميت سڄو نندو کنڊ ٽيٿيا (Tethys) نالي سمنڊ هيٺ هيو. اڄ جتي وفاقي پاڪستان قائم آهي، اتي قديم دور ۾ سمنڊ موجون ماري رهيو هو. اڄ ڪالهه جتي دره خيبر آهي، اتي وهيل مڇيون رهنديون هيون. (6)

اهو اتر هندستان وارو پاسو ڌرتيءَ جي 10 لک سال اڳ پلايوسين دور (Pliocene epoch) کان وٺي پلائيسٽوسين دور (Pleistocene epoch) تائين اٽڪل 20 هزار سال اڳ تائين اتر آمريڪا جي اتر اولهه يعني الاسڪا (Alaska) ۽ ٻئي پاسي چين سان مليل رهيو. (7) جڏهن اتر هندستان وارو پاسو آمريڪا جي اتر اولهه يعني الاسڪا ۽ چين سان مليل هو ته پلائيسٽوسين دور ۾ وڏي برفباري (Glaciations) شروع ٿي وئي. جيڪا 6 لک سال اڳ شروع ٿي، نتيجي ۾ هن ڌرتيءَ کي چار برفاني دور (Ice Ages) ڏسڻا پيا. جن دورن ۾ ڌرتيءَ جو ڪافي حصو برف سان ڍڪجي ويو. ان برفاني دور جي وچ ۾ گرم وقفا به ايندا رهيا. (8) بعد ۾ جڏهن 20 هزار سال اڳ برفاني دور ختم ٿيو ته برف گهٽ پوڻ ۽ ٻين سببن ڪري هند ۽ آفريڪا هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويا ۽ وچ تي چوليون هڻندڙ سمنڊ ظاهر ٿي پيو ۽ اهڙي طرح مٿي ڄاڻايل گونڊوانا وڏي کنڊ مان هند سنڌ ڇڇي ڌار ٿي. انهن ٻنهي حصن ڇڇڻ بعد وچون حصو جيڪو سمنڊ ۾ ٻڏي ويو، ان کي ليموريا (Lemuria) جو نالو ڏنو اٿن. ڇو جو اتان ليموريا نالي هڪ جانور جا هڏا تمام گهڻي تعداد ۾ مليا آهن. ان جي تصديق اسڪاٽ لينڊ جي ارضياتي ماهر به ڪئي آهي ته برصغير جو علائقو پهريان آفريقا سان ڳنڊيل هو. جڏهن زمين ٽٽي ٿي ته گونڊوانا لينڊ جو جزيرو گم ٿي ويو ۽ اهو سمنڊ ۾ ٻڏي وڃي ايشيا سان ٽڪريو، جنهن جي نتيجي ۾ قراقرم جبل وجود ۾ آيا.

جنهن وقت سنڌ ٽيٿيا سمنڊ (Tethys Sea) هيٺ هئي، ته ان وقت سنڌ ڌرتيءَ جي پيدائش ٿيڻ لڳي ۽ اهڙي طرح سنڌ ڌرتي جو موجوده وجود اڄ کان اٽڪل 100 ڪروڙ سال اڳ ٽيٿس سمنڊ جي اندران ميداني علائقي ۽ پهاڙي سلسلي ابرڻ جي ڪري ٿيو. ماهرن جي چوڻ موجب ان دؤر ۾ هماليه جبل طرف اهڙا ته زلزلا آيا جو ڌرتي مٿي چڙهي آئي ۽ سمنڊ گهٽجو پوئتي هٽي ويو. ان ڪري ئي پروفيسر

ماڻڪ پٿاوالا سنڌ ڌرتي کي سمنڊ مان جنم ورتل ڌرتي ڪوٺيو. (9) سنڌ ڌرتي جو پهريون تهه جنهن کي ماهر پري ڪيمبرين ڪوٺين ٿا، سو اڄ کان اٽڪل 3 ارب سال اڳ ٺهيو. ان بعد جبل، ٽڪر، پوٺا ۽ ميدان ٺهڻ شروع ٿيا. جن جون ماهرن عمريون مقرر ڪيون آهن. سنڌ ۾ کير ٿر کان دادو ۽ اڳتي بلوچستان طرف جيڪي پهاڙي سلسلو آهي، سو هماليه پهاڙي سلسلي کان به اڳ وجود ۾ آيو ۽ اهڙي طرح هن ڌرتي تي سڀ کان پهريان جيڪي پهاڙي سلسلا وجود ۾ آيا، انهن ۾ ڪارونجهر ۽ کيرٿر وارا سلسلا پڻ شامل آهن. جيالاجي جي ماهرن موجب ننگر پارڪر جون ٽڪريون سادا 3 ارب سال اڳ جون جڙيل آهن. اهڙي طرح رني ڪوٽ جو جابلو سلسلو 6 ڪروڙ سال اڳ جو جڙيل آهي.

په ادائي لک سال اڳ سمنڊ هتي وجي موجوده ڪراچي واري سطح وٽ بيٺو ۽ سنڌوءَ جي ميدان مان سنڌوندي وهڻ شروع ٿي. ان بعد وري موسمي تبديليون ٿيون ۽ سمنڊ جي سطح اپرڻ شروع ٿي وئي ۽ اهو اپار جو سلسلو هڪ لک سال کان 50 هزار سال اڳ تائين رهيو. هند سنڌ جي زمين تي پيهر سمنڊ چڙهائي شروع ڪئي ۽ سمنڊ جو پاڻي ڪراچيءَ واري سطح کان مٿي چڙهندو آيو، تان جو موجوده سنڌ صوبو پوري طرح پاڻي هيٺ اچي ويو ۽ سمنڊ جو پاڻي ملتان جي حدن سان ٽڪرائجڻ لڳو. ان وقت ڪراچي ۽ حيدرآباد وارا لاڙ جا ٽڪر سمنڊ جي پاڻي هيٺ ٻڏل هئا ۽ شاهبندر، ٺٽي، جهرڪن واريون ٽڪريون، ڪوٽڙي وارو سورجاٽو جبل، حيدرآباد وارو گنجو ٽڪر ۽ رني ڪوٽ واريون ٽڪريون آسپاس پاڻي هجڻ ڪري ٻيٽن وانگر نظر اچڻ لڳيون. (10) ان بعد وري سمنڊ جي پاڻي هيٺ لهڻ شروع ڪيو ته 5 هزار سال ق – م ۾ اهو وجي بدين ۽ ساڪري وٽ پهتو. ان وقت ڪڇ جي رڻ ۽ ٿرطرف اجان به ڪي صديون ساندهه سمنڊ چوليون هڻندو رهيو. (11) جيڪي حصا گهٽو پوءِ سمنڊ جي پاڻيءَ آجا ڪيا.

ڪروڙين سالن کان پوءِ سنڌو ماٿر جي هي هزارين ميل ڊگهي ۽ ويڪري ايراضي جيڪا سمنڊ مان نڪري نروار ٿي سا طبعي طرح ٽن اهم حصن ۾ ورهايل آهي.

(1) پهاڙي ديوار (Mountain Wall) (2) مٿانهون پٽ يا پوٺو (The Plateau) (3) سنڌوءَ جو ميدان (Indus Plain).

هاڻ اسان سنڌو ماٿر جي "سنڌوءَ واري ميدان" جو ذڪر ڪنداسين. جاگرافيائي طرح سنئين سڌي زمين کي ميدان (Plain) چئبو آهي. ان ميدان واري زمين سمنڊ جي سطح کان گهٽو مٿي نه هوندي آهي ۽ ان جي اوچائي 600 فوٽ کان به گهٽ هوندي آهي. اها زمين پوک لائق ٿيندي آهي.

سنڌوءَ جو ميدان اٽڪ، اراولي جبل ۽ کيرٿر جبل جي وچ ۾ آهي. هن ميدان جي اولهه ۾ سليمان جبل، اتر ۾ پوٺار جو پوٺو ۽ اوڀر ۾ راجپوتانه جو رڻ پٽ اٿس. جتي جهلم ۽ چناب ندي اچي پاڻ ۾ ملن ٿيون، اتان "سنڌوءَ جو ميدان" شروع ٿئي ٿو. هن ميدان جي پيدائش اڄ کان 2 لک سال اڳ پلائيسٽوسين دور کان هيل تائين (Recent) جي دور جي ڄاڻائي وئي آهي.

سنڌوءَ جو ميدان وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ مٿيون ميدان ۽ ٻيو هيٺيون ميدان. سنڌوءَ جو مٿانهون ميدان (Upper Indus Plain) لوٽائي جبل جي ڏکڻ ۾ آهي. هيءُ ميدان ڪيترن ئي درياهي

دوآبن ۾ ورڇيل آهي. اهي دوآبا ڪجهه هيءُ آهن: (1) راوي ۽ چناب ندي جي وچ وارو دوآبو ”رچنا دوب“ (2) جهلم ۽ چناب ندي جي وچ ۾ ”چاج دوب“ (3) جهلم، چناب ۽ سنڌو ندي جي وچ ۾ تمام وڏو دوآبو آهي، جيڪو ”سنڌ ساگر دوب“ سڏبو آهي. سنڌوءَ جي هيٺين ميدان ۾ ريگستان به اچي وڃي ٿو. هن مان اڳ به درياهه هڪ سنڌو درياهه (ٻن ڪئنالن ۾) ۽ ٻيو هاڪڙو (واهندو) گذرندا هئا. هن وقت هن جي وچ مان صرف هڪ سنڌو درياهه وهي ٿو.

سنڌوءَ جي ميدان کي تشڪيل ڏيڻ ۾ وڏو هٿ سنڌو نديءَ جو آهي. جيڪا سندس وچ مان سينڌ وانگر وهي ٿي. ارضياتي ماهرن جو چوڻ آهي ته جنهن وقت سڄي سنڌو ماٿر سمنڊ جي پيٽ ۾ هئي، ان وقت به ان جي وچ مان سنڌو ندي وهندي هئي ۽ جيئن جيئن سمنڊ سنڌوءَ جو ميدان ڇڏڻ شروع ڪيو ته سنڌو نديءَ ان کي سئنين سڌي ميدان جي شڪل ڏيڻ شروع ڪئي ۽ سنڌوءَ جي لوڙهي آندل لٽ سان زمين مٿان سمنڊ جو ڇڏيل تاثير ختم ٿيندو رهيو ۽ سنڌوءَ جا ميدان هڪ زرخيز ڇيڪي اُپت واري مٽيءَ سان مالامال بنجڻ لڳا. جيئن لئمبرڪ چوي ٿو ته، ”سنڌو ندي جي لوڙهي آندل لٽ، جنهن کي گرمي، پاڻي ۽ ساوڪ جي تاثير سڌاري سنواري هڪ سئنين سڌي ميدان جي شڪل ۾ ماٿري جي چيڙن تائين پٿاري ڇڏيو.“ (12)

يقينن سنڌوءَ جي ميدان تي وقت بوقت ايندڙ طوفانن ۽ برساتين واري پئي پڪيڙي ۽ وهندڙ ندين جي رهُ زمين مٿان چادر چاڙهڻ شروع ڪئي. جنهن ڪري سنڌوءَ جي ميدان واري زمين وئي مٿي ٿيندي.

اڄ به سمنڊ ڊرتي جا جيڪي حصا ڇڏي رهيو آهي، انهن کي آباديءَ لائق ۽ زرخيز سنڌوءَ جو لٽ بڻائي رهيو آهي ۽ سنڌوندي جو لوڙهي آندل لٽ جڏهن سمنڊ ۾ پئجندو رهي ٿو ته اهي حصا خود بخود مٿي ٿيندا وڃن ٿا ۽ سامونڊي پاڻي پوئتي هٽندو وڃي ٿو. جتي سنڌو چوڙڪري ٿي، اهو حصو مٽي پوڻ ڪري مستقل مٿي اڀرندو ۽ خشڪ ٿيندو رهي ٿو.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. http://www.bbc.com/urdu/science/2016/02/160202_earth_theia_headon_collision_zs

01 February 2016,

Kayleigh Lewis, Earth made up of two planets after 'violent collision' with Theia 4.5bn years ago, UCLA scientists discover, 2 February 2016, http://www.independent.co.uk/news/science/earth-made-up-of-two-planets-after-violent-collision-with-theia-45-billon-years-ago-ucla-scientists-a6846071.html

The research was funded by NASA, the Deep Carbon Observatory and a European Research Council advanced grant (ACCRETE)

BRANDON RUSSELL, Violent head-on collision between Theia and Earth formed our moon, JANUARY 30, 2016,

http://www.technobuffalo.com/2016/01/30/violent-head-on-collision-between-theia-and-earth-formed-our-moon/

2. هيءُ خيال آمريڪا جي ”انيورونيمينٽل سائنس سروس ايڊمنسٽريشن“ جي سائنسدانن پيش ڪيو آهي.

The U. S. Environmental Science Services Administration (ESSA)

3. هيءُ خيال والٽرا اسپرول ۽ ڊاڪٽر رابرٽ ڊينر سائنسدانن جي گروهه پيش ڪيو آهي.

Refrence:
http://www.dailymail.co.uk/sciencetech/article-2411158/350m-year-old-scorpion-fossil-Gondwana-supercontinents-oldest-known-land-animal.html

4. Bland Ford, H.F, “Quarterly Journal of the Geological Society” Vol: xxx (1875) P-534

5. Raverty, H.G, “The Mehran of Sindh and its tributaries” P- 317, 468-90

6. اهڙو انڪشاف تازو مشي گن يونيورسٽيءَ جي ماهرن جي هڪ ٽولي ڪيو آهي ۽ ان انڪشاف جي تصديق پروفيسر فلپ ڊي گرگرش جي زير قيادت آمريڪا، پاڪستان ۽ فرانس جي قديم آثارن جي ماهرن ڪئي آهي.

The Tethys Ocean (Greek: Τηθύς) was an ocean that existed between the continents of Gondwana and Laurasia during much of the Mesozoic era, before the opening of the Indian and Atlantic oceans during the Cretaceous period. It is also referred to as the Tethys Sea or Neotethys.

Refrence: Greg Laden, The Amazing and Compelling Story of the Tethys Sea, December 17, 2012, http://scienceblogs.com/gregladen/2012/12/17/the-amazing-and-compelling-story-of-the-tethys-sea/

7. بلنڊن، گاڊ فري”آسٽريليا-سرزمين ۽ باشندا“ ص- 13

8. Panhwar, M.H, “Chronological Dictionary of Sindh: P-4

وڌيڪ معلومات لاءِ ڏسو ڊاڪٽر سڪندر مغل، ”ارتقا جي ڪهاڻي“ حيدرآباد، 1985ع ص- 117

9. Pithawala, M.B, “Marvels of Earth” P-51

وڌيڪ معلومات لاءِ ڏسو Pithawala, M.B, “Historical Geography of Sindh”

10. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، ”قديم سنڌ“ ص- 55

11. Raverty, H.G, “The Mehran of Sindh and its tributaries” P- 314, 468

12. لئمبرڪ، ايڇ ٽي، ”تاريخ سنڌ“ جلد 1، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 1،2

# سنڌ ڌرتي جي جوڙجڪ، زندگي ۽ تهذيب جو تاريخ وار چارٽ

| سن | واقعو | زندگي جا آثار |
|---|---|---|
| سايا 4 ارب سال اڳ | سنڌ ڌرتي جو وجود | زنگي جو ڪو به آثار نه هو |
| 4 ڪروڙ 80 لک سال اڳ | رني ڪوٽ جابلو سسلسلي جو جڙڻ | وڻ ٽڻ، گاهه، جيت، مڇيون |
| 4 ڪروڙ 70 لک سال اڳ | لڪي ۽ جهمپير وارين ٽڪرين جو جڙڻ | وڻ ٽڻ، گاهه، جيت، مڇيون |
| 3 ڪروڙ 60 لک سال اڳ | کيرٿر جابلو سلسلي جو جڙڻ | وڻ ٽڻ، گاهه، جيت، مڇيون |

| | | |
|---|---|---|
| 2 ڪروڙ 70 لک سال اڳ | ناري وارين ٽڪرين جو جڙڻ | وڻ ٽڻ، گاهه، جيت، مڇيون |
| 1 ڪروڙ 85 لک سال اڳ | گاج جابلو سلسلي جو جڙڻ | وڻ ٽڻ، گاهه، جيت، مڇيون، انسان جي حيواني نسل کان علحدگي |
| هڪ ڪروڙ 50 لک سال اڳ | راما پٿيڪس انسان جو جنم | انسان جي ابتدائي شڪل |
| 70 لک سال | سواپٿيڪس (Sawapithecus) انسان جو جنم | انسان جي ڪجهه سڌريل شڪل |
| 20 لک سال اڳ | راوت ۾ اوائلي انسان جون ثابتيون | پراڻي پٿر دور جي اوزارن جو استعمال |
| 20 لک سال اڳ | منڇر جابلو سلسلي جو جڙڻ | انسان، جانور، پکي، وڻ، ٻوٽا |
| 5 لک سال اڳ | لوٹي ندي ننگر پارڪر ۾ انسان جي رهائش | پراڻي پٿر دور جي انسانن جا اوزار هٿ آيا، ٻولي جي تخليق |
| 50 هزار سال اڳ | روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۾ انسان جي رهائش | پراڻي پٿر دور جي انسانن جا اوزار هٿ آيا، پکين ۽ جانورن جو شڪار، باهه جي دريافت ۽ ٻولي جي تخليق |
| 15 هزار سال اڳ | روهڙي، ڪراچي، حيدرآباد ۽ منڇر ڍنڍ وارن علائقن ۾ انسان جي رهائش | وچين پٿر دور جي انسانن جا اوزار هٿ آيا، جانور پالڻ ۽ زمين کيڙڻ |
| 8 هزار سال اڳ | ڳوناٽيون زرعي ثقافتون قائم ٿيڻ، ڪکاوان گهر ناهڻ جي شروعات | نئين پٿر دور ۾ زرعي سماج جو بنياد، اوائلي گهرن جي اڏاوت |

| | | |
|---|---|---|
| 7 هزار 500 سال اڳ | مهر ڳڙهه ۾ ڪڪاوان گهر ٺاهڻ ۽ ڳوٺ ٻڌڻ ۽ پوکي راهي | استعمال جا ٿانون، ڪٽڪ، جون ۽ ڪپهه جون پوکون |
| 4200 ق م | ڪڙي گل محمد ۾ سرن ۽ پٿرن سان گهرن جي اڏاوات | سرن ۽ پٿرن سان گهرن جي اڏاوات، |
| 4000 ق - م | اٽڪل 4000 ق - م ڏاري سنڌ ۾ ڪنيارڪي چڪ جو بنياد پيو | ڪلي گل محمد ۽ مديگڪ ۾ ٿانون چڪ تي ٺهيل مليا |
| 4000 ق - م | ڌات ڳولهي لڌي وئي | ٽامي مان اوزار ۽ هار سينگار جون شيون ٺهڻ لڳيون |
| 3500 ق م کان پوءِ | وڏن شهرن جي اڏاوت | موهن جو دڙو، هڙاپا، چانهون جو دڙو |
| 1500 ق م تائين | عروج تي پهتل شهري تمدن جو پوئتي پوڻ | سوڪهڙي، ڏڪار ۽ ٻوڏن سبب شهر ڦٽڻ لڳا ۽ لڏپلاڻ ٿي |
| 1450 ق م کان پوءِ | سنڌو ماٿري ۾ جهڪر ۽ جهانگار تمدن جي شروعات | ڦٽي ويل شهرن کي جهڪر ڪلچر جي ماڻهن اچي آباد ڪيو |

# تهذيبي ۽ سياسي جاگرافي

هن ديس کي ”سنڌ“ نالو هتان جي آڳاٽن رهاڪن سنڌو نديءَ تان ڏنو. جنهن جي معنيٰ آهي سمنڊ يا وڏي درياهه وارو ملڪ. يا اهو وهڪرو جيڪي سدائين پيو وهي. جيئن ته خود سنڌ ڌرتي سمنڊ مان جنم ورتو ۽ هن ندي هتان جي برپٽن کي سرسبز ۽ شاد آباد ڪيو ۽ هتان جي رهواسين جي تمدني تشڪيل ڪئي. ان ڪري هتان جي آڳاٽن رهاڪن، هن ديس جو وڏي درياهه جي نسبت سان نالو ئي سنڌ رکيو. جيڪو اڄ کان ڏهاڪو هزار ورهيه پراڻو آهي. هن ديس کي اهو نالو هتي رهندڙ مقامي ماڻهن سنڌو ندي جي نسبت سان ڏنو. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌ جي نالي بابت ڪجهه هن طرح وضاحت ڪئي آهي: ”بمبئي جي پارت وگياني (Indologist) پادري هيرس جي سند موجب، سنڌو نديءَ کي اهو نالو آڳاٽن رهاڪن سنڌين ڏنو. جن جي ٻولي ۾ سند-سنڌو لفظ جي معنيٰ هئي ندي يا درياهه ... جنهن جي پٺيان ساري ملڪ تي جنهن مان ندي وهي ٿي، سنڌ نالو پئجي ويو. پوءِ اهو نالو ايراني واپارين ”سنڌ“ مان ڦيرائي ”هند“ ڪيو. جنهن مان هاڻوڪو هندستان ٺيو آهي ... تنهن کان پوءِ رومي واپارين ان کي وڌيڪ ڦيرائي ”انڊ“ ڪيو. جنهن مان هاڻوڪو انديا ٺهيو آهي. جو به ڌيهي نالو آهي ۽ نه يورپي ... هندستان تي ڀارت نالو گهڻو پوءِ پيو، جڏهن راجا دشيت ۽ شڪنتلا جو پٽ ڀرت راڄ ڪندو هو. تنهن ڪري ڏسبو ته سچي ملڪ ”هندستان“ کي نالو ئي سنڌو نديءَ ۽ سنڌ مان مليو آهي“ (1)

هاڻ به سنڌ ۽ سنڌو هڪ ئي وجود جو نالو آهي. سنڌوءَ کان سواءِ سنڌ ڪا به معنى نه ٿي رکي. هن ديس تان سنڌ جو نالو مٽايو يا بدلايو وڃي ته اهو پاڻ سان دوکو ۽ فريب چئبو. ڇو جو بقول لئمبرڪ جي ته، ”اهو بلڪل سونهين ٿو ته هن سرزمين جو نالو سنڌو ندي جي نالي سان منسوب هجي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ نديءَ ئي ڪيس جنم ڏنو آهي ۽ سندس پرورش ڪئي آهي. هي سڄو خطو جيڪو ڪيترا سو ميل ڊگهو ۽ ويڪرو آهي. تنهن جو ذرو ذرو ۽ هر تهه سنڌو ندي تشڪيل ڏنو آهي.“ (2)

هن ڪتاب ۾ سنڌو سڀيتا جي ذڪر ٿيندڙ دور (اوائل کان 1500 ق-م) ۾ سنڌو رياست جون جاگرافيائي حدون ڪجهه هن ريت هيون:

## سنڌو رياست:

جنهن وقت سمنڊ سنڌ جي ڌرتيءَ کان پري هٽي ويو ۽ زمين ظاهر ٿي. ان وقت سنڌ اندر جيڪا تهذيب اُسري، اها جاگرافيائي طور مڙني ايشيائي تهذيبن کان وسيع ايراضيءَ ۾ اٽڪل 5 لک چورس ميلن تائين پکڙيل هئي. ان جو ڦهلاءُ روس جي سرحدن تائين وڃي پهتو هو. (3) سنڌو سڀيتا جو علائقو پکيڙ ۾ بابل کان چوڻو ۽ مصر کان ٻيڻو هو. (4)

سنڌو سڀيتا جي ايراضيءَ ۾ موجوده سمورو پاڪستان (خيبر پختون خواهه صوبي جي جابلو علائقي ۽ آزاد ڪشمير کان سواءِ)، هندستاني پنجاب، اولهه يو پي، هريانا، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، مهاراشٽر ۽ افغانستان جو ڪجهه حصو شامل هئا. (5) ان وقت سنڌو رياست پنجن صوبن ۾ ورهايل هوندي هئي. جنهن جو مرڪز موهن جو دڙو هوندو هو ۽ موجوده سنڌ، مرڪزي صوبو هوندو هو. هڪ صوبو، موجوده بلوچستان هوندو هو، جيڪو اولهائون صوبو سڏبو هو ۽ ان جو گاديءَ جو هنڌ يا مرڪزي شهر دمب سادات هو. اتر وارو صوبو موجوده پاڪستاني پنجاب ۽ ڪجهه خيبر پختون خواهه صوبي جي حصن تي مشتمل هو. جنهن جو مرڪزي شهر هڙاپا هو. اوڀر وارو صوبو ڀارتي پنجاب ۽ ڪجهه ٻر وارن حصن تي مشتمل هوندو هو، جنهن جو مرڪزي شهر ڪالي بنگن هو. جڏهن ته ڏکڻ وارو صوبو ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جي حصن تي مشتمل هو. جنهن جو مرڪزي شهر لوٿل هو. (6)

سنڌو سڀيتا جي مٿي ڄاڻايل تهذيبي ۽ سياسي سرحدن مان ڪيترائي درياهه وهندا هئا ۽ آهن. جن ۾ مکيه سنڌو ندي آهي. سنڌو رياست جي اتر واري صوبي مان سنڌو ندي، جهلم ندي، راوي ندي، بياس ندي ۽ ستلج ندي وهنديون آهن. جڏهن ته مرڪزي صوبي موجوده سنڌ مان تنهن وقت سنڌو ندي کان سواءِ هاڪڙو ندي پڻ وهندي هئي. جيڪا بعد ۾ 1226ع ڌاري سڪي بند ٿي وئي. ٻئي طرف باقي ٻين ٽن صوبن مان پڻ ڪيتريون ئي نديون ۽ برساتي نالا وهندا هئا ۽ آهن. پر هتي اسان صرف سنڌو نديءَ ۽ هاڪڙو درياهه جي ان وقت جي وهڪرن بابت ذڪر ڪريون ٿا.

### 1. سنڌوندي:

سنڌو ندي، جيڪا 1800 ميل ڊگهي آهي، سا هماليه جبل جي سنگي ڪباب جي برفاني ڌارا مان نڪري ٿي، سنگي ڪباب ٿبيٽ ۾ آهي. سنگي ڪباب مانسرور ڍنڍ کان 30 ميل پري آهي. سنڌو ندي والاريل ڪشمير مان ٿيندي آزاد ڪشمير، خيبر پختون خواهه، پنجاب لتاڙيندي، اتان جي ڇئن ندين جون پاڻي پاڻ منجهه سمائيندي، سنڌ ۾ ڪشمور وٽان داخل ٿئي ٿي. بعد ۾ موجوده سنڌ کي سرسبز ۽ آباد ڪندي وڃي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. سنڌو سڀيتا جي مٿي ڄاڻايل تهذيبي دؤر ۾ موجوده سنڌ ۾ سنڌو ندي ٻن حصن ۾ وهندي هئي. ان جي اولهه واري شاخ ليمون جوڻيجي کان اولهه طرف وهندي لوهم جو

دڙي، لوهري، آمري جي پرسان لنگهندي، حيدرآباد وٽان ٿيندي وجي سمنڊ ۾ پوندي هئي. هاڪڙو کي سنڌوندي مان پاڻي ٻن هنڌن تان ملندو هو. هڪ ڪشمور واري شاخ ۽ ٻيو سکر واري شاخ مان.

## 2. هاڪڙوندي:

هاڪڙو درياهه، جيڪو هن وقت سڪي چڪو آهي. ان کي مختلف علائقن ۾ مختلف نالن سان سڏيو ويندو آهي. جيئن: گهاگهر، سرسوتي، نالاشڪر وغيره ۽ سنڌ ۾ ان کي ريڻي، واهندو، نارو پڻ سڏيو ويندو آهي. اهو سوالڪ جابلو سلسلي مان نڪرندو هو ۽ ان ۾ جمنا ندي ۽ ستلج ندي سميت سنڌو ندي پنهنجي پاڻي جو ڪجهه حصو داخل ڪنديون هيون. هاڪڙو درياهه جڏهن سنڌ جي موجوده سرحدن ۾ داخل ٿيندو هو ته ان وقت سندس اوڀارين ڪپ تي ونجٽوٽ ۽ ان کان پرتي اولهاين ڪپ تي ڏمپ بڻي ۽ آخري چيڙي تي سمنڊ ۾ داخل ٿيڻ وقت نهڻو اولهاين ڪپ تي هوندو هو. ان دؤر ۾ ڪڇ جو رڻ پنهنجي موجوده شڪل ۾ نه هوندو هو، پر اتي سمنڊ چوليون هڻندو هو ۽ رڻ ڪڇ هڪ ساموندي نار هيو. (7) جنهن ۾ هاڪڙو درياهه ۽ اراولي ٽڪرين مان نڪرندڙ لوڻي ندي موجوده ننگر پارڪر وٽ چوڙ ڪنديون هيون. هاڪڙو ندي، جيڪا 1226ع ڌاري سڪي وئي، سا قديم زماني ۾ گجرات ۽ سوراشٽر مان لنگهي بهاولپور ۽ ٿر کي سر سبز ڪندي هئي. ان جي وهڪري بند ٿي وڃڻ سبب سنڌ جي ٿر پارڪر وارو علائقو رڻ پٽ ۾ تبديل ٿي ويو آهي. (8)

سنڌو ماٿري جو هيٺيون پٽ هن وقت جنهن حالت ۾ آهي، اهو 5 هزار سال اڳ ان حالت ۾ نه هيو. هن وقت سنڌو ماٿري جو هيٺيون پٽ برپٽ ۽ بيابان جي صورت ۾ نظر اچي رهيو آهي، پر 3 هزار سال ق م ۾ هن پٽ مان مختلف نديون ۽ انهن جا وهڪرا گذرندا هئا. جنهن سبب هي پٽ سائو ستابو ۽ ٻيلن سان ڇهڇ هيو. مختلف جانور جهجهي تعداد ۾ رهائش پذير هئا. ذرخيز زمين هجڻ سبب زرعي فصل ٿيندا هئا. هن پٽ مان گذرندڙ ندي گهاگهر هاڪڙو سميت ٻين برساتي ندين جي ڪنارن تي شهر ۽ وسنديون آباد هيون. جنهن جا وڏي انگ ۾ آثار مليا آهن. هاڪڙو ندي سڪي وڃڻ سبب هي پٽ رڻ پٽ ۾ تبديل ٿي ويو. انسانن توڙي جانورن جي رهائش موافق نه رهيو. هن ندي جي ڪناري تي آباد شهر ۽ وسنديون ڦٽي ويون.

موسم:

سنڌو ماٿري قديم دؤر ۾ چوماسي وارين هوائن ۽ برساتن جي دائري اندر هئي. ڏکڻ الهندي واريون هوائون اونهاري ۾ چوماسو آڻينديون هيون ۽ سياري ۾ اتر قطب جون هوائون وچ ايشيا واري ميدان کان مينهن آڻينديون هيون. (9) سنڌو ماٿري ۾ 1750 ق م کان آبهوا ۾ تبديلي اچڻ لڳي ۽ آبهوا خشڪ ٿيڻ لڳي ته برساتون پوڻ گهٽجي ويون، (*) جنهن سبب درياهن جي وهڪرن ۾ لاٿ اچڻ لڳي، برساتي وهڪرا خاص ڪري هاڪڙو درياهه جنهن جي وهڪري جو گهڻو دارومدار برساتن تي هو، آهستي آهستي بند ٿي ويو.

آبهوا

9000 ق-م کان اڳ آبهوا تمام خشڪ هئي،

9000 – 8500 ق-م آبهوا گهٽي خشڪ مان ڦري گهٽ گهميل ٿيڻ شروع ٿي،

8500 – 7500 ق-م وچولي گهميل

7500 – 3000 ق-م وچولي گهميل

3000 – 1750 ق-م تمام گهٽي گهميل آبهوا

1750 --- 900 ق م بلڪل سوڪ آبهوا (برساتن ۾ وڏي پئماني تي گهٽتائي)

سنڌ اندر ان دؤر ۾ پندرنهن کان ويهن انچن تائين برسات پوندي هئي. بهار جي موسم ۾ جبلن تي برف ڳرڻ ڪري سنڌو ندي ۽ هاڪڙو ۾ پاڻي وڌندو هو ته وڏيون ٻوڏيون ايندييون هيون. جنهن ڪري نهايت شادآباد وستيون ۽ واهڻ ناس ٿي ويندا هئا.

جڏهن سمنڊ سنڌو ماٿر مان پوئتي هٽڻ شروع ٿيو ته سنڌو ندي ۽ هاڪڙو درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي گهاٽا ٻيلا ابري آيا. سنڌو جي لٽ ذريعي زرخيز ٿيل زمينون وٽن، ٻوٽن ۽ گاهن سان سايون ڇهچ ٿي پيون. جن ۾ هاٿي، گينڊا، هرڻ ۽ ٻيا چوپايا جانور ۽ پکي پکڻ رهڻ لڳا. سنڌو جا گهاٽا ٻيلا شڪاري قبيلن جي زندگي گهارڻ لاءِ جانورن جي شڪل ۾ کين خوراڪ ميسر ڪري ڏيڻ لڳا.

سنڌو سڀيتا جا وارث هتي وهندڙ درياهن کي هڪ ٻئي وٽ اچ وڃ ۽ رابطن لاءِ استعمال ڪرڻ لڳا. جنهن وقت اڃا سواري لاءِ جانورن جو رواج نه پيو هو، ان وقت درياهي وهڪرا سفري سهولتن لاءِ بهترين ذريعا هئا. هتان جا رهواسي ننڍن ٻيڙين ۽ ڊونڊن ذريعي هڪ شهر يا ڳوٺ کان ٻئي هنڌ تائين سفر ڪرڻ لڳا. ان لاءِ خاص ڪري سنڌو ندي ۽ هاڪڙو درياهه سنڌن بهترين ساٿي ثابت ٿيا. جڏهن سنڌو ماٿري ۾ 1750 ق م کان آبهوا ۾ تبديلي اچڻ لڳي ۽ آبهوا خشڪ ٿيڻ لڳي ته برساتون پوڻ گهٽجي ويون، (10) جنهن سبب درياهن جي وهڪرن ۾ لاٿ اچڻ لڳي، برساتي وهڪرا خاص ڪري هاڪڙو درياهه جنهن جي وهڪري جو گهڻو دارومدار برساتن تي هو، آهستي آهستي بند ٿي ويو. جنهن ڪري

هاڪڙي درياهه جي ڪنارن تي آباد شهر ۽ وسنديون پاڻي کوٽ سبب ويران ٿيڻ لڳيون. فصل گهٽجي ويا، ماڻهن آهستي آهستي زرخيز پٽن طرف لڏپلاڻ شروع ڪئي. سنڌو ماٿري ۾ سوڪهڙي جو اهو دور سادا 8 سو سال جاري رهيو. جنهن هن پري پاڳي ماٿري ڪي ذڪر جي وڪڙ ۾ آڻي چڙهيو. اوج تي پهتل سنڌو سڀيتا آهستي آهستي ڀرڪڻ لڳي. جنهن کي ڪجهه آرڪيالاجي ماهر سنڌو سڀيتا جو زوال قرار ڏين ٿا.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. ملڪاڻي، منگهارام، "ساهتڪارن جون سمرتيون"، ص- 10-11

2. Lambrick, H.T, "Sindh – A General Introduction" Ch: 1.

3. Mughal, M.R, "New Research on the origins of the Indus Civilization" Sindh Quarterly – 1981 – 3, P-45

4. صديقي، محمد ادريس، "سنڌو ماٿر جي سڀيتا" ص – 195-196

5. پنهور، ايم ايڇ، "سنڌ جي تاريخ ۽ آثار قديمه تي تحقيق ۽ اشاعت" ٽماهي مهراڻ، 1984- 2، ص-171

6. Panhwar, M.H, "Sindh Cutch Relations" Karachi – 1980, P-4

7. Panhwar, M.H, "Sindh Cutch R elations" P-2-3

8. سمراٽ، گنگارام، "سنڌو سؤوير" ص-98

يا ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، "هاڪڙو درياهه"، اٺا مينهن ملير، ميرپورخاص-1975 ص-102-103

9. Minchin, C.F "Baluchistan Distt: Gazetteer" Vol: VII

1907, PP-52-53

10. پنهور، ايم ايچ، سنڌ جي ريجاڻي تاريخ (سنڌي ايڊيشن)، ڪراچي، 2013ع

## سنڌو ماٿر ۾ اوائلي انساني آباديون

اڄ کان ڪروڙين سال اڳ زندگيءَ جي شروعات سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ٿي. ماهرن جي چوڻ موجب جڏهن ڌرتيءَ ٺرڻ شروع ڪيو ته ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي جبل ۽ ٽڪر ظاهر ٿيڻ لڳا. انهن جي ارتقائي سلسلن وارن ڏينهن ۾ اڄ کان 4 ارب ورهيه اڳ دنيا جي گرم سمنڊن ۾ ”زندهه شيءَ“ تخليق ٿي، جنهن کي ماهر اميبا (Ameba) ڪوٺن ٿا. ان اميبا مان ئي مختلف قسمن جا حيوانات سمنڊن جي تهن ۾ جنم وٺڻ لڳا. ماهرن جي چوڻ موجب انهن نباتات ۽ حيوانات جي اوائلي قسمن مان اڄ کان ڪروڙين ورهيه اڳ سمنڊن جي تهن اندر بنا ڪرنگهي وارا جانور (مڇيون، سپون ۽ ٻيا جيت) وجود وٺڻ لڳا. انهن مان اڳتي هلي 35 ڪروڙ ورهيه اڳ ڪرنگهي وارا جانور (مڇي ۽ ڏيڏر) تخليق ٿيا. اهو سڄو ارتقائي سلسلو

اجان سمنڊ جي پاڻي اندر موجود هيو. جانورن ۽ نباتات ۾ اها مرحليوار ارتقا جاري هئي. اڄ کان 14 ڪروڙ ورهيه اڳ سامونڊي جانورن جا ڪي خاص قسم ارتقا ڪري، انهيءَ لائق بڻيا جو هو سڪيءَ توڙي پاڻيءَ ۾ زندگي گذاري سگهن. جڏهن ان قسم جا جانور سمنڊ اندر وجود وٺڻ لڳا ته هو پنهنجي کاڌي خوراڪ جي حاصلات لاءِ سمنڊ ڇڏي آهستي آهستي خشڪيءَ ڏانهن وڌڻ لڳا. خشڪيءَ تي شروعات ۾ زندگي انهن جاين تي شروع ٿي، جتي ڍبڻ موجود هئي. انهن خشڪيءَ تي آيل جانورن مان اڳتي هلي رڙهندڙ جانورن جي قسمن (نانگ، ڪمي) وجود ورتو. ڪافي عرصي کان پوءِ پکي پيدا ٿيا. ننڍن توڙي وڏن جانورن جي مختلف قسمن مان کير پياڪ (ممالیه) قسم جي جانورن جهڙوڪ: گهوڙي، هاٿي، اُٺ، شينهن، هرڻ ۽ باندر پنهنجو وجود ورتو. اهي ٿڃ پياريندڙ جانور 8 ڪروڙ ورهيه اڳ تائين وجود وٺي چڪا هئا ۽ پنهنجي مرڪزي گروپن مان شاخن جي صورت ۾ ارتقا ڪري رهيا هئا. ان وقت تائين انسان جهڙي ڪنهن به قسم جي ساهواري جو هن ڌرتيءَ تي ڪو به وجود ڪو نه هيو. ان بعد 5 ڪروڙ سال اڳ پولڙن سان ملندڙ جلندڙ نسل جي جانورن مان هڪ مخصوص قسم جي جنس پنهنجو وجود وٺي رهي هئي ۽ ان ۾ انساني خاصيتون اڀري رهيون هيون. (1) اهي انسان نما جانور يا بن مانس (Anthropoid Apes) ان دور ۾ خشڪ علائقن ۾ پيدا ٿيا. انهن انسان نما باندرن مان 2 ڪروڙ سال اڳ انسان پنهنجي موجوده شڪل ۽ صورت اختيار ڪئي. ماهرن جي چئي مطابق انسان نما جانور کي مڪمل انسان بڻجڻ ۾ هڪ ڪروڙ سال لڳي ويا. (2) هيل تائين انهن انسان نما جانورن جي وجود جي شهادت ماهرن کي آفريڪا ۽ اتر هندستان جي مرڪزي ۽ گرم خطي تي پنهنجو وجود وٺندي ملي آهي. (3) ڪافي ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته انسان سان ملندڙ جلندڙ بن مانس جو ڪو نهايت اعلى ترقي يافته نسل ڪنهن گرم آبهوا جي علائقن ۾ آباد هيو. اهو نسل ضرور ڪنهن وڏي براعظم تي موجود رهيو هوندو، جيڪو بعد ۾ هندي وڏي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو. (4) اهو انساني نسل اڄ ڪالهه جي چمپنزي ۽ گوريلن کان گهڻو مختلف نه هوندو، جيڪو آفريڪا ۽ هند سنڌ جي علائقن ۾ موجود هيو. هي سڄو عمل يعني ”حيواني نسل“ مان ”انساني نسل“ جي ارتقا ٽئين ارضياتي دور (Tertiary Age) ۾ ٿيڻ لڳي. (5)

هاڻي اسان سنڌو ماٿر ڏانهن اچون ٿا ۽ ڏسنداسين ته هتي انساني ارتقا جون ڪڙيون ڪهڙي طرح دستياب آهن. سنڌ اندر اسان کي اهو ارتقا جو سلسلو تهي جبلن توڙي زمين جي تهن مان ترتيبوار ملي ٿو. ڌرتيءَ جي تمام هيٺانهن تهن مان اسان کي بنا ڪرنگهي وارا جانور ملن ٿا، جيڪي سمنڊ اندر موجود هيا. ان وقت سنڌو ماٿر جي ڌرتي سمنڊ هيٺ هئي. جنهن ڪري سمنڊ ۾ وجود وٺندڙ جانور جبلن جي مختلف تهن ۾ پنڊ پهڻ ٿي ويل ملن ٿا. جنهن ارتقا جي سلسلي وار ڪڙين کي اسان جي آڏو فلم جي ريل جيان ظاهر ڪري بيهاريو آهي. هيٺين تهن کان مٿين تهن ڏانهن ايندي ترتيبوار مڇين جا قسم، ريڙهيون پائيندڙ جانور، ان بعد ٿڻائتا جانور، وري پکي ۽ انهن جي مٿان آدم نما جانورن جا پنڊ پهڻ ( Fossils) ٿي ويل جسم ملن ٿا. جن جون ماهرن عمريون مقرر ڪيون آهن. سنڌ جي تهي جبلن جهڙوڪ کڏڙو ۽ پٻ مان ماهرن سامونڊي جانورن جا پنڊ پهڻ ٿي ويل جسم هٿ ڪيا آهن. کيرٿر مان پڻ اهڙائي سامونڊي جانور پنڊ پهڻ ٿيل مليا آهن. منڇر وارن تهن مان هاٿين، گهوڙن ۽ رهينوسيراز

جانورن جا هڏا پنڊ پهڻ ٿي ويل ملن ٿا. سنڌ اندر مختلف تحقيقاتن رستي جيڪي زندگيءَ جا آثار مليا آهن، انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اج کان 6 ڪروڙ ورهيه اڳ هتي ڪيترائي جيتن جا قسم، ڪرنگهي دار مڇيون، پکين جا مختلف قسم پيدا ٿي چڪا هئا، جڏهن ته کير پياريندڙ جانورن جو وجود هتي اج کان ساڍا چار ڪروڙ ورهيه اڳ تائين ملي ٿو. (6)

انساني ارتقا جو عمل باقي دنيا جي ڀيٽ ۾ سڀ کان پهريان هند سنڌ (ڏکڻ ايشيا) ۾ ٿيو. سنڌو ماٿر ۾ انسان ۽ فطرت جي وچ ۾ متمدن زندگي جي لاءِ تمام گهڻي ويڙهه ٿي ۽ انسان فطرت تي قابو پائڻ لاءِ ۽ ان کي سمجهڻ سان گڏوگڏ ان کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ مختلف ايجادون ڪيون. فطرت ۽ انسان جي وچ ۾ پيدا ٿيل هن ڇڪتاڻ انساني تمدن کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. ڇو جو ڏکڻ ايشيا يعني هند سنڌ جي موسمي فضا، پاڻي واري فضا ۽ حياتياتي فضا وغيره انسان جي مادي، اخلاقي ۽ روحاني تشڪيل ڪئي ۽ هن کي اڳتي وڌڻ جا موقعا فراهم ڪري ڏنا ۽ ڏکڻ ايشيا يعني هند سنڌ ۾ اهي مڙئي سهولتون هڪ ئي وقت دستياب هيون. ماهر ان راءِ جا آهن ته انسان جا پراڻي ۾ پراڻا آثار يعني دنيا ۾ سندس هئڻ جي وڏ کان وڏ اڳوٽي ثابتي سنڌو ماٿر ۾ ملي آهي. ڊاڪٽر باشم به ان خيال جو آهي ته اوائل ۾ انساني ارتقا هن ئي خوش نصيب واديءَ ۾ ٿي. (7) علم الانسان جي ماهر هاورڊ موئر ان خيال جو آهي ته انسان جي پهرين اوسر ايشيا جي ڏاکڻين حدن ۾ ٿي، (8) ۽ هو جانورن جي ڪيترن ئي نسلن کي ڏکڻ ايشيائي ڄاڻائي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته دنيا ۾ سڀ کان پهريان چوپايو مال سنڌو ماٿر ۾ پاليو ويو ۽ پالتو مال جا گهڻا قسم اصل ڏکڻ ايشيائي آهن. هاورڊ موئر مينهن، رڍ، ڇاپرو، ٻڪري، سوئر، ڪڪڙ، ڪتي، خچر، هاٿي ۽ مور کي ڏکڻ ايشيائي (هند سنڌ) جانور سڏيو آهي. پروفيسر ليڪي پڻ ان راءِ جو آهي ته اهي جانور پوءِ ڏکڻ ايشيا يعني هند سنڌ مان ارضياتي دور ۾ ئي بيرنگ پل رستي ٿيي آفريقا، آمريڪا ۽ يورپ تائين پکڙيا. (9) هاورڊ موئر پنهنجي ڪتاب ۾ وڏيڪ انڪشاف ڪري ٿو ته، ”ايشيا کنڊ جي ڏکڻ ۾ انسان ۽ انسان جي سڀيتا جي شروعات ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ جيوت جي اوسر ۾ انسان جهڙو جانور پهريان ايشيا کنڊ ۾ ئي وجود ۾ آيو.“ (10)

سنڌو ماٿر ۾ انسان 2 ڪروڙ سال اڳ ٽرتي جي ٽئين زماني (Tertiary) ۾ حيواني نسل کان علحده ٿيو. جڏهن ٽرتي جي ٽئين زماني ۾ سمنڊ سنڌو ماٿر جا اتر ۽ اولهه وارا جابلو حصا ڇڏيا. ته اهي وحشي انسان جي رهائش جا اوائلي ماڳ بڻيا. ان زماني جي ماڻهن جا جسم پنڊ پهڻ جي صورت ۾ زمين جي تهن مان ملن ٿا. ٽرتي جي ٽئين زماني جا انسان، وڻ ٽڻ ۽ ٻيون شيون گهڻي وقت گذرڻ ڪري اج پٿر جي صورت وٺي چڪيون آهن. (11) هيٺ اسان ان دور جي انسانن جي پنڊ پهڻ ٿي ويل ڍانچن جو ذڪر ڪنداسين، جيڪي ماهرن مختلف هنڌن تان هٿ ڪيا آهن.

ييل يونيورسٽي جي هڪ ماهر جي. اي. ليوس (G. E. Lewis (1930 ۾ هندستان جي سيوالڪ (Siwalik Hills) جبلن ۾ کوٽائي ڪندي هڪ انسان جو به ڄاڙيون هيٺيون ۽ مٿيون ڳولهي لڌيون آهن، جيڪي پٿرائجي چڪيون آهن. جن کي هن راماپٿيڪس (Ramapithecus) يعني ”ماڻهو جهڙو پوتر“ جو نالو ڏنو آهي. راما پٿيڪس انسان اج کان هڪ ڪروڙ 50 لک سال اڳ جي مايوسين زماني جو انسان آهي. هن انسان جي لڌل پٿرايل بوتي جو وري 1961ع ۾ ٻيهر اڀياس ڪيو ويو ۽ ماهرن هن

پٿرايل بوتي کي دنيا جو سڀ کان وڏيک قديم انسان قرار ڏنو. انساني علم جي ناميار ي ماهر ڪلارڪ هاويل (Clark Howell) موجب راماپٿيڪس جيڪو اڄ کان هڪ ڪروڙ 40 لک سال اڳ موجود هيو، هاڻوڪو انساني نسل ان جي اولاد مان آهي. (حوالو: ارلي مئن، ڪلارڪ هاويل، نيويارڪ 1970ع) ان بعد وري پاڪستان جي پوٺار جي علائقي مان پڻ پٿرايل انسان جو ڍانچو مليو، جيڪو 70 لک سال پراڻو آهي. جنهن کي ماهرن سواپٿيڪس (Sawapithecus) يعني ”هر دم زنده“ جو نالو ڏنو آهي. هن دور جو انسان ڪنهن به قسم جا اوزار ٺاهڻ جو ڏانءُ ڪو نه رکندو هو. هو پنهنجو گذران وڻن جي پاڙن، ميوون ۽ ماکي وغيره تي ڪندو هو. هو اڃان پنهنجي ارتقا جي اوائلي دور ۾ هيو. ڪيس پنهنجي باندر نما نسل کان ڌار ٿئي ٿورو عرصو گذري چڪو هو. هو پاڻ مان اڳئين دور جون خاصيتون ڪڍي رهيو هو. هو ڳالهائڻ لاءِ زبان کي استعمال ڪرڻ ۽ هلڻ لاءِ به پير استعمال ڪرڻ ۽ هٿن کي ڪم ڪرڻ لاءِ آزاد ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۾ مصروف هيو. (12) مري جي راوت مان به آرڪيالاجي ماهرن کي پراڻي پٿر دور جي انسانن جي موجودگي جا ثبوت مليا آهن. پنجاب جي مري واري علائقي ۾ ماهرن کي 1983ع ۾ کوٽاين دوران اهڙي انسان جون ثابتيون مليون جيڪي پٿر جا اوزار استعمال ڪندا هئا. هن انساني نسل کي علائقي جا نالي پويان روات انسان (Riwat Man) جو نالو ڏنو ويو. ماهرن ان انسان جي عمر 20 لک سال مقرر ڪئي آهي. (13) جڏهن ته ساڳي علائقي مان 45 هزار سال اڳ جي انسان جي سرگرمين جون به ثابتيون مليون آهن.

سنڌو ماٿري ۾ انساني وجود

انڊيا جي رياست آنڌرا پرديش مان آرڪيالاجي جي ماهرن پراڻي پٿر جي دور جا اوزار هٿ ڪيا آهن. جن ذريعي اها ثابتي ملي آهي ته سنڌو ماٿري ۾ جديد انسان (Homo sapiens) اڄ کان 74 هزار سال اڳ موجود هو. ان تحقيق بعد ماهرن کي اها راءِ بدلائي پئي ته دنيا ۾ پهريون جديد انسان 50 هزار سال کان 60 هزار سال اڳ آفريڪا ۾ موجود هو. آڪسفورڊ يونيورسٽي (Oxford University) جي سائنسدان مچيل پيٽراگاليا (Michael Petraglia) آنڌرا پرديش ۾ ان پروجيڪٽ تي تحقيق ڪرڻ بعد دکن هيرالڊ (14) سان ڳالهائيندي اهڙو انڪشاف ڪيو. پيٽراگاليا موجب پراڻي پٿر دور جي انسان جون ان قسم جو ثابتيون هن کان اڳ موجوده پاڪستان جي پوٺوهار ريجن جي سون ماٿري جي ڏابا ڳوٺ مان به مليون آهن. ان ڪري هاڻي اسان چئي سگهون ٿا ته جديد انسان آفريڪا کان به اڳ انڊيا ۾ رهندو هو.

هند سنڌ ۾ هن قسم جي ماڻهو ملڻ کانپوءِ ماهرن کي پنهنجا رايا بدلائڻا پيا ۽ هنن ان ڳالهه کي تسليم ڪيو ته دنيا ۾ سڀ کان اول آدم جي پيدائش سنڌو ماٿر ۾ ٿي ۽ سنڌو ماٿر ئي انساني ارتقا جو پهريون مسڪن بڻي. هن کان اڳ دنيا ۾ جيڪي بين هنڌن تي قديم انسان جا آثار مليا آهن، سي سڀ سنڌو ماٿر ۾ مليل انسان کان پوءِ جا آهن. جنهن ڪري اسان هاڻ بنا ڪنهن هٻڪ جي سائنسي تحقيقاتي بنيادن تي اها

ڳالهه چئي سگهون ٿا ته سنڌو ماٿر اوائلي انساني ارتقا جو بنياد هئي ۽ شروع ۾ هتان ئي انسان پنهنجو پهريون سفر شروع ڪيو.

## سنڌو ماٿر ۾ پٿر دور جا ماڳ:

جڏهن انسان، حيواني نسل کان ڌار ٿي پنهنجو سفر شروع ڪيو ته هن پنهنجي بچاءَ ۽ کاڌي جي بندوبست لاءِ نوان اوزار تلاش ڪرڻ شروع ڪيا، جيڪي ڪيس وڻن جون پاڙون کوٽڻ، ميووا چنڻ وغيره ۾ مدد ڏيڻ لڳا. اهي اوائلي انساني اوزار هيا پٿر، جن کي ئي پهريان انسان پنهنجي ڪتب آڻڻ شروع ڪيو. ان ڪري جيتري عرصي تائين انسان پٿر جا اوزار استعمال ڪندو آيو، ماهر سندس ان سماجي ارتقائي دور کي "پٿر دور" جي نالي سان ياد ڪندا آهن. سنڌو ماٿر اندر هي دور 10 لک سال کان 4 هزار سال ق-م تائين هليو. هي دور پڻ ٽن مختلف حصن ۾ ورهايل آهي، جيڪي هي آهن:

(1) پراڻو پٿر دور (Paleolithic Age) 10 لک کان 15 هزار سال ق-م

(2) وچون پٿر دور (Mesolithic Age) 15 هزار کان 8 هزار ق-م

(3) نئون پٿر دور (Neolithic Age) 8 هزار کان 4 هزار سال ق-م

اسان هيٺ سنڌو ماٿر جي انسانن جي پٿر دور جي سرگرمين جي پهرين ٻن دورن يعني پراڻي ۽ وچين پٿر دور جو جائزو وٺنداسين.

## (1) پراڻو پٿر دور

جڏهن اوائلي وحشي ماڻهو وڻن تان هيٺ لٿا ۽ گهاٽا ٻيلا ڇڏيا ته هنن پهريان رهائش لاءِ ميداني علائقا چونڊيا ۽ هو ميداني علائقن ۾ درياهن، ڍنڍن ۽ چشمن پرسان رهڻ لڳا. جتي کاڌو پيتو جهجهي مقدار ۾ دستياب هيو. هي دور انسانذات جي "ٻالڪپڻ" جو دور هيو. هن دور ۾ وحشي انسان خونخوار جانورن کان بچاءَ لاءِ پٿر ۽ ڏنڊا پنهنجي پهرين اوزار طور استعمال ڪرڻ شروع ڪيا. هن اهڙا پٿر گڏ ڪرڻ ۽ استعمال ڪرڻ شروع ڪيا، جيڪي هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي يا پاڻيءَ جي وهڪري ڪري پڇي پري لسا ٿي ويا هئا ۽ چپٽرا ٿي تکا ٿي چڪا هئا. جن جي مدد سان هن وڻن جون پاڙون کوٽي، ميووا چني ۽ ننڍن ننڍن ٻين ساهوارن کي ماري يا انهن جو شڪار ڪري، انهن کي کاڌي طور استعمال ڪرڻ شروع ڪيو.

هن دور ۾ انسان اڃا پنهنجي شروعاتي ارتقائي دور ۾ هيو، نه هن ڪي اوزار گڏ ڪيا هئا يا ايجاد ڪيا هئا ۽ نه وري پوکي راهي ڪرڻ تائين سندس شعور پهتو هو. نه وري هن دور جو انسان مال پالڻ سکيو

هو. هو چڙواڳ زندگي گذاريندو هو، جتي رات پوندي هئس اتي وٽن تي وڃي سمهي پوندو هو. وري صبح جو اٿي پنهنجي کاڌي خوراڪ جي تلاش ۾ نڪري ويندو هو. جڏهن هن لاءِ کاڌي جي تلاش جيئن پوءِ تيئن مشڪل بڻجڻ لڳي ته هن ٻيلن ۾ رهندڙ مختلف جانورن کي شڪار ڪري انهن جو گوشت پنهنجي غذا ۾ شامل ڪيو. جانورن جو شڪار ڪنهن به اڪيلي ماڻهو جي وس جي ڳالهه نه هئي. ان ڪري پهريون دفعو ان دور جي انسان کي هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ جي ضرورت محسوس ٿي ۽ هن اڪيلي زندگي گهارڻ ختم ڪري ٽولن جي صورت اختيار ڪئي. جنهن سان ئي اجتماعي زندگي گذارڻ جو پهريون تصور جڙي راس ٿيو ۽ اهڙي طرح اوائلي وحشي انسان پهريون دفعو ”سماجي جانور“ ٿي پيو. اها ان دور ۾ ”انساني سماج“ جي جڙاوت ۾ وڏي اهم تبديلي هئي. ان تبديليءَ انسان کي اڳتي وڌڻ، پنهنجو نسل وڌائڻ، گڏيل ايجادون ڪرڻ ۽ سماج جي تعمير ڪرڻ ڏانهن وک وڌائڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

سنڌو ماٿر اندر پراڻي پٿر دور جي انسانن جي رهائش جا هنڌ ۽ سندن استعمال جا اهي اوزار به لڌا ويا آهن، جيڪي هن پٿر مان جوڙيا هئا. ويجهر ۾ ماهرن پنجاب صوبي جي پوٺار ريجن ۾ راولپنڊي ويجهو ”سون ندي“ جي ڪناري سون ماٿر مان انهن اوائلي انسانن جا اوزار ۽ رهائشي آثار ڳولي لڌا اٿن. جن جي عمر 5 لک سال مقرر ڪئي اٿن ۽ ان دور کي ”سون ڪلچر“ جو نالو ڏنو اٿن. (15)

ماهر ”سون ماٿر“ مان لڌل اوزارن بابت چون ٿا ته اتان جيڪي اوزار صفا هيٺين تهه تان مليا آهن، سي سون ڪلچر جي مٿئين تهه تي رهندڙ ماڻهن کان اڳ جي آبادي جا آهن ۽ انهن کي سون ڪلچر کان اڳ جا اوزار ڪوٺيو اٿن. (16) سون ماٿر مان مليل پٿر دور جي انسانن جي رهائشي آبادي جو تعلق ٻن دورن سان آهي. صفا آخري دور جي عمر 5 لک سال ٿيندي ۽ ٻيو تهه 4 کان 2 لک سال جي وچ جو آهي. پهرين تهه تان اڻ گهڙيا پٿر مليا آهن، ان دور جا ماڻهو اڃا پٿرن کي گهڙڻ ۽ انهن کي استعمال ۾ آڻڻ لاءِ مختلف شڪليون ڏيڻ ڪو نه سکيا هئا. هو استعمال لائق پٿر گڏ ڪندا هئا. پر ٻئي دور جا ماڻهو ڪجهه ترقي ڪيل ڏسجن ٿا. جن پٿر مان ڪهاڙيون، تيرن جا منهن ۽ ٻيو وڍ ٽڪ جو جهڙو تهڙو سامان تيار ڪري ورتو هو. ان وقت به هو اڃا کاڌو گڏ ڪندا هئا ۽ شڪار ڪندا هئا. مال ڌارڻ يا پوکي راهي ڪرڻ تائين سندن شعور ڪو نه پهتو هو. (17) سون ماٿر ۾ رهندڙ پٿر دور جي انسانن بابت قديم آثارن جي مشهور ماهر سر مورٽيمر ويلر جو رايو آهي ته، ”پاڪستان (سنڌو ماٿر) ۾ سڀ کان پراڻي ۾ پراڻي انساني آباديءَ جي ثابتي اسان کي راولپنڊي ويجهو سون نديءَ جي ڪنارن تي اڻ گهڙيل پٿرن جي صورت ۾ ملي آهي. اتان مليل اوزارن ۾ ڪي سادي نموني جا چرا ۽ ڪهاڙيون مليون آهن، جيڪي لڳ ڀڳ 5 کان 3 لک سالن جي عمر جا ٿيندا.“ (18)

هي سون مان مليل اوزار لوٽي ندي (ننگر پارڪر) جي اوزارن سان مشابهت رکندڙ ۽ هم عمر آهن. (19) هي اهي ئي اوزار آهن، جن سان هاڪڙو تمدن جا ماڻهو ڪم ڪار ڪندا هئا. ماهر سون مان لڌل اوزارن متعلق چون ٿا ته اهي روهڙي ۽ سکر جي هنڌن تان لڌل ابتدائي پٿر جي اوزارن جي سڌريل شڪل آهن. اهي اوزار سکر کان سواءِ واگهو در ڪراچي مان پڻ مليا آهن. لئمبرڪ ان جي تصديق ڪئي آهي ته ڪراچي جي اپرندي ڪپر تي واگهي در وٽ ۽ ان جي پرپاسي ۾ پڻ اهڙن اوزارن جي

ڪجهه سڃاڻپ ڪئي وئي آهي. (20) ان دور جي پٿر دور جي انسانن جا اوزار بياس ندي (پنجاب) جي ماٿريءَ مان پڻ مليا آهن. انهن آثارن جو انڪشاف آثار قديمه جي ماهر ب ب لال ڪيو هو ته بياس نديءَ جي ماٿر ۾ پراڻي پٿر دور جا اوزار مليا آهن. (21)

مٿي بيان ڪيل "سون ڪلچر" انهن ماڻهن جو ئي آهي، جيڪي سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب تائين پکڙيل هئا، ميدانن ۾ رهندا هئا. انهن ڏينهن ۾ موسم اڃا خشڪ هئي. جڏهن برفباري شروع ٿي، هوائون گهمجي ويون ته انسانن لاءِ کليل ميدانن ۾ رهڻ مشڪل ٿي پيو. جنهن ڪري هنن برفباريءَ کان بچڻ لاءِ غارن کي رهائش لاءِ استعمال ڪيو. جڏهن ته هن کان اڳ اوائلي انسان اڃا غارن جو رخ ڪو نه ڪيو هو. جيئن ته سنڌ اندر جبلن ۾ غارن جو تعداد جهجهو موجود هيو، ان ڪري سنڌونديءَ ۽ ٻين ندين ۽ ڍنڍن جي ڪنارن تي رهندڙ انسانن غارن ۾ پناهه ورتي ۽ اتي وري نئين زندگيءَ جو آغاز ڪيو. انهن غارن مان ملندڙ پٿر جي اوزارن جي باقيات مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هو ميداني علائقن ۾ رهندڙ پنهنجن ابن ڏاڏن کان وڌيڪ ترقي ڪري چڪا هئا. (22)

اڄ کان هڪ لک سال اڳ سنڌو ماٿر ۾ اوائلي انسان الهندي وارن جبلن ۽ ٽڪرن جي غارن ۾ رهڻ لڳو. انهن غارن جا آثار سنڌ ۾ ڪافي تعداد ۾ مليا آهن. قديم زماني جي ماڻهن جون کوپريون سيوهڻ جي پرسان شاهه بلاول جي واٽ تان پڻ لڌيون آهن. (23) لکين ورهيه اڳ جا لاش پٿرن جي اوزارن سميت ٽنگا نيڪا مان لڌا ويا آهن. لڪيءَ جي جبلن مان ڪوسي پاڻيءَ جي چشمن جي پريان هڪ ٽڪريءَ تي هڪ غار لڌو ويو آهي، جيڪو "هڪ ٽنيو" سڏبو آهي. (24) اهو به نهايت قديم زماني جو غار آهي. خيبر پختون خواهه صوبي ۾ شنگهائو وٽ پڻ ان دور جي ماڻهن جو هڪ رهائشي غار مليو آهي. ماهرن اتان مليل باقيات جي عمر هڪ لک کان 40 هزار سال ق - م مقرر ڪئي آهي. (25)

هن دور ۾ اوائلي انسان ننڍين ننڍين ٽولين جي صورت ۾ غارن ۾ رهڻ لڳو. هي ٽوليون شروع ۾ ڪٽنب، قبيلي يا قوميت جي صورت ۾ منظم ڪو نه هيون. پر هن دور ۾ هو رولو زندگي ڇڏي ڪري ٽولين جي صورت ۾ رهڻ لڳا. هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ڪري هنن جي دلين ۾ رحم، قرب ۽ پنهنجائپ وارو جذبو پيدا ٿيو. هن وقت انسان اڃا باهه ٻارڻ جو هنر ڪو نه سکيو هو. ان ڪري هو پنهنجي عزيزن کي مرڻ بعد پٿرن هيٺان پوري ڇڏيندو هو. جيئن لاش ڏڀ نه ڪري. اهڙيون ڪافي شهادتون سنڌ اندر مليون آهن، جيڪي ان وقت جي مدفن انسانن جون آهن.

پراڻي پٿر دور جي ماڳن جي وڌيڪ چوڪ چڪاس ڊسمبر 1975ع ۾ برطانيه جي ڪيمبرج يونيورسٽيءَ جي آرڪيالاجي شعبي جي ماهر ڊاڪٽر الچين ۽ سندس زال ۽ ٻين ٻن ميمبرن سنڌ اندر شروع ڪئي. هنن دعوى ڪئي آهي ته، "سنڌ ۾ پٿر دور جي انسانن طرفان اوزار ٺاهڻ جي ڪارخانن وارا هنڌ، ماڳ ۽ مڪان موجود آهن...... اسان روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۽ حيدرآباد ويجهو اهڙا آثار معلوم ڪيا آهن ۽ اهڙا ماڳ ۽ مڪان ڏٺا آهن، جن کي پٿر جي دور جي اوزارن ٺاهڻ جي ڪارخانن جا هنڌ چئي سگهجي ٿو." انهن آثارن بابت ڊاڪٽر الچين جي راءِ آهي ته اهي آثار پنهنجي خاص نوعيت

وارا هنڌ آهن، جن جهڙا دنيا ۾ هن کان اڳ فقط مصر ۾ مليا آهن. پروفيسر الچين هتان مليل اوزارن کي پراڻي پٿر دور جا اوزار سڏيو آهي ۽ انهن جي عمر 50 هزار سال ق - م مقرر ڪئي اٿائين. (26)

هيءُ اهو دور هيو، جو اڃا تائين پوڪي راهي ڪرڻ تائين انساني شعور ڪو نه پهتو هو. ان ڪري هو پنهنجي کاڌي جو پورائو مڇي ماري ۽ وڻن مان ميوو چني ڪندو هو ۽ گڏوگڏ سنڌو نديءَ جي پر وارن ٻيلن مان پکين ۽ جانورن جو شڪار پڻ ڪندو هو. هن شڪار بعد جانورن جي کلن مان هڏن جي ٿهيل سين رستي پنهنجو لباس تيار ڪري ورتو. هاڻ هو قدرت جي رازن ۽ رمزن کي سمجهڻ لاءِ پنهنجو عقل استعمال ڪرڻ لڳو. جڏهن هن ٻيلن ۾ وڻن جي گسڻ ڪري باهه پيدا ٿيندي ڏٺي ته هن اتان ٿانڊو ڪٺي اچي پنهنجن اونداهن غارن کي روشن ڪيو. غارن ۾ اها باهه ڏينهن رات ٻرندي رهندي هئي. ان باهه تي هو گوشت پچائي کائڻ لڳا ۽ غارن ۾ ايندڙ خونخوار جانورن کي پچائڻ جو ڪم به باهه کان وٺڻ لڳا. سردين ۾ ڏڪندڙ انسانن کي باهه جهڙي بي بها نعمت هٿ اچي وئي. هو ان باهه کي سانڍڻ ۽ ان کي پنهنجن هٿن سان پيدا ڪرڻ لاءِ جتن ڪرڻ لڳا. هنن کي اها اٽڪل سجهي آئي ته ٻن پٿرن کي پاڻ ۾ زور سان مهٽڻ سان باهه پيدا ٿي پوي ٿي. هاڻ باهه جي دريافت انساني زندگيءَ ۾ عجيب انقلاب آڻي ڇڏيو.

پراڻي پٿر دور جي انسانن پنهنجي دور ۾ ارتقا جا جيڪي حيرت انگيز ڏاڪا طئه ڪيا، انهن ۾ گڏ رهڻ جو تصور پيدا ٿيڻ، باهه جي دريافت ٿيڻ سان گڏوگڏ سندس وڏي ۾ وڏو ڪارنامو ٻوليءَ جي ايجاد هيو. هن دور ۾ ماڻهن پنهنجي ضرورتن کي آڏو رکي، هڪ ٻئي سان رابطو قائم رکڻ لاءِ، هڪ ٻئي کي ڏکئي وقت تي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ لاءِ آهستي آهستي ٻولي جي تخليق ڪرڻ شروع ڪئي. مختلف قسم جا اشارا ۽ آواز بامعنى لفظن جي صورت اختيار ڪرڻ لڳا. جن اڳتي هلي هڪ مڪمل انساني ٻوليءَ کي جنم ڏنو. هن دور جي ختم ٿيڻ کان پوءِ انسانذات پنهنجي ارتقا جي ٻئي دور يعني وچين پٿر دور ۾ پهچي وئي.

## (2) وچون پٿر دور

هن دور ۾ پيداواري ذريعن وڏيڪ ترقي ڪئي. اوزارن ۾ سڌارو ۽ واڌارو آيو، تير ڪمان ايجاد ٿي، جنهن ڪري شڪار زور ورتو. پٿر مان نوان اوزار ٺاهيا ويا، جهڙوڪ: ڪرپي، ڪهاڙي، ڪنڊي ۽ ڇري. هن دور جي آخر ۾ مٽيءَ جا برتن ٺهڻ شروع ٿيا. ان سان گڏوگڏ جانورن پالڻ جي ابتدا ٿي. جڏهن اوائلي انسان جانور پاليا ته سندس تان ڪم جو بار هلڪو ٿي پيو ۽ ڪيس بار ڍوئڻ ۽ سواري ڪرڻ لاءِ ذريعو ميسر ٿي ويو. جنهن ڪري سندس ڪيترين ئي تڪليفون دور ٿي ويون. ان کان سواءِ سندس کاڌي پيتي جو بندوبست پڻ آسان ٿي پيو. هن پاليل جانورن جو کير ۽ گوشت پنهنجي غذا ۾ شامل ڪري ورتو. هن ئي دور جي آخر ۾ زمين کيڙڻ طرف انسان جو ڌيان ويو. هن ڍنڍن ۽ درياهن جي ڪنارن تي زمين جا ننڍا ٽڪرا کيڙڻ شروع ڪيا. پيداواري ذريعن ۾ ترقي ٿيڻ ڪري، ماڻهن جو

وڌو تعداد رولو زندگي ڇڏي ڪري مستقل طور آباد ٿيڻ شروع ٿيو. جنهن ڪري برادري نظام وڌيڪ پڪو ۽ پختو ٿيو، ٻوليءَ جي اوسر وڌيڪ تيز ٿي. ماڻهن جي وڏن وڏن ٽولن درياهن ۽ ڍنڍن جي ڪنارن سان پاڻيءَ جي سهنج ۽ شڪار جي سهوليت کي نظر ۾ رکندي رهائش اختيار ڪئي. ڪم گڏ ٿيڻ لڳو، کاڌي پيتي جي ورهاست هڪجهڙي ٿيڻ لڳي.

سنڌو ماٿر اندر وچون پٿر دور 15 هزار کان 8 هزار ق - م تائين هليو. هن دور جي انساني وسندين جا آثار گجرات، ڪاٺياواڙ، سکر جي ويجهو روهڙي، ڪراچي، حيدرآباد ۽ منڇر ڍنڍ جي پسگردائين مان مليا آهن. (27)

هن دور جا ماڻهو پنهنجا پٿر جا اوزار چقمقي پهڻ مان تيار ڪندا هئا. جيڪي کيس اروڙ جي کنڊرن (سکر) جي آس پاس وارين ٽڪرين مان ملندا هئا. ماهرن اتان چقمقي پهڻ جو اهڙو ڪارخانو ڳولي لڌو آهي. اهي چقمقي پهڻ جا اوزار ان ڪري وڌيڪ استعمال ۾ ايندا هئا، ڇو جو چقمقي پهڻ سخت هجڻ ڪري گهڻو ڪري وڍ ٽڪ جو سامان ڇريون، ڪات، ڪنڍيون انهيءَ مان پائيدار ۽ سٺيون ٺهنديون هيون. جيڪي وري تکيون ڪري استعمال ڪيون وينديون هيون. لئمبرڪ ڄاڻائي ٿو ته اهڙي اوچي قسم جا اوزار ۽ انهن جي ٺهڻ جا هنڌ روهڙي ۽ ڪوٽڏيجي لڳ آهن. اهڙائي ڪيترائي هنڌ وچولي ڪوهستان ۾ ۽ ٻيا ڪيترا ساموندي ڪپر سان ڏاڪڻين ٽڪرين وٽ به آهن. (28)

هن دور ۾ اوزارن ۾ ترقي اچڻ ڪري ۽ ٻيو ته برفاني دور ختم ٿيڻ ڪري ماڻهو نون علائقن ڏانهن ڦهلجڻ لڳا. هنن وڏي تعداد ۾ ڍور ڍڳا، رڍون ۽ ٻڪريون وغيره پالڻ شروع ڪيون. هن دور جي ماڻهن جي رهائشي هنڌن تان مٽيءَ جا ٺهيل برتن پڻ هٿ آيا آهن، جيڪي تمام شروعاتي قسم جا آهن، جيڪي هٿ تي ٺاهيا ويندا هئا، اڃا چڪ جو استعمال ڪو نه ٿيو هو. هيٺانهين سنڌ جا ماڻهو گهڻو ڪري هن دور ۾ مڇيءَ جو شڪار وڌيڪ ڪندا هئا. سنڌن ان دور جا اوزار ٺارو ٽڪري ۽ گولف ڪلب ڪراچي پرسان مليا آهن. روهڙي طرف مليل به ماڳ شهنشاهه بلوچ ۽ نواب پنجابي به هن دور جي انسانن جون وسنديون آهن. هن دور جا ٻيا آثار ماهرن هاڪڙي درياهه جي ڪنارن سان پڻ لڌا آهن. جن کي پٿر جا اوزار روهڙي طرف کان هاڪڙي درياهه رستي پهچندا هئا. (29)

هن دور جي ماڻهن پٿر کي وڍي ٽڪي خاص شڪليون ڏئي استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. هنن کاڌي کي پچائڻ لاءِ پٿر جون پاٽيون ۽ تراڪڙيون استعمال ڪرڻ شروع ڪيون. آهستي آهستي اوائلي انسانن پنهنجي پٿر جي اوزارن کي سڌارڻ شروع ڪيو. هاڻي هو پٿر مان عمدي قسم جا اوزار ٺاهڻ لڳا. هنن مڇي پڪڙڻ لاءِ ڪنڍيون، پٿر جا نيزا، پاڻي ڍوئڻ لاءِ جانورن جي کلن مان پکالون ٺاهي ورتيون. ان کان سواءِ ان ئي دور ۾ پٿر جون بهترين ڪهاڙيون، ڇريون ۽ ٻيو وڍ ٽڪ جو سامان ٺاهيو ويو. اهڙيون شيون لوٺي ندي (ننگر پارڪر) ۽ ٻين هنڌن تان مليون آهن. (30) اهڙي قسم جا ٻيا اوزار ڪئپٽن ريڊ ڊڪ 1941ع ۾ ڊرگ روڊ (ڪراچي) يعني سنڌ جي ڏکڻ اولهه طرف لڌا آهن. جيڪي گهڻو ڪري پهرين جي چنڊ جي شڪل جا آهن. شايد اهي مڇي مارڻ جا اوزار يا تيرن جا ڦر ئي هجن. جن جا ڪاٺ جا ڳن گهڻي وقت گذرڻ ڪري مٽيءَ ۾ ملي ويا آهن. (31)

هن دور ۾ شڪار لاءِ نوڪدار تکن اوزارن ۽ ٻئي وڏ ٽڪ جي سامان شڪار کي وڌي هٿي ڏني ۽ هاڻ ماڻهن جا ٽولا سيوستان، مڪران، هاڪڙي ۽ سنڌوءَ جي ڪنارن وارن ٻيلن ۾ شڪار لاءِ نڪري پيا. ان وقت هاڪڙي ۽ سنڌوءَ جي ڪنارن وارن ٻيلن ۾ هاٿي، گينڊا، باندر، چيتا ۽ ٻيا قسمين قسمين جانور رهندا هئا. هن دور کي ماهر شڪاري ۽ مال ڌارينڌڙ ماڻهن جو دور چون ٿا. چو ته هن دور ۾ اجا زراعت ڪا بيان ڪرڻ جهڙي ترقي ڪانه ڪئي هئي ۽ نه وري هن دور جا ماڻهو قبائلي نظام هيٺ گڏ ٿي سگهيا هئا. هو اجا ننڍن ننڍن خاندانن ۽ برادرين ۾ ورڇيل هئا، جيڪي خوني رشتيداريءَ تي ٻڌل هيون.

## سماجي زندگيءَ جو جائزو

شروع ۾ سماج اندر طبقن جو وجود ڪونه ٿيو هو، ڪو به ظالم ۽ مظلوم، آقا ۽ غلام ڪو نه هيو، سڀني انسانن جو رتبو هڪ جهڙو هيو. ماڻهو هڪ ٻئي جو استحصال ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي زندگي گذاريندا هئا. سماج ۾ طبقاتي نظام تمام گهڻو پوءِ وجود ۾ آيو. ان ڪري طبقاتي نظام کان اڳ جي هن نظام کي سماجي سائنس جا ماهر ”ابتدائي ڪميونزم“ يا ”راڄوڻي نظام“ چون ٿا.

سنڌو ماٿر ۾ پراڻي پٿر دور ۽ وچين پٿر دور جي ماڻهن جي سماجي زندگي تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ان دور ۾ هتي اجا طبقاتي نظام جو بنياد ڪو نه پيو هو. سڀ ماڻهو گڏجي پيداوار ۾ حصو وٺندا هئا، جن ۾ عورتون، مرد، ٻار ۽ ٻڍا شامل هوندا هئا ۽ هو سخت جدوجهد کان پوءِ حاصل ڪيل پنهنجي روزيءَ کي هڪ ٻئي ۾ برابر ونڊي ورڇي استعمال ڪندا هئا. ان دور ۾ نجي ملڪيت جو بنياد ان ڪري پئجي نه سگهيو هو ته اوزارن جي اڻ هوند ۽ سادگيءَ ڪري ڪو به اڪيلو ماڻهو ان لائق نه هوندو هو ته هو اڪيلي سر ڪو ڪم ڪري سگهي. هن کي هر وقت پاڻ جهڙن ٻين ماڻهن جي مدد جي ضرورت پوندي هئي. جيئن شڪار ڪرڻ وقت، ڦل گڏ ڪرڻ وقت سڀ گڏجي ڪم ڪندا هئا ۽ هنن کي سخت محنت ۽ مشقت کان پوءِ به مس ايترو کاڌو يا شيءَ نصيب ٿيندي هئي، جنهن مان پنهنجو پيٽ قوت حاصل ڪري سگهن. ان ڪري فاضل پيداوار جي جمع ٿيڻ جو سوال ئي پيدا ڪونه ٿيندو هو. ان ڪري ذخيره اندوزي ڪرڻ ان دور ۾ ناممڪن هئي. (32) هن دور ۾ ڪنهن به حڪومت، رياست يا قانون جو تصور ڪو نه هيو، سڀ ماڻهو گڏجي پنهنجو بچاءُ ڪندا هئا. خونخوار جانورن جي حملن ۽ ٻاهرين حملي آورن سان گڏجي جنگ ڪندا هئا. هنن وٽ ان وقت علائقائي ورهاست جو تصور به موجود ڪو نه هيو. هو فطري حدبندين اندر رهندا هئا، يعني هو اتي وڃي پنهنجا ديرا چمائيندا هئا، جتي خوراڪ وافر مقدار ۾ ملندي هئي ۽ پاڻي جو سهنج موجود هوندو هو.

هن دور ۾ سنڌو ماٿريءَ جا رهواسي وحشي دور مان نڪري، اڪيلي زندگي گذارڻ واري عادت ڇڏي برادرين ۽ خاندان ۾ متحد ٿيا. اهي برادريون ۽ خاندان خوني رشتن تي ٻڌل هوندا هئا. شروعات ۾ منجهن آزاد جنسي تعلقاتن جو رواج هيو. آزاد جنسي تعلقاتن ڪري ڪنهن به پيدا ٿيندڙ ٻار جي باري ۾ ڪا به

خبر ڪانه پوندي هئي ته ان جو پيءُ ڪهڙو آهي. ان ڪري نسب جو سلسلو ماءُ کان هلندو هو. ان ڪري قديم سماج ۾ عورت جي وڏي عزت هوندي هئي. عورت ئي سڄي خاندان تي راڄ ڪندي هئي. هڪ برادري يا خاندان اندر جيڪي به مرد يا عورتون هونديون هيون سي سڀ هڪ ٻئي سان جنسي تعلقات رکندا هئا، جنهن ۾ رشڪ يا رقابت جي ڪا به گنجائش نه هوندي هئي. (33) ان ڪري هن دور جي سماج کي سماجي سائنس جا ماهر ”ماءُ آدرشي سماج“ جو نالو ڏين ٿا، ڇو ته هن دور ۾ عورت ئي حڪمران هئي. هو ئي برادرين ۽ خاندان جي اڳواڻ هئي. کاڌي جي ورهاست، نسلي پرورش ۽ پاليل مال جي سار سنڀال سندس ذمي هوندي هئي.

هن دور جي انسانن جي ايجادن تي جيڪڏهن نظر وجهجي ٿي ته خبر پوي ٿي ته هن دور ۾ انسانن جيڪي اڳ الف اگهاڙا گهمندا هئي، تن شڪار ڪيل جانورن جي کلن سان پنهنجا تن ڍڪڻ شروع ڪيا. پنهنجو تن ڍڪڻ جو خيال کين اوگهڙ ڍڪڻ بدران سرديءَ يا گرميءَ کان پاڻ کي بچائڻ ئي هيو. جنهن اڳتي هلي ستر ڪرڻ جي شڪل اختيار ڪئي. هن دور جي وڏي ۾ وڏي ايجاد باهه جي دريافت پڻ هئي. باهه جي مدد سان هو گوشت پچائي ۽ نرم ڪري واپرائڻ لڳا. هن دور جي انسانن جا اوزار پٿر، ڪاٺين، هڏن ۽ سڱن جا ٺهيل هوندا هئا. هن دور ۾ انسان فطرتي محتاجيءَ مان نڪري، خود خوراڪ پيدا ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳو. اهڙي طرح لکين سالن تي ٻڌل سماجي ارتقا جو هيءُ دور انسانذات جي ارتقائي سفر ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿو.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. انساني ارتقا جي هن سڄي سلسلي کي سمجهڻ لاءِ هيٺيان ڪتاب ڏسڻ گهرجن:

- ايلين، ميخائيل ۽ ايلينا سيگان، ”انسان بڙا ڪيسي بنا“ ڪراچي 1982ع
- مغل، سڪندر، ”ارتقا جي ڪهاڻي“ حيدرآباد 1985ع
- موئر، هاورڊ، ”وحشي جيوت جا نشان“ حيدرآباد

2. مغل، سڪندر”ارتقا جي ڪهاڻي“ ص- 65، 106، 116-117

3. پروئل هنري ابي، ”انسان جي قدامت“ ماهوار سائنس، فيبروري، 1982ع ص- 43

4. اينگلس، فريڊرڪ”منتخب تصنيفات“ حصو 3، ماسڪو 1973، ص- 7

5. بريفالٽ، رابرٽ، ”تشڪيل انسانيت“ ص- 98

6. Panhwar, M.H. “Chronological dictionary of Sindh” P- 1-3

7. Basham A.L. “The Wonder that was India” P-10

8. موئر، هاورڊ، ص- 94

9. Leaky, L.S.B. “The Stone Age of Africa” P-21

10. موئر، هاورڊ، ص- 99

11. مهرچند، پيرومل، ”قديم سنڌ“ ص- 53

12. Panhwar, M.H. “Man in Sindh” Sindhological Studies, Summer 1982, Institute of Sindhology Jamshoro, P-14-15,18

وڌيڪ ڏسو: پنهور ايم ايچ، ”سنڌ جي تاريخ ۽ آثار قديمه تي تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 2-1984، ص- 161

13. Ref: B. Bower, *Early Tool Making: An Asian Connection*, Science News (1988).

Riwat Man

14. Kalyan Ray, Homo sapiens may have reached India 74,000 yrs ago, New Delhi, Mar 3, 2010, DHNS

http://www.deccanherald.com/content/56043/homo-sapiens-may-have-reached.html

See also: Patnaik R, Chauhan P, India at the cross-roads of human evolution, J Biosci. 2009 Nov;34(5):729.

See also: http://www.ncbi.nlm.nih.gov/pubmed/20009268

15. Gordon, G.H. Col, “The stone Industries of Holocene in India and Pakistan” Ancient India No: 6, 1950, P-64

Also refer: Sorly, H.T. “Sindh Gazetteer” Karachi, 1968, P-105-106

Pithawala M.B. “Historical geography of Sindh” P-20

16. Paterson. T.T. and Orummond, H.J.H, “Soan-The Paleolithic age of Pakistan” Karachi, 1962

17. Gauhar, Altaf, “Twenty years of Pakistan” Karachi, 1969, P-622

18. Wheeler, S.M. “The Archaeology of Pakistan” The Cultural heritage of Pakistan, Karachi, 1955, P-20

19. Panhwar, M.H. “Chronological dictionary of Sindh” P- 7-8

20. لئمبرڪ، ايچ. ٽي، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-83

21. Panhwar, M.H. “Chronological dictionary of Sindh” P- 7to 14

22. Sorly, H.T. “Sindh Gazetter” P-106 to 109

23. مهرچند، پيرومل، ”قديم سنڌ“ ص-54

24. Cousens H. “The Antiquities of Sindh” P-45

25. Channa, M.H “Pre Harappan Civilization in Indus Valley” Sindh Quarterly, 1978, P-19

26. Report “Bulletin” Vol: 5, 1975-76, Institute of Sindhology p-18

27. گنڪوفسڪي، يوري، ”پاڪستان ڪي قوميتين“ ماسڪو 1976ع، ص31

28. لئمبرڪ، ايچ ٽي، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-84 ۽ 113

29. Panhwar, M.H, “Man in Sindh…” Sindhological Studies-Journal, Institute of Sindhology, Jamshoro, Summer 1982, P-22

30. Patterson, “The World Correlation of Pleistocene” P-395

31. لئمبرڪ، ”سنڌ هڪ عام جائزو“، ص-84 ۽ 113

32. ليف ليونتيف، ”سياسي معاشيات“ ماسڪو 1975ع، ص- 20-22

يا ”معاشري ڪي سائنس“ ماسڪو 1977ع، ص-88-89

33. فريڊرڪ، اينگلس، ”خاندان، ذاتي ملڪيت اور رياست ڪا آغاز“ منتخب تصانيف حصو: 3 ماسڪو 1973ع ص-207-208

# سنڌو ماٿر ۾ ڳوٺاڻيون زرعي ثقافتون

انساني تهذيب جي شروعات درياهن جي ڪنارن تي ٿي. قديم دور جي ماڻهن پنهنجا جهوپا ان ئي هنڌ جوڙيا، جتي کين پاڻي سهنجائي سان ملي ٿي سگهيو. ڇو جو اوائل ۾ اجا اهڙا اوزار جڙي ڪين سگهيا هئا. جن جي مدد سان کوهه کوٽي يا درياهن مان واهه ڪڍي پاڻي جو پورائو ڪري سگهجي. ان ڪري رهائشي ڳوٺ يا شهر ٻڌڻ جا مناسب هنڌ درياهن ۽ ڍنڍن جا ڪنارا ئي هئا. درياهي ڪنارن پرسان رهڻ ڪري پاڻي ۽ خوراڪ جو مسئلو حل ٿي سگهيو ٿي. نه صرف اتي ٻنيون ڪيڙي، ريج ڪري، زراعت کي ترقي وٺائي سگهجي پئي، پر گڏوگڏ جانورن جو چارو ۽ ٻيا هنر ۽ ڪاريگريون پڻ اتي زور وٺي سگهن پيون. بقول انساني تاريخ جي ماهر رابرٽ بريفالٽ جي ته، ”جڏهن خانه بدوش انسان چراگاهن جي تلاش ۾ ايشيا جي وڏن وڏن درياهن جي ماٿرين ۾ پهتا ۽ کين معلوم ٿيو ته هتي ٿورڙي محنت سان جانورن ۽ انسانن لاءِ خوراڪ مهيا ٿي سگهي ٿي، ته هنن آواره زندگي گذارڻ ڇڏي، زراعتي زندگي اختيار ڪئي ۽ مستقل هنڌن تي آباد ٿيا. ۽ سنڌو، گنگا، يانگسي، فرات ۽ نيل ندي جي گپ چڪ مان ئي

تهذيب جنم ورتو“ (1) يعني وائل ۾ تهذيب جو پوڻو درياهن جي ڪنارن تي ئي وڌي وڻ ٿيو. دنيا اندر ٽي وڏي ۾ وڏا درياهه سنڌو، دجله ۽ فرات آهن، جن جي ڪناري تي تمدني زندگي جي شروعات ٿي ۽ زراعت زور ورتو.

دنيا اندر سڀ کان پهريان ڪيتي ڪرڻ جو هنر اڄ کان 8 هزار سال اڳ سنڌو ماٿر جي رهواسين ڳولهي لڌو ۽ هتي ئي شروعات ۾ انساني تهذيب جو وڻ وڌڻ شروع ٿيو. ماهران راءِ جا آهن ته سنڌو ماٿر ان ڪري انساني تهذيب لاءِ وڌيڪ اسرڻ جي موزون جڳهه هئي، ڇو جو هتي جي آبهوا نه گهڻي گرم هئي ۽ نه سخت سرد هئي، يعني وچولي قسم جي هئي ۽ سنڌو ندي جي وهڪ ڪري هتي خوراڪ جو ڏڪر ڪونه هو. ان ڪري ئي هتان جا رهواسي ٻي دنيا جي پيٽ ۾ سڀ کان پهريان زرعي زندگي ۽ ڳوٺاڻي رهائش ڏانهن مائل ٿيا. اها هن ڌرتي ۽ هتان جي نديءَ جي سرسبزي ۽ خوشحالي ڇٻي، جو هتان جا رهواسي ٻين قومن کان گهڻو اڳتي نڪري چڪا هئا. پروفيسر ماڻڪ پٿاوالا پڻ ايئن چوندي ڪونه ٿو هٻڪي ته، ”سنڌ کي رونقدار ۽ پريو پاڳيو بنائڻ ۾ سنڌو درياهه جو وڏو هٿ آهي. سنڌو درياهه اسان جي سنڌ جي جنم کان اڳ ئي موجود هو. جيئن ٻار ڄمڻ کان اڳ ماءُ جي ٿڃن ۾ ٿڃ اچي ٿي، تيئن سنڌ کي تاتي نپائي وڏو ڪرڻ لاءِ سنڌو اڳئي هتي حاضر هئي. (2) اوائل ۾ هتان جي رهواسين جون زرعي ايراضيون ننڍين ننڍين درياهن جي وادين ۾ اپريون. اڄ کان 8 هزار سال اڳ نئين پٿر دور (Neolithic Age) ۾ سنڌو ماٿر جي رهواسين پنيون ڪيڙي فصل اپائڻ جي شروعات ڪئي. اهڙا آثار تازو فرانسيسي آرڪيلاجيڪل مشن جي ڊائريڪٽر مسٽر ذان زيري بلوچستان جي بولان لڪ وٽ مهرڳڙهه جي قديم آثارن مان ڳولهي لڌا آهن. ۽ انهن آثارن جي عمر سادا 7 هزار ق - م مقرر ڪئي آهي. ماهرن مهرڳڙهه کي ايشيا جي پهرين زرعي وسندي ڪوٺيو آهي. اهڙي طرح هتي جي رهاڪن ئي سڀ کان پهريان هڪ زرعي سماج (Agrarian Society) جو بنياد وڌو. مسٽر ذان زيري هن قديم وسندي تي روشني وجهندي چوي ٿو ته هتان جا ماڻهو سادا 7 هزار ق - م کان اڳ نئين پٿر دور ۾ فني، جمالياتي ۽ تخليقي ذهنيت سان مالا مال هئا ۽ هو اڏاوتي مهارت رکندا هئا. هنن جي رهڻي ڪهڻي، آرٽ، ٿانون جي ڊيزائن، دفنائڻ جا طريقا ۽ زرعي سرشتو گهڻو ترقي ڪيل هو. (3) هن دؤر ۾ اجا ماڻهن ڌات ڳولهي ڪانه لڌي هئي. ان ڪري اوزار طور پٿرا استعمال ڪندا هئا. هو زمين کيڙڻ لاءِ پٿر جا هر، فصل جي ڪٽائي لاءِ پٿر جا ڏاٽا، ان پيهڻ لاءِ پٿر جون چڪيون استعمال ڪندا هئا. هو اوزارن تاهڻ لاءِ چقمقي پهڻ جا ڌار وارا اوزار استعمال ڪندا هئا. (4)

مٿين آثارن ملڻ کان پوءِ خبر پئي ته کيتي ڪرڻ جي سرشتي ڪري سنڌي ماڻهو سڀ کان پهريان تمدني زندگي ڏانهن مائل ٿيا ۽ تيزي سان ترقي جا ڏاڪا طئه ڪرڻ لڳا. جڏهن ته اهو سڄو عمل باقي دنيا ۾ تمام دير سان شروع ٿيو. سٽريل پوڪ جو ڪم ۽ پڪي ڳوٺاڻي آبادي مشرق قريب ۾ تقريبن 5 هزار ق - م ۾ شروع ٿي. پوکي راهي انساني زندگي ۾ هڪ نئون انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. هاڻ هو پنهنجي جياپي لاءِ فطرت تي پاڙڻ ڇڏي، پنهنجي غذا پاڻ پيدا ڪرڻ لڳو. زراعت جي فن انسان کي پنهنجي زندگي جون ضرورتون پاڻ پوريون ڪرڻ لاءِ همٿايو. جنهن ڳالهه اڳتي هلي انسان کي صحيح معنيٰ ۾ انسان بڻايو.

ڀھريان ته سنڌ اندر عورتون پنهنجي هٿن سان زمين کيڙي اناج پوکينديون هيون، پر پوءِ ڪُتب جي وڌڻ ۽ وڌيڪ تجربي ٿيڻ بعد پاليل جانورن جهڙوڪ: ڍڳن ۽ گهوڙن کان ٻنيون کيڙڻ جو ڪم ورتو ويو.
ابتدا ۾ سنڌو ماٿر اندر هتي جي رهواسين جون، ڪڻڪ ۽ ڪپهه جون پوکون ڪرڻ شروع ڪيون.
ماهران راءِ جا آهن ته ڪڻڪ، جون ۽ ڪپهه جون پوکون ساڍا 7 هزار ق – م کان نئين پٿر دور ۾ ڍنڍن ۽ درياهي ڪنارن تي پوکيون وينديون هيون. جنهن جا آثار مهر ڳڙهه جي کوٽاين مان مليا آهن. هن دؤر ۾ مهرڳڙهه جا باشندا ڪپهه جو فصل تيل حاصل ڪرڻ ۽ ڌاڳا وٽڻ لاءِ پوکڻ لڳا. ماهر ان راءِ جا آهن ته سنڌ ۾ ڪپهه جو فصل پهريون مهرڳڙهه ۾ پوکيو ويو. (5) بعد ۾ ئي ڪپهه کي ڪپڙي ٺاهڻ طور استعمال ڪرڻ جو رواج پيو. (6)

زراعت جي ابتدا ٿيڻ ڪري ماڻهو رولو زندگي ختم ڪري هڪ هنڌ ويهي پنهنجي پوکيل فصلن جي حفاظت ڪرڻ لڳا. ماڻهو معاشي طور ته ٻن وڏن سماجي گروهن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا اهي هئا جن زرعي زندگي اختيار ڪئي ۽ ٻيا جانورن جا ولر پالڻ لڳا. جانورن جا ولر پاليندڙن جون ثابتيون اسان کي ٻنون ۽ ڪڙي گل محمد مان مليون آهن. هو نه صرف جانور گوشت ۽ کير حاصل ڪرڻ لاءِ ڌاريندا هئا پر انهن کان سواري جوڪم پڻ وٺندا هئا. هن دؤر جا باشندا رڍون، ٻڪريون، گڏهه، هرڻ ۽ رڇ وغيره ڌاريندا هئا. جن جون وڌيڪ ثابتون آمري، ڏنب بٺي، پانڊي واهي ۽ عثمان بٺي مان مليون آهن. ( 7) جن ماڻهن زرعي زندگي اختيار ڪري جهڳا جوڙڻ شروع ڪيا، تن واندڪائي واري وقت ۾ پٿرن مان هر، ڏاٽا، ڪهاڙيون، انٽي پينهڻ لاءِ جنڊ ۽ ٻيا زرعي ڪم ڪار ۾ استعمال ٿيندڙ اوزار ٺاهڻ شروع ڪيا. جڏهن ته مال چاريندڙ گروهه پوءِ به چڙواڳ زندگي گذارڻ لڳو. هنن جانورن جون کلون، رڍن جي اُن ۽ جانورن جو کير معاشي ضرورتن لاءِ استعمال ۾ آڻڻ شروع ڪيو.

زراعت جي رواج بعد قديم دور جي ماڻهن کي هاڻ کاڌي خوراڪ جي ڳولا ۾ جهنگلن ۾ وڃڻو ڪونه پوندو هو ۽ نه ئي شڪار لاءِ ڏڦا ڪٽي پچڻو پوندو هو. پر هو هاڻ آرام ۽ سڪون سان زندگي گذارڻ لڳا. ان واندڪائي وري سوچ فڪر هنن کي اڃا به بهتر زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو. جيئن ته هنن کي پنهنجن فصلن کي جانورن کان بچائڻ لاءِ هڪ هنڌ وهڻو ٿي پيو، سو هنن ميداني علائقن ۾ گهر بنائڻ جو سوچيو. هاڻ هو ٻيلن ۾ وڃڻ ۽ جانورن جي پويان سچو ڏينهن پچڻ بجاءِ هڪ هنڌ ويهي گهر ٺاهڻ ۽ ڳوٺ ٻڌڻ لڳا ۽ قدرت جي ٻين شين تي ضابطو ڪرڻ ۽ انهن کي پنهنجي حڪم هيٺ آڻڻ لاءِ نيون تدبيرون جوڙڻ لڳا. يعني گهر ٺاهڻ، ڳوٺ ٻڌڻ ۽ ايجادون ڪرڻ جي راهه ۾ وڏو عمل دخل زراعت جو هيو.

ماهرن تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي ته سنڌ اندر نئين پٿر دور ۾ انسانن غارن کي آخري سلام ڪري اچي پنهنجا گهرڙا ٺاهيا. اهڙن گهرڙن جا نشان اسان کي روهڙي، ڪراچي ۽ منڇر ڍنڍ جي پسگراداڻي ۾ ملن ٿا. اهي گهرڙا اوائل ۾ سرن بدران ڪاٺين ۽ تيلين مان ٺاهيا ويا ۽ غارن مان نڪرڻ بعد اهي ئي انسان جا پهريان اجها بڻيا. اهڙن ڳوٺن جا آثار سنڌوندي ۽ هاڪڙي سان گڏوگڏ مختلف ڍنڍن جي ڪنارن تي پڻ مليا آهن. ڇو جو اتي پاڻيءَ سان گڏوگڏ مڇي ملڻ جو به سهنج هيو ۽ اتي ئي ننڍڙا ننڍڙا ٻني ٽڪرا کيڙي اَنُ اپائي پيو سگهجي. شروع ۾ ماڻهن ٻيلن مان ڪاٺيون ڪري ۽ تيليون آڻي درياهي ڪپن تي

چوئنرا ٺاهڻ شروع ڪيا. اهي چوئنرا دراصل گهر ٺاهڻ جي شروعاتي ڪڙي ڪري سمجهڻ گهرجي. ان دؤر جي ماڻهن پنهنجا اهي چوئنرا ٻوڏن کان بچاءَ لاءِ ڪن قدرتي مٿانهن هنڌن تي ٺاهڻ شروع ڪيا. هنن جا ڳوٺ چند چڙوچڙ گهرن تي مشتمل هوندا هئا، جتان سرن جي اڏاوت جي ڪابه نشاني ڪانه ملي آهي. جيئن آمري، پانڌي واهي ۽ غازي شاهه جي شروعاتي تهن ۾ گهرن جي تعمير جا نشان ڪونه مليا آهن. اتان صرف استعمال جا ٿانون ئي مليا آهن. ان جو مطلب اهو وٺڻ سراسر غلط ٿيندو ته ڪو ان وقت جا ماڻهو بنا گهر گهاٽ جي کلئي آسمان هيٺان زندگي گذاريندا هئا. پر هي ڳوٺ ان وقت جا آهن، جنهن دؤر ۾ اڃان مٿي جون سرون وجهي گهرن ٺاهڻ تائين انساني ذهن ڪونه پهتو هو.

وري جڏهن انساني ذهن ترقي ڪئي ته هنن جي گهرن جي جڙاوت ۾ پڻ تبديلي آئي. گهر ترقي ڪري هٿ جي ٺهيل سرن ۽ پٿرن سان جڙي راس ٿيڻ لڳا. اهڙا گهر مستطيل نموني جا وڏن پٿرن سان ۽ هڪ هنڌ ڳاهٽ ٿيل ملن ٿا. اهي گهر پڻ اڳ وانگر ٻوڏن کان بچاءَ لاءِ ڪن قدرتي مٿانهن پٽن تي آباد ڪيا ويندا هئا. هو گهرن جي پتين جي پيڙهه ۾ پٿرن جو استعمال ڪندا هئا، مٿي اوساري سرن جي هوندي هئي، چتون ڪکايون پرگاري سان لتل هونديون هيون. ڪڙي گل محمد (4200 ق م) ۽ پانڌي واهي مان هن قسم جي اڏاوتن جا نشان مليا آهن. ڪڙي گل محمد جا رهواسي ڪچي مٽيءَ جي گهرن ۾ رهندا هئا ۽ پانڌي واهي مان مليل گهر مستطيل قسم جا آهن ۽ انهن جي پيڙهه پٿر جي رکيل آهي. باقي اڏاوت چيرولي يا گاري سان ٿيل آهي. (8) اهڙي قسم جا رهائشي گهر آمري جي وچين تهن مان پڻ مليا آهن. هن دؤر جي ڳوٺن جي خاص خوبي اها آهي جو انهن جي چوڌاري حفاظتي قلعا ٺهيل آهن. آمري، ٿرڙي گجو، ڪوهتراس بٺي ۽ ڪوٽڏجي جي کوٽاين مان اهڙن حفاظتي قلعن جا آثار مليا آهن. (9)

گهرن ٺهڻ ڪري گهر ۾ استعمال ٿيندڙ شين ٺاهڻ جي پڻ ضرورت پيش آئي. نئين پٿر دور جا رهواسي شروع ۾ اوزارن طور پٿر کي وڌيڪ استعمال ڪندا هئا. هو پٿر جون ڪهاڙيون، ڏاٽا، ڪرپيون، ڇريون، جنڊ، ماني پچائڻ جو توقيون ٺاهيندا هئا، جيڪي گهٽو ڪري چقمقي پهڻ جون هونديون هيون. بعد ۾ هنن ڪانئين ۽ تيلين مان ٽوڪريون، ماني رکڻ جو دبڪيون، کارا، ان رکڻ جا پاندا ٺاهڻ شروع ڪيا، جن کي ڏامر يا مٽيءَ سان چوڌاري لنبيو ويندو هو. ان ئي دؤر ۾ مٽي جي ٿانون ٺاهڻ طرف پڻ ترقي ٿي. گهرن ۾ رهندڙن مٽي مان اهڙيون شيون ٺاهڻ شروع ڪيون ، جيڪي کاڌي رکڻ لاءِ ٿانون طور استعمال ٿين. پهريان ته ڪچي مٽي جا اڻ پڪل برتن تيار ٿيندا هئا، جيڪي پاٽيائين شين جي استعمال لاءِ ناقص هئا. ان ڪري سنڌو ماٿر جي رهواسين انهن ۾ تبديليون آڻڻ شروع ڪيون. اٽڪل 4000 ق - م ڌاري سنڌ ۾ ڪنڀارڪي چڪ جو بنياد پيو. مٽي جا ٿانون ڳوٺن جا محنتي ڪنڀر چڪ تي ٺاهي، انهن کي آوين ۾ پچائڻ لڳا. ڪنڀر جي چڪ ٿانون جي بناوت ۾ عجيب تبديلي آڻي ڇڏي ۽ مٽي جا نفيس برتن تيار ٿيڻ لڳا. (10) ان دور جي آبادين ڪلي گل محمد ۽ مدبيگڪ مان مليل ٿانون چڪ تي ٺهيل ملن ٿا. (11) جن تي اڳتي هلي نقش نگاريءَ جو ڪم پڻ ٿيڻ شروع ٿيو. هتان جا ڪنڀر ٿانون کي خوبصورت بنائڻ لاءِ انهن تي رنگين چٽسالي ڪرڻ لڳا. راڻا گنڊئي مان مليل ٿانون تي ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جا تهه چڙهيل آهن ۽ انهن مٿان ڪاري رنگ جي مصالحي جي چٽسالي ٿيل آهي. آمري مان مليل ٿانون جي تري تي ٿلهن ڪارن پٽن تي لاڳيتا ٽڪندا مليا آهن. ٽڪندن جي پاسن ۾ ڳاڙهو رنگ پريل

آهي. لئمبرڪ ان دؤر جي ماڻهن جي ٿانون بابت ٻڌائي ٿو ته، ”هو نڪر تي ڪاري يا ڳاڙهي رنگ سان چٽسالي ڪندا هئا ۽ انهن تي جاميٽري جي شڪلين جهڙا چٽ ڪيندا هئا.“ (12) ڪوئيٽا جي قديم آثارن مان مليل ٿانون جو رنگ بادامي ملي ٿو ۽ انهن تي پوري رنگ سان نقش نگاري ٿيل آهي. اهي ٿانون 4 هزار ق - م جا آهن. وري اڳتي نال مان مليل ٿانون ۽ آمري مان مليل ٿانون تي اسان کي شينهن، مڇين، ڍڳي ۽ پکين کان سواءِ پپر جي پنن جا نقش اُڪريل ملن ٿا. (13) شروع شروع ۾ جيڪي ٿانون ٺهڻ لڳا، پهريان انهن تي سادي قسم جي چٽسالي ٿيندي هئي، جنهن ۾ اڪثر جانورن جو ن شڪليون چٽيل هونديون هيون. ان قسم جا ٿانون 6 هزار ق - م کان سنڌو ماٿر اندر رائج هئا. بعد ۾ انهن ٿانون ۾ ترقي ٿيڻ شروع ٿي. اٽڪل 3500 ق - م ڌاري ٿانون تي جانورن جون شڪليون چٽڻ جو ڪم بند ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ جاميٽري جي ڏکين ۽ رنگ برنگي نمونن ورتي. (14)

سنڌو ماٿر جي رهواسين 4000 ق - م ڌاري ڌات پڻ ڳولهي لڌي. (15) هو شروعات ۾ ٽامي مان پنهنجي هار سينگار جون شيون ٺاهڻ لڳا. (16) بعد ۾ ٽامي مان ڪهاڙيون، آرا، ڀالا ۽ چوڙيون وغيره ٺهڻ لڳيون. جنهن جا آثار ماهرن نال، آمري، ڪوٽڏجي ۽ ڪلي گل محمد جي آثارن مان ڳولهي لڌا آهن. (17) ڪلي جي قديم آثارن مان ان سلسلي ۾ اڳتي ٿيل اوسر جو پتو پوي ٿو. هتان جا ماڻهو نه صرف ٽامي جي استعمال کان واقف هئا، پر هو ٽامي ۽ ٽن کي پگهاري ڪنجهي جون شيون ٺاهڻ پڻ ڄاڻندا هئا. ڌات جي وڏيڪ استعمال جا ثبوت ماهرن ڪوهتراس بٺي مان پڻ هٿ ڪيا آهن. آثار قديمه جا ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته سنڌو ماٿر ۾ نئون پٿر دور 6 هزار ق - م کان 4 هزار ق - م تائين هليو. بعد ۾ 4 هزار ق - م ۾ هتان جي ماڻهن ڌات ڳولهي لڌي ۽ هو ٽامي ۽ ٽن کي پگهاري (رجائي) استعمال ڪرڻ لڳا.

زراعت جي اوج ۽ ڳوٺن جي بنياد سنڌو ماٿر اندر ڪيترائي واپا، رازا، ڪنير پيدا ڪري ورتا ۽ هتان جا واپاري ڪچي مال کي هٿ ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪري پيا. سنڌو ماٿر جون ٻيڙيون سمنڊن جا سينا چيرينديون وچي آفريڪا ۽ اپرندي ايشيا ۾ پهتيون. هي دنيا جو اڪيلو ئي خطو هيو، جتان اوائل ۾ تهذيب يافته انسان ٻاهرين دنيا ۾ پکڙجڻ لڳا ۽ پنهنجي لاتعداد صلاحيتن سان هن ڌرتي کي رنگيني بخشي، برپٽن ۾ بازاريون لڳائي ڇڏيون. هڪ ماهر پوڪاڪ ان دؤر جي سنڌين بابت لکي ٿو ته ”قديمه دور ۾ سنڌو ندي جي مهاڏي تي سامونڊي سفر ڪندڙ قوت، هنرمند ۽ همت وارا ماڻهو رهندا هئا، .... جن جي نتيجي طور سپيتا کي اوج ملي.“ (18) وري هڪ ٻئي ماهر فرگوسن کي به ٻڌندا هلو، جيڪو سنڌو ماٿر کي مڪمل دنيا سمجهي ٿو، ”سنڌ مان سنڌو ندي رستي ڌاتين پٿيان ڌاتيون ۽ بيشمار ماڻهو ٻاهر ويا آهن، جن تهذيب جو ڦهلاءُ ڪيو آهي .... ۽ سنڌ هند هڪ مڪمل دنيا آهي.“ (19) سبط حسن چوي ٿو ته، ”هتان جون ٻيڙيون مال سان لڏجي مڪران جي ڪناري سان بحر عرب ۽ خليج فارس ٽپي سوميري بندرگاهن ڏانهن ويندي هيون.“ (20)

هن دؤر ۾ سنڌو ماٿر جا باشندا ٻاهر وڃڻ شروع ٿيا هئا ۽ دنيا جي مختلف ڪندن ۾ پهچي پنهنجو علم ۽ هنر ڦهلائي رهيا هئا. هنن جون ٻيڙيون سمنڊ جا سينا چيريندي آفريقا ۽ عرب ملڪن ڏانهن اُسهي رهيون هيون. جتي اجا انساني ارتقا پنهنجي ٻالڪپڻ جي دؤر ۾ هئي. آثار قديمه جو هڪ وڏو ماهر

ڊاڪٽر ايم آر مغل ان دؤر جي سنڌو ماٿر جي رهواسين جي بين الاقوامي واپار بابت هن طرح رقمطراز آهي ته، ”ڳوٺاڻي ثقافت جي ماڻهن جو واپاري رابطو نه صرف پنهنجن شهرن تائين محدود هيو، پر هنن جو واپار ٻاهرين ملڪن سان پڻ هلندڙ هو. هو ايران، گلف جي رياستن، عرب رياستن ۽ ميسوپوٽيما سان پڻ واپار ڪندا هئا. (21) ان واپار جا ثبوت ماهرن کي آمري مان پڻ مليا آهن. ڪاپر جو سامان جيڪو غازي شاهه، ڪوهتراس بٺي، لوهري، آمري ۽ ڪوٽڏجي مان مليو آهي، سو واپار رستي ٻاهران گهرايو ويندو هو. (22)

سنڌو ماٿر ۾ هن دؤر جي ماڻهن جي سماجي زندگي تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ان وقت ماڻهو خاندانن ۽ برادرين کان اڳتي وڌي قبيلن جي صورت ۾ منظم ٿي چڪا هئا ۽ ان وقت معاشري جو بنياد قبيلائي هيو. (23) اهي قبيلا خوني رشتيداري تي ٻڌل هوندا هئا. جن جي زندگي جي تعمير جمهوري اصولن تي ٿيندي هئي. انهن قبيلن جي سربراهي بزرگ مردن يا عورتن جي هٿن ۾ هوندي هئي. قبيلي جو سربراهه سڀ فرد گڏجي چوندبيندا هئا. قبيلن ۾ منظم ٿيڻ ڪري ماڻهو پاڻ کي اڳ کان وڌيڪ محفوظ تصور ڪرڻ لڳا. هن دؤر ۾ پڻ اڳ جيان ڪنهن به حڪومت، رياست يا قانون جو تصور موجود ڪو نه هيو. قبيلي جا مڙئي فرد قبيلي جي گڏيل روايتن جو احترام ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو به قبيلي جو فرد مقرر ٿيل اصولن جي انحرافي ڪندو هئو ته قبيلي جا سڀ فرد ان عمل کان نه صرف روڪيندا هئا پر زبردستي انهن اصولن تي هلڻ لاءِ مجبور ڪندا هئا. جنهن ڪري قبيلائي ريتون رسمون ۽ روايتون مضبوط کان مضبوط تر ٿيڻ لڳيون. هن دؤر ۾ اجان علائقائي حدبنديون قبيلن جي بنياد تي ٻڌل هيون. هرهڪ قبيلو، جيڪو هزارين، لکين ماڻهن تي مشتمل هوندو هو، سو ڪنهن زرخيز علائقي تي قابض ٿي اتي پاڻ کي منظم ۽ مضبوط ڪندو هو. اهائي دنيا ۽ اهو خطو ان قبيلي جي سڄي ڪائنات هوندو هو. جيڪڏهن ڪو ٻيو قبيلو ان جي حدن اندر دخل اندازي ڪندو هو ته قبيلي جا مڙئي فرد منظم ٿي، ان سان جنڊ جوٽيندا هئا. مختلف قبيلا جيڪي مختلف خطن اندر منظم ٿي رهيا هئا، انهن پنهنجي پنهنجي ٻولي کي اختيار ڪري، ان کي وڌائڻ ويجهائڻ شروع ڪيو. ٻولي اجا ابتدائي شڪل ۾ هئي ۽ نه صرف لکي ڪا نه ويندي هئي پر اجان خيالن جي اظهار جي لحاظ کان اڻپوري هئي. قبيلن اندر اجا آزاد جنسي تعلقاتن جو رواج هيو، جيڪو جيئن پوءِ تيئن ڪمزور ٿي رهيو هو. پوءِ به ٻار جي نسب جو سلسلو ماءُ کان شروع ٿيندو هو.

هن دؤر جي سماج تي نظر وجهڻ سان ٻي جيڪا ڳالهه معلوم ٿئي ٿي سا اها آهي ته اجا تائين هتي سماج غير طبقاتي هيو. ڪو به ظالم ۽ مظلوم ڪو نه هيو، ڪو به آقا ۽ محڪوم ڪو نه هيو. سڀ گڏجي محنت ڪندا هئا ۽ ان جو ڦل به گڏجي پاڻ ۾ ورهائي کٽندا هئا. محنت هر ماڻهو لاءِ لازم هوندي هئي، قبيلن جا سربراهه پڻ ان ۾ برابر جو حصو وٺندا هئا. هن دؤر جي سماجي نظام کي ماهرن ”قديم راڄوڻي نظام“ (ابتدائي ڪميونزم) جو نالو ڏنو آهي.

سنڌو ماٿر جي هن دؤر جي ماڻهن جي عقيدن ۽ ريتن رسمن بابت جيڪي ڪجهه معلوم ٿيو آهي، اهو هيءُ آهي ته ان دؤر جا ماڻهو اڄ کان 8 هزار سال اڳ مئلن کي ستل توڙي ويٺل ٻنهي طريقن سان دفن ڪندا هئا. اهڙيون ثابتيون ماهرن کي مهرڳڙهه جي قديم آثارن مان مليون آهن. (24) اڳتي هلي هتان

جي رهواسين ميتن سان گڏ ٿانو ٿپا ۽ هار سينگار جو سامان به گڏ دفن ڪرڻ شروع ڪيا. ان قسم جا آثار ڏنپ بٺي ۽ نال مان مليل قبرن مان مليا آهن. (25) آمريءَ جي قديم آثارن مان معلوم ٿيو آهي ته هو مڙدن کي ڪرونبڙو ڪري پوريندا هئا ۽ اهي به مڙدن سان گڏ ضرورت جو سامان پوريندا هئا. انهن آثارن مان سنڌو ماٿر جي انهن رهواسين جي عقيدن بابت معلوم ٿئي ٿو ته هو ان عقيدي جا هئا ته مرڻ کان پوءِ به ماڻهو کي قبر ۾ انهن شين جي ضرورت پوي ٿي ۽ هو انسان جي ٻئي جنم يعني مري وري زندهه ٿيڻ واري عقيدي جا قائل هيا.

ڳوٺاڻين زرعي ثقافت جي وسندين مان ڪنهن به قسم جو بت يا پوڄا پاٺ لاءِ مندر وغيره ڪو نه مليو آهي. جو چئي سگهجي ته هو ڪنهن اعلي هستيءَ جي پوڄا ڪندا هئا. مهر ڳڙهه (7500 ق م) جي کوٺاين مان ماهرن ننڍڙا ننڍڙا انساني بوتا هٿ ڪيا آهن، جن اڳتي هلي زنانن بوتن جي شڪل اختيار ڪئي. (26) اهڙي قسم جا زنانا بوتا 4 هزار ق - م جي ٻين آبادين مان به وڏي تعداد ۾ مليا آهن. ڪلي، ميهي، آمري ۽ ڪوٽڏجي جي کوٽاين مان ان قسم جا ڪيترائي زنانا بوتا مليا آهن، جن کي ماهرن ”ڌرتي-ماتا“ جا بت سڏيو آهي. اهي زنانا بوتا ضرور ان وقت کان تخليق ٿيڻ شروع ٿيا هوندا، جڏهن سنڌو ماٿر اندر ”ماءُ آدرشي سماج“ پنهنجي پوري جوڀن تي هوندو.

هاڻ سوال ٿو اٿي ته ان دؤر جا ماڻهو ڪنهن مافوق الفطرت هستي جي بدران ”ڌرتي-ماتا“ جا بت ڇو ٺاهيندا هئا ۽ هو انهن جي عبادت ڇو ڪندا هئا؟ ان بابت سماجي ماهرن جيڪا راءِ قائم ڪئي آهي، سا هيءَ آهي ته جڏهن سنڌو ماٿر جي رهواسين کيتي ڪرڻ جي هنر جي شروعات ڪئي ته ان وقت انساني سماجي ۾ اخلاقي قدر پيدا ٿيا ۽ زرعي زندگي ڏانهن مائل ٿيڻ بعد کيتڪارن تي ٻن قدرتي شين جو تمام گهڻو اثر پيو ۽ انهن شين کان هو متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي ڪين سگهيا. انهن ۾ پهريون زمين ۽ ٻيو پاڻي هو.

## (1) زمين

اوائلي انسانن زمين جي پيٽ مان سرسبز سلا اپرندي ڏٺا ۽ مختلف اناج، ٻوٽا ۽ ميووا زمين جي پئدائش هئڻ ڪري، هنن ڌرتيءَ کي انسان جي بهتر زندگي جو ضامن ڄاڻندي، ان جي پوڄا ڪرڻ لڳا، ۽ ان کي ماءُ ڪوٺڻ لڳا. ڇو جو عورت (ماءُ) ۽ ڌرتي ٻئي تخليق ڪندڙ شيون هيون. جڏهن عورت ننڍڙا گلاب جهڙا ڇهرا پئدا پئي ڪري سگهي ته ٻئي طرف ڌرتي جي سيني مان مختلف سون ورنا سنگ ۽ ڳاڙها ساوا ٻوٽا اپرن پيا ۽ اتان فصل جنم وٺن پيا. ان ڪري انسان جي من ۾ انهن ٻنهي شين سان محبت ڪرڻ اڻ ٽر ڳالهه هئي. ان ڪري ئي هنن جو عقيدو هو ته، آسمان کي ۽ ستارن ڏي ڇو ڏسون، اُن ڌرتي جي ڌوڙ ڇو نه چمون، جيڪا اسان جي بهترين زندگي جي ضامن آهي. ان ڪري قديم ماڻهن

”ڌرتي-ماتا“ جي پوڄا شروع ڪئي، ان جا بت ٺاهيا، جيڪي عورت جي ئي شڪل جا هيا. سنڌو ماٿر جي قديم آثارن مان ”ماتا-ديوي“ جا مجسما نڪرڻ جو اصل سبب اهو ئي هو.

## (2) پاڻي

پاڻي نه صرف انساني جياپي لاءِ اهم حيثيت رکندڙ آهي. پر جيڪڏهن ائين چئجي ته زندگيءَ جو مرڪز پاڻي ئي آهي ۽ ان بنا هن ڌرتي تي ڪنهن به ساهواري جي زنده رهڻ جو تصور به نه ٿو ڪري سگهجي ته ان ۾ ڪو به وڌاءُ ڪو نه ٿيندو.

قديم سنڌي، سنڌو نديءَ جي ميرانجهڙي پاڻي مان پنهنجي زندگي جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لڳا. هنن سنڌوءَ جي ئي پاڻي تي فصل پوکيا ۽ گڏوگڏ هنن جي صنعت ۽ حرفت جو دارو مدار ئي سنڌوَ جي پاڻيءَ تي هيو. ان ڪري هو سنڌو ندي جي اهميت ڄاڻندي، ان کي عزت جي نگاه سان ڏسڻ لڳا ۽ هن جي پاڻيءَ کي پاڪ ۽ پوتر ڄاڻندي ان کي پوڄڻ لڳا. ۽ جڏهن سنڌوَ جي پاڻي تي پرسان پوکيل فصل پچي راس ٿيندا هئا ۽ اَنُ سنگن مان ٻاهر نڪري ڇڻڻ شروع ڪندو هو ته قديم باشندا خوشي وچان جشن ڪندا هئا ۽ اَنُ لڻڻ کان اڳ چوڏهين جي چنڊ رات جڻن جي چنڊ جي صورت ۾ سنڌوَ جي ڪناري تي ويندا هئا ۽ اتي چنڊ جي جرڪيدار چانڊوڪيءَ ۾ گڏجي ناچ ڪندا هئا ۽ سنڌو نديءَ ۽ ’ڌرتي ماتا‘ جي ساراهه جا گيت ڳائيندا هئا. هو پنهنجا پڇن ۽ گيت سنڌوَ کي ارپڻ ڪندا هئا.

قبيلن جي جڻن جي جلوس جي سرواڻي قبيلي جي مک عورت ڪندي هئي ۽ سڄو قبيلو ان جو احترام ڪندو هو. عورت کي ان وقت سماج ۾ تمام سٺيءَ نظر سان ڏٺو ويندو هو. ۽ هن کي ’ڌرتي-ماتا‘جو درجو مليل هو. ۽ ان ”ڌرتي ماتا“ جون مورتون سنگتراش تراشڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. هيءُ سماج ”ماءُ آدرشي“ سماج هيو. ڇو جو عورت ئي کيتي جو رواج وڌو ۽ فصلن کي اپائڻ ۾ هن جو ئي هٿ سمجهيو ويندو هو. سر جيمس جارج فريزر پنهنجي مشهور ڪتاب ”گولڊن بو“ (Golden Bough) ۾ ان بابت چوي ٿو ته، ”هندستانين (سنڌين) جو اعتقاد هو ته عورت کي ماءُ جي حيثيت ۾ جنم ڏيڻ ۽ گهڻي اناج کي پيدا ڪرڻ جي قوت هئي.“ (27) ان ڪري ئي عورت کي سنڌي معاشري ۾ اهم مقام حاصل هيو ۽ ان جي عزت ڪئي ويندي هئي. جڏهن فصلن جي ڪٽائي ٿيندي هئي ته عورت ئي فصل لڻڻ جي شروعات ڪندي هئي ۽ اناج جي ڪٽائي جي جلوس يا محفلن جي سرواڻي پڻ عورت ڪندي هئي. سنڌوءَ جي ڪناري 14 تاريخ جي چانڊوڪيءَ ۾ جيڪو ناچ ٿيندو هو، ان ۾ اهم ڪردار عورت ئي ادا ڪندي هئي.

سراج الحق ميمڻ، سنڌ اندر ”ماءُ آدرشي“ سماج متعلق ڪجهه هن ريت لکيو آهي، ”علم الانسان جي لحاظ کان اول اول سنڌ اندر ”ماءُ آدرشي“ سماج هيو. جنهن ۾ عورت سردار هئي. ڇو جو هن اناج پوکڻ ايجاد ڪيو. هتي جي انسانن ڏٺو ته عورت هڪ دلچسپ چيز هجڻ سان گڏوگڏ سموري تخليق جي ماءُ

آهي. نه رڳو هوءَ خوبصورت ٻارڙا پيدا ڪري ٿي، پر فصل به هوءَ پيدا ڪري ٿي. ان ڪري عورت جي ان تخليقي قوت کي پوڄا لائق سمجهيو ويو. هن کي ديويءَ جو درجو ڏنو. گهڻو ڪري قديم ماڻهن جا بت ديوين جا آهن ۽ هو انهيءَ جي ئي پوڄا ڪندا هئا. عورت جي شرم گاهه ۽ ٿڃن کي تخليقي قوت جو مظهر ۽ منبع سمجهيو ٿي ويو. ان ڪري انهن ٻنهي جسماني عضوون، پيٽ ۽ ٿڃن کي سڀ کان وڌيڪ پوڄا لائق ٿي سمجهيو ويو." (28)

سنڌ اندر ٻني ٻاري ڪرڻ جي شروعات کان وٺي "ماءُ آدرشي" سماج شروع ٿيو. يعني شروع کان "ماءُ آدرشي" سماج جو هتي بنياد پيو ۽ اهو تيستائين جاري رهيو، جيستائين زرعي ترقي انتهائي عروج حاصل نه ڪيو. ان عورتاڻي آدرشي سماج جا ڪافي آثار سنڌو ماٿر ۾ مليا آهن. مسٽر ڪارٽر ڪراچيءَ جي مول واديءَ مان ڪجهه پٿر لڌا آهن، جن تي عورتاڻي آدرش جي هڪ صورت ۾ ڪنول جا چٽ کوٽيل آهن. قديم زماني ۾ عورت جي شرم گاهه (پيٽ) کي تخليقي مرڪز سمجهندي ان کي ڪنول جي گل سان تشبيهه ڏني ويندي هئي. مصور ان تخليقي مرڪز کي مختلف اهڃاڻن سان ظاهر ڪندا هئا. ڪي عورت جي شرم گاهه مان گل ۽ ٻوٽا ڦٽندي ڏيکاريندا هئا ته ڪي وري ان کي ڪنول جي گل جي مختلف شڪلين رستي ظاهر ڪندا هئا.

آمري، ڪوٽڏجي، موهن جي دڙي جي صفا شروعاتي آباديءَ وارن تهن مان اسان کي ان "ماءُ آدرشي" سماج جا آثار مليا آهن. جڏهن زرعي ترقي ٿي ۽ زراعت به مردن جو ڪم بڻيو ته "ماءُ آدرشي" سماج ٽٽي پيو ۽ "پيءُ آدرشي" سماج شروع ٿيو. موهن جي دڙي جي وچين دور کان "پيءُ آدرشي" سماج ملي ٿو. ان کان اڳ هيٺين تهه مان مليل مورتون "ماءُ آدرشي" سماج جي ساک ڀرين ٿيون. موهن جي دڙي جي هڪ مهر تي هڪ عورت جي تخليق گاهه (پيٽ) مان سلو اپرندي ڏيکاريو ويو آهي. جيڪو عورت کي تخليق جو مظهر سمجهڻ جو وڏو ثبوت آهي. ان کان سواءِ ضلع دادو ۾ آمريءَ جي اتر اوڀر واريءَ حد ۾ هڪڙو موهن جي دڙي جو هم عمر ماڳ "لاکيو" مليو آهي. جتان اسان کي "ماتا ديوي" جون مورتون مليون آهن. (29) ساڳي نموني جون مورتون يعني "ماءُ آدرشي" سماج جا ثبوت اسان کي آمريءَ جي هم عمر ماڳ ڪلي ۽ ميهي مان پڻ مليا آهن.

هن دور جي انسانن جي ايجادن تي جيڪڏهن نظر وجهجي ٿي ته معلوم ٿئي ٿو ته هن دور ۾ ماڻهن گهر ٺاهڻ ۽ ڳوٺ ٻڌڻ شروع ڪيا هئا. هنن مختلف قسم جون ٻوڪون ڪرڻ شروع ڪيون، ڪپهه مان ڪپڙو تيار ڪرڻ لڳا، ذات ڳولي لڌي ۽ ان مان مختلف شيون تيار ڪرڻ لڳا. ٽڪر جي ٿانون ۾ وڏي پيماني تي ترقي ٿي. ان کان سواءِ ٻيڙيون ٺاهي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين پهچڻ لڳا. هن ئي دور جي آخر ۾ سنڌو ماٿر جو سماج ڳوٺاڻين زرعي ثقافتن مان ترقي ڪري شهري تمدن ۾ داخل ٿيو ۽ هتي هلندڙ راڄوڻي نظام (ابتدائي ڪميونزم) طبقاتي نظام يعني آقا ۽ غلام ۾ تبديل ٿيڻ شروع ٿيو.

هيءُ مٿي ذڪر ڪيل ديهي ثقافت نه صرف سنڌ جي موجوده حدن ۾ محدود هئي پر ان جي ايراضي وسيع تر هئي. اها ثقافت اوڀر ۾ راجستان جي ڪالي بنگن تائين، اوڀر ڏکڻ جي ڪنڌ ۾ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تائين، ڏکڻ ۾ سمنڊ تائين، ڏکڻ اولهه جي ڪنڌ ۾ مڪران تائين، اولهه ۾ افغانستان جي منديگڪ تائين، اتر ۾ گومل ماٿر، پنجاب تائين ڦهليل هئي. (30) ان ايراضيءَ ۾ اڄ تائين هٿ آيل ديهي ثقافت جي بستين مان

ڪجهه مشهور بستين جا نالا هتي ڏجن ٿا: مهرڳڙهه، آمري، ڪوٽڏجي، ڪڙي گل محمد، پانڌي واهي، ڪالي بنگن، راڻا گندئي، نال، بنون، منديگڪ، علي مراد، گوملا، رحمان ڍيري، ڍنپ بٺي، گوراندي، ڪوهتراس بٺي، غازي شاهه، پيراڻو گهندائي، بهوٽ، جلال پور ۽ سري ڪولا وغيره. (31)

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. بريفالٽ، رابرٽ، ”تشڪيل انسانيت“ لاهور 1966ع ص-151
2. Pithawala, M.B “Marvels of Earth” P-56-57
3. رپورٽ، روزانه هلال پاڪستان، ڪراچي 5 ڊسمبر 1983ع

4. پنهور، ايم ايڇ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1984-2، ص-169-163

5. http://archaeology.about.com/od/Domesticated-Plants/fl/The-Domestication-of-Sesame-Seed-Ancient-Gift-from-Harappa.htm

6. پنهور، ايم ايڇ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1984-2، ص-164

7. Mughal, M.R “The Dawn of Indus Civilization” Sindh Quarterly Karachi 1980-4, P-26-27

8. لئمبرڪ، ايڇ. ٽي ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-98 ، وڌيڪ ڏسو گنڪوفسڪي، ”پاڪستان ڪي قوميتين“ ص-33-34

9. Mughal, M.R “The Dawn of Indus Civilization” Sindh Quarterly Karachi 1980-4, P-24 to 27

10. پنهور، ايم ايڇ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1984-2، ص-164

11. Panhwar, M.H, The Chronological Dictionary of Sindh” P-18

12. لئمبرڪ، ايڇ. ٽي ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-102-103

13. حسن، سبط، ”پاڪستان مين تهذيب ڪا ارتقا“ ص-62-63

14. پنهور، ايم ايڇ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1984-2، ص-164

15. Panhwar, M.H, The Chronological Dictionary of Sindh” P-22-23

16. لئمبرڪ، ايڇ. ٽي ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-102-103

17. حسن، سبط، ”پاڪستان مين تهذيب ڪا ارتقا“ ص-62-63 يا

گنڪو فسڪي، ”پاڪستان ڪي قوميتين“ ص-35 يا

Panhwar, M.H, The Chronological Dictionary of Sindh” P-22-23

18. Pecocke, E. “India in Greece” London, P-42

19. Frgossen, “History of Indian & Eastern Architecture” vol: 1, Introduction P-4

20. سبط حسن، ”پاڪستان مين تهذيب ڪا ارتقا“ ص-63-64

21. Mughal, M.R, “The origins of Indus Civilization” Sindhological Studies, Sindhology Summer, 1980, P-12-13

22. Mughal, M.R, “The Dawn of Indus Civilization” P-26-27

23. گنڪوفسڪي، ”پاڪستان ڪي قوميتين“ ص-35

24. پنهور، ”سنڌ جي تاريخ .... تحقيق ۽ اشاعت“ ص-163

25. لئمبرڪ، ايڇ. ٽي ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-103-104

26. پنهور، ”سنڌ جي تاريخ .... تحقيق ۽ اشاعت“ ص-168-169

27. فريزر، سر جيمس جارج، ”جادو ۽ سائنس“ حصو: 2، ص-981

28. الحق، سراج، ”سنڌي ٻولي“ ص-90

29. لئمبرڪ، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-104

30. خان، ايف. اي، ”ڪوٽڏجي ڪلچر“ مقالو، ماهوار هلال مئگزين، مئي 1983، ص-31

31. Mughal, M.R, “The origins of Indus Civilization” Sindhological Studies, Sindhology Summer, 1980, P-10

# سنڌو ماٿر ۾ شهري رياست جو بنياد

رياست جي ابتدا:

رياست جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ قديم قبائلي تنظيم موجود هئي ۽ اها انساني تاريخ ۾ سڀ کان پهرين سماجي معاشي تنظيم هئي. جيڪا رت جي رشتن ڪري وجود ۾ آئي. قديم زماني ۾ رت جو رشتو ئي موثر اتحاد جو ذريعو هو. قديم قبائلي تنظيم جي اوسر جا ٻه دور هيا، هڪڙو ”ماءُ آدرشي سماج“ جنهن ۾ عورت قبيلي جي اڳواڻ هوندي هئي. ان دور ۾ قبيلا تمام گهٽ فردن ۽ خاندانن تي مشتمل هوندا هئا. جڏهن آدمشماري ۾ واڌ آئي ۽ قبيلا وڏي ويا ته انهن جون ذميواريون ۽ ڪم ڪاريون پڻ وڌيا. زراعت جي ترقيءَ ڪري ”ماءُ آدرشي سماج“ ٽٽي پيو ۽ ”پيءُ آدرشي سماج“ وجود ۾ آيو. جنهن ۾ پيءُ (مرد) قبيلي جو اڳواڻ ٿيو ۽ هن زراعت ۽ ٻين ڪمن ڪارين تي پنهنجو ڪنٽرول ڪيو. قديم قبائلي تنظيم ۾ هڪ قبيلي، خاندان يا برادري جي فردن تي هڪ ماڻهن جو متحد گروهه هيو. جنهن جا مفاد هڪجهڙا ۽ پاڻ ۾ خوني رشتا هيا. هنن پنهنجي قبيلي کي ٻين قبيلن جي پيٽ ۾ مضبوط ۽ مستحڪم ڪرڻ ۽ ان اندر امن امان قائم رکڻ ۽ گڏيل قانون ڻاهي ان تحت زندگي گذارڻ ۽ ٻاهرين قبيلن جي حملن کي منهن ڏيڻ لاءِ قبيلائي تنظيم جو بنياد وڌو. ان تنظيم جو اڳواڻ قبيلي جو سردار هوندو هو. جنهن جي چونڊ قبيلي جا فرد ڪندا هئا. ڪي سردار ته مورثي هوندا هئا. هن تنظيم رياست کي خام مال تيار ڪري ڏنو ۽ رياست جي تصور پڻ قبيلائي تنظيم مان جنم ورتو. ائين ڪٿي چئجي ته رياست جي وجود ۾ اچڻ جو هي پهريون بنيادي مرحلو هيو. تاريخ انساني جي هڪ ماهر ولاديمير ايليئچ لينن ان ابتدائي برادري بابت لکيو آهي ته؛ ”قديم قبائلي تنظيم، ابتدائي برادري جو نظام يا تاريخي انساني ۾ پهريون سماجي معاشي نظام هيو. قبيلائي برادري انهن خوني رشتيدارن جي جماعت هئي، جيڪي خانداني ۽ سماجي تعلقاتن ۾ ٻڌل هئا. ان خانداني نظام جي ارتقا ۾ ٻه دور آيا. هڪ مدر شاهي (ماءُ آدرشي سماج) ٻيو پدر شاهي (پيءُ آدرشي سماج).“ (1)

ان قديم قبيلائي تنظيم کان پوءِ رياست جو وجود ٿيو ۽ قبيلائي تنظيم جو محدود تصور ختم ٿيو. مختلف قبيلن ۽ خاندانن پاڻ کي معاشي ۽ اقتصادي مفادن تحت منظم ڪيو. پنهنجي گڏيل طاقت ۽ هڪ ٻئي جي سهاري سان هڪ سوسائٽي کي جنم ڏنو. هنن بهترين زندگي گذارڻ لاءِ قانون، ريتون رسمون ۽ نظم ۽ ضبط ۽ ٻيا قاعدا تيار ڪيا. ۽ ان تحت گڏيل رضامندي ۽ اتحاد سان ارتقائي عمل تحت رياست جو وجود عمل ۾ آيو. هيگل رياست جي وجود بابت چوي ٿو ته؛ ”رياست ارتقا جي خاص منزل تي سماج جي پيداوار آهي.“(2) يعني رياست قوت يا طاقت ذريعي نه پر باهمي ميل ميلاپ ۽ قبيلن جي گڏيل معاشي، معاشرتي، تهذيبي ۽ ڪلچرل مفادن جي ڪري وجود ۾ آئي. قديم قبائلي تنظيم جي پيٽ ۾ رياست جي وجود ڪري انسان اڳ کان وڌيڪ آسائش سان زندگي گذارڻ لڳو ۽ هو پاڻ کي وڌيڪ محفوظ سمجهڻ لڳو. رياست جي وجود ڪري قبيلائي جهڳڙا ۽ نفاق ختم ٿيڻ لڳا ۽ اڳي وانگر جيڪو ماڻهو جو ميڇالو قبيلائي جهڳڙن ۽ نفاقن کي ختم ڪرڻ تي خرچ ٿيندو هو، سو هاڻ ڪنهن تعميري ڪم تي خرچ ٿيڻ لڳو. رياست جا رهواسي پنهنجن حقن ۽ فرضن جي ڄاڻ رکندا هئا ۽ رياست جي نظام ۾ هنن کي پوري مداخلت جو حق هيو. ان رياست جو سماجي نظام مختلف ملڪن ۾ مختلف رهيو. اهڙي طرح مختلف ملڪن ۾ سياسي زندگيءَ جو آغاز ٻه مختلف ٿيو. ڪن جو بادشاهت سان ته ڪن جو جمهوريت يا

اشرافيه سان ٿيو. انساني تاريخ جي ماهر فريڊرڪ اينگلز رياست بابت لکي ٿو ته؛ ”رياست مجموعي طور تي سڄي سماج جي سرڪاري نمائنده هئي....۽ اها ان طبقي جي رياست هئي جيڪو پنهنجي دور لاءِ سڄي سماج جو واحد ترجمان هوندو هيو. جهڙي طرح قديم زماني ۾ غلامن جي شهري رياست هئي، وچين دور ۾ جاگيردارن جي ۽ هن زماني ۾ بورجوازين جي.“(3)

## سنڌ اندر شهري رياست جو بنياد

سنڌ اندر شهري رياست جو بنياد 5 هزار ق-م ڌاري پيو. هتان جا ماڻهو شهرن ۾ رهڻ لڳا. سندن گهر پڪسراوان، به ماڙ بلڊنگن تي مشتمل هجڻ سان گڏ جديد طرز جي غسل خانن، بورچيخانن، تلائن، کوهن سان يعني اڄ ڪالهه جي شهرن وانگر مڙني سهوليتن سان آراستا هئا. سندن شهرن جا رستا ڪشادا، زمين ۾ ڍڪيل نالين، وندر جون جايون، مسافر خانا ۽ بازارون سهڻي رٿا سان جڙيل هيون.

هنن مهذب انسانن قائدي ۽ قانون جو ضابطو پهريان هتي مرتب ڪيو ۽ هڪ انصاف تي ٻڌل حڪومت جو قيام عمل ۾ آندو. هتان جو رياستي انتظام راجائن يا شهرن جي چڱن مڙسن جي حوالي هوندو هو. جن جي چونڊ به راڄوڻي صلاح مشوري سان ٿيندي هئي. جيڪڏهن ڪو چڱو مڙس پنهنجن اختيارن جو ناجائز فائدو وٺندو هو ته سڀ شهري متحد ٿي ان کي هٽائي سندس جاءِ تي ٻيو حڪمران يا چڱو مڙس مقرر ڪندا هئا. اهڙي طرح هتي بنا ڪنهن خون خرابي يا دنگي فساد جي ملڪي انتظام نهايت خيرخوبيءَ سان هلندو هو. اهڙي امن ۽ سڪون جي موجودگيءَ ۾ سنڌو ماٿر جا رهواسي ڏينهون ڏينهن ترقي ۽ تعمير جا ڏاڪا طئه ڪرڻ لڳا.

انساني علم جو ماهر ڪروسر چوي ٿو ته؛ ”جيڪڏهن ڪو اهڙو ملڪ هن ڌرتيءَ تي آهي، جنهن جي لاءِ دعوى ڪري سگهجي ته اهو انسانذات جو گهوارو آهي يا گهٽ ۾ گهٽ شروعاتي تهذيب جو گهوارو آهي، جنهن جي تهذيب وڌندي وڌندي سڄي دنيا جي تهذيب بڻجي وئي ۽ ان جو علم سڄي دنيا جو علم بڻجي ويو ته اهو ملڪ پڪ سان هند سنڌ آهي.“

ايڇ جي ويلز جو چوڻ آهي ته، ”اوير جي ڪنهن ملڪ مان جيڪڏهن تهذيب جا ڪرڻا سميريا پهتا ته اهو ملڪ مهراڻ جي ماٿري ئي ٿي سگهي ٿو. ڇو ته سميريا جي اوير ۾ هئڻ سان گڏ اها ڳالهه به آهي ته ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڪنهن ٻي تهذيب جا آثار نه ٿا ملن. هيءُ اهو ئي ملڪ آهي، جنهن جو تمدن بابل، سمير، مصر، يونان ۽ پوءِ روم پهتو. ڇوڻ ته هي تمدن جو پهريون مرڪز هو.“(4)

شهري رياست واري دور ۾ سنڌو ماٿر جا رهواسي پٿر ۽ ٽامون گڏ استعمال ڪندا هئا. هتان جا ماڻهو جيڪي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ پکڙيل هئا. تن اتان معدنيات هٿ ڪئي يا واپار ڪري اهي مڙئي شيون سنڌو ماٿر ۾ آنديون. اهڙي طرح گهڻي معدنيات ڪچي مال جي صورت ۾ ٻاهران هتي آندي وئي. سنڌو ماٿر جي ماڻهن پتل، جست، سون ۽ چانديءَ وغيره کي ڳاري مختلف اوزار، زيور، ڪاڌي جا ٿانون

وغيره ٿاهيا. 1936ع ۾ آمريڪا ۽ انگلينڊ جي تحقيقي ٽيم سان برصغير آيل ماهر ڊاڪٽر ٽيريءَ جي راءِ آهي ته سنڌو ماٿر پٿر ۽ ٽامي دور جي سنگم جي جڳهه آهي. هن ئي زمين تي ڪانسي دور (Bronze Age) جا آثار به مليا آهن. يعني تهذيب جي مڙني دورن جا مرحليوار آثار هتي مليا آهن.

سرجان مارشل سنڌو ماٿر جي تهذيب بابت هڪ رپورٽ ۾ ڄاڻائي ٿو ته، "ياد رهي ته اهي (سنڌي ماڻهو) اڃا پٿر دور جي بدلجندڙ دور ۾ هيا. ڇو ته هو روزمره جي استعمال لاءِ پٿر جا ڪپ ۽ رنبا ڪم آڻيندا هئا. جيڪي سون جي تعداد ۾ گهرن مان لڌا آهن. پر باوجود ان جي هو ٽامي، سون، چاندي ۽ جست بابت چڱي ڄاڻ رکندا هئا ۽ هو انهن جو استعمال ڪندا هئا."(5)

سنڌو ماٿر جا باشندا زندگيءَ جي معنى مقصد کان چڱي طرح واقف هيا. هنن وٽ ڪوبه غريب ۽ امير ڪونه هيو. سڀني جا هڪ جهڙا گهر، رهڻي ڪهڻي هڪجهڙي، منجهن غريب امير جو ڪوبه تفاوت موجود نه هو. هيءُ سماج اوائلي اشتراڪي سماج هيو، جنهن ۾ گڏيل ملڪيت جو رواج هو. ذاتي ملڪيت جو بنياد گهٽ پوءِ پيو. هر ڪو محنت ڪندو هو، هن اشتراڪي سماج جي تصوير جڳ مشهور مفڪر جوزف اسٽالن هن طرح چٽي آهي:

"اوائلي اشتراڪي سرشتي ۾ پيداوار جي لاڳاپن جو بنياد هيءُ هو ته پيداوار جا وسيلا سموري سماج جي گڏيل ملڪيت هوندا هئا. ۽ معاشي لڳ لاڳاپا پيداوار جي طاقتن سان برابريءَ وارا هئا. پٿر جا هٿيار ۽ ان کان پوءِ گز ڪمان، ان دور جي وسيلن جي فقط اها ئي پونجي هئي. جيڪڏهن هو پاڻ ۾ گڏجي انهن هٿيارن جي مدد سان فطرت جي مخالف طاقتن ۽ جهنگلي جانورن سان مقابلو نه ڪن ها ته سندن جيئرو رهڻ مشڪل هو. ٻيلن ۽ جهنگلن مان ڦل هٿ ڪرڻ، مڇي مارڻ ۽ پنهنجي اجهي ٺاهڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ سندن لاءِ تمام ضروري هيو. هو پاڻ ۾ گڏجي ملي رهڻ سان ئي جهنگلي جانورن ۽ پر پاسي وارين ڌارين قبيلن جي حملن کان پاڻ بچائي ٿي سگهيا. گڏجي ڪم ڪرڻ سبب پيداوار جي هٿيارن تي سڀني جو گڏيل حق هوندو هو ۽ انهيءَ ڪري محنت جو ڦل به سڀني جي گڏيل ملڪيت هئي. انهيءَ سماج ۾ پيداوار جي وسيلن تي ڪنهن فرد جي ملڪيت جو تصور به پيدا ڪين ٿيو هو. سواءِ انهيءَ جي ته ڪي پيداوار جا هٿيار جن جي مدد سان جهنگلي جانورن جو مقابلو ڪيو ويندو هو، ذاتي ملڪيت هوندا هئا. انهيءَ سماج ۾ نڪي ته ماڻهو هڪ ٻئي جي محنت جي ڦرلٽ ڪندا هئا ۽ نڪي اڃا هو طبقن ۾ ئي ورهايل هئا." (6)

اوائلي اشتراڪي سماج جي مٿي پيش ڪيل تصوير اسان کي سنڌ جي قديم شهرن جي اڏاوت ۽ گهرو ريتن رسمن ۽ اوزارن مان ملي ٿي. آمريءَ جي هيٺين زميني تهه تي بنياد پيل ڳوٺ مان اهڙا نشان مليا آهن. جتي سڄي ڳوٺ جي رڌپچاءَ جي هڪڙي جڳهه آهي ۽ هر هنڌ جدا جدا رڌ پچاءَ جون چلهيون يا ٻيا نشان نه مليا آهن. آمري جي کوٽائي مان گهرن جي جوڙجڪ ۽ چلهين جا نشان هر گهر ۾ نه ملڻ پر هڪ هنڌ سڄي ڳوٺ جو رڌپچاءُ ٿيڻ جا آثار ملڻ ۽ سڀني جي هڪجهڙي زندگي گذارڻ جا آثار ملڻ مان ظاهر آهي ته هي تهذيب ان دور جي آهي، جڏهن سڄو ڳوٺ هڪ ايڪو هو. جنهن جي پيدائش ۽ دولت سڀني جي گڏيل ملڪيت هئي ۽ ان جو ڪاپو به گڏيل جوابداري ۽ حق هو. ممڪن آهي ته رڌپچاءُ به اجتماعي هو. تهذيب جو اهو دور سنڌ ۾ اوائل کان شهري تمدن جي لڳ ڀڳ آخر يعني 2000 ق-م تائين

هيو. پيو ته موهن جي دڙي جي وچين تهه ۾ اوائلي اشتراڪي سماج جي چٽي تصوير ملي ٿي. بقول سر جان مارشل جي ته؛ ”سنڌ اندر سندر عمارتون فقط نگر واسين جي سک لاءِ جڙنديون هيون، پر ٻين ڏيهن جهڙوڪ مصر ۽ اولهه ايشيا ۾ ڪو به اهڙو مثال ڪونه ٿو ملي. چو جو انهن ديسن ۾ ديوتائن جي مندرن، محلاتن ۽ راجائي سماڌين تي بي شمار ناڻو لڳيو ويندو هو. باقي عام ماڻهو ائين بلڪل سادين مٽيءَ جي ٺهيل جهوپڙين ۾ رهندا هئا. پر سنڌ ۾ تصوير جو بلڪل ٻيو روپ آهي، جتي سندر عمارتون صرف نگر واسين جي سک لاءِ جڙنديون هيون.“ (7)

## جمهوري معاشرو

آرڪيالاجي جي ماهر گيوسان (Giosan) موجب هن کان اڳ قديم مصر ۽ عراق دنيا جا پهريان وڏا شهري تهذيب جا مرڪز سمجهيا ويندا هئا، پر بعد ۾ ٿيل تحقيق موجب انهن کان وڏي تهذيب سنڌو ماٿري جي شهري سڀيتا هئي. هي تهذيب دنيا جي 10 سيڪڙو آدمشماري تي مشتمل هئي. گيوسان موجب سنڌو تهذيب مصر ۽ عراق جي تهذيبن کان وڌيڪ جمهوري سوسائٽي هئي. هن تهذيب جي شهري مرڪزن ۾ مصر ۽ عراق وانگر اهم شخصيتن جهڙوڪ بادشاهن ۽ مذهبي پروهتن لاءِ وڏيون عمارتون ۽ محل نه جوڙيا ويندا هئا. (8)

## سياسي صورتحال

جيالاجي جو ماهر جان روچ نيشنل جاگرافڪ ميگزين ۾ لکي ٿو ته موهن جي دڙي ۾ ڪنهن عاليشان محل، مندر يا يادگار قسم جي منارن جي غير موجودگي ثابت ڪري ٿي ته هتي بادشاهه يا راڻي جو تخت تاج ڪونه هو. وسڪونسن ميڊيسن يونيورسٽي آمريڪا جي پروفيسر جوناٿن مارڪ ڪينوئر موجب موهن جي دڙي جي آثارن ۾ راڻي يا راجا جي غير موجودگي مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته موهن جي دڙي کي هڪ شهري رياست طور مختلف محلن مان چونڊيل ماڻهن وسيلي هلايو ويندو هوندو. جان روچ ۽ پروفيسر جوناٿن مارڪ جي اها تحقيق ٻڌائي ٿي ته چونڊيل جمهوري طرز حڪومت جي خالق به سنڌ ئي آهي- (9) چونڊيل جمهوري طرز واري حڪومت جا خالق به سنڌو سڀيتا جا وارث هئا.

دنيا جي پهرين سماجوادي رياست سنڌو ماٿر جا ماڻهو ترقيءَ جي بلندين تي هئا. هو ڪچي مال هٿ ڪرڻ لاءِ غورابن ۾ چڙهي دنيا جي مختلف ڪنڊن تي وڃي نڪرندا هئا. جن کان هو اڳئي واقف هيا. ٻاهرين دنيا لاءِ سنڌ هڪ مثالي ملڪ هيو. سمير جي ماڻهن لاءِ سنڌ جو ملڪ معتبر حيثيت رکندو هو. هو سنڌ سان پنهنجون روايتون ۽ قصا منسوب ڪندا هئا. بابلي تهذيب تي سنڌ جي سڌريل سڀيتا جو وڏو اثر هيو. سمير مان لڌل هڪ ڪتبي ۾ سنڌ جي ساراهه ڪجهه هن ريت ملي ٿي: ”اهو ملڪ، جو سمير

جي اوپر ڏي آهي؛ ۽ جتان بيڙين رستي گهٽو ڪجهه هت اچي ٿو. اهو اهڙو ملڪ آهي، جتان سج اڀري ٿو ۽ اهو بهشت آهي، جتي ڪوبه مريض ناهي، ڪي بيواهون ۽ يتيم ٻار نه آهن.“(10)

## تشدد نه پر امن تي ٻڌل تهذيب

دنيا جي قديم ترين سنڌو سڀيتا جي اهم خاصيت ان جي پرامن طرز زندگي هئي. چاڪاڻ جو هتان جي قديم آثارن مان هڪ به هٿيار ڪونه لڌو آهي. اهڙو انڪشاف 1976ع ۾ پاڪستان ۾ قديم آثارن تي تحقيق ڪندڙ هڪ آمريڪي آرڪيالاجسٽ جوناٿن مارڪ ڪينوئر آمريڪن سينٽر ۾ سنڌ جي تهذيب جي مختلف پهلوئن تي ليڪچر ڏيندي ڪيو آهي. ڊاڪٽر ڪينائر موجب ميسوپوٽيما، اومان، مصر، چين، آمريڪا ۽ ڏکڻ آمريڪا جهڙين قديم تهذيبن جي ابتڙ سنڌو ماٿر جي تهذيب وڻج واپار ڪندڙ تهذيب هئي. مختلف سببن جي ڪري هتان جو وڻج واپار صدين تائين جاري رهيو. آمريڪي ماهر موجب آڳاٽي دور ۾ سنڌ جي تهذيب وارن ماڻن تي جنگي ٽيڪنالاجي چڱي موچاري موجود نه هئي. اتان جي علائقن کي وڏي پئماني تي قلعي بند شڪل ڪونه ڏني وئي هئي ۽ نه وري انهن هنڌن تان هٿيارن کي گڏ ڪرڻ جي ڪا ثابتي ملي آهي. سنڌ جي قديم آثارن مان مليل مهرن، مجسمن ۽ نڪرن جي ٿانون تي جنگين، فوجي ڪاهن ۽ جنگي قيدين جون تشبيهون به اڪريل ڪونه آهن. آمريڪي ماهر موجب مهرڳڙهه جي ڪجهه قبرن مان هٿ آيل لاشن کي بي رحمي سان مارڻ جا ثبوت پڻ نه ٿا ملن. انهن آڳاٽن ماڻن تي ايڪڙ ٻيڪڙ اڳرايون ۽ جهيڙا ته ٿيل ملن ٿا پر هٿياربند جنگ جهڙي ڪا وڏي سرگرمي ٿيڻ جا اهڃاڻ نه ٿا ملن. نه ئي وري سنڌو ماٿر کي جنگي ڏاڍ ۽ جبر وسيلي ڳنڍيو ويو هو. جوناٿن مارڪ موجب هتان جي رهواسين اهڙي ٽيڪنالاجي ڪتب آندي ۽ ان کي اوسر ڏني جيڪا شهري زندگي جي گهرج پٺاندڙ هئي.

ان وقت جي سنڌو ماٿر جو نقشو سنڌ جي هڪ محقق سراج الحق ميمڻ ڪجهه هن ريت چٽيو آهي: ”سنڌ اها جنت هئي، جتي ڪوبه بک نه مرندو هو. جتي انسان جي ذهن تان ڏک ۽ ڳڻتي ميسارڻ لاءِ ناچ، سنگيت، نقاشي، بت تراشي ۽ ماڪيءَ جا نهيل مڌ موجود هئا. جنهن ۾ انسانن کي گندگيءَ سان چڙ هئي. جنهن ۾ هر انسان ٻئي انسان جو دوست ۽ ڀاءُ هو. جنهن ۾ ملڪ ۾ پيدا ٿيندڙ سمورين شين سڀني جون گڏيل ملڪيت هيون. جنهن ۾ مذهب جي نالي تي تنگدلي ۽ خونريزي وڏي ۾ وڏو گناهه هو. جنهن ۾ ٻين کي رنجائڻ غير انساني حرڪت سمجهيو ويندو هو. جنهن ۾ پنهنجي پاڙيسري ماڻهن يا ملڪن سان اڳرائي حرام هئي.“ (11)

ظاهر آهي ته سنڌي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ مان چاهٽندا ئي ڪونه هئا. هو نهايت مهذب هيا. سنڌ جي ماڻهن وٽ تشدد يا دٻاءَ جو تصور ئي ڪونه هيو. هو امن امان جا قائل هيا. ان ڪري ته سندن شهرن مان هٿيار ڪونه مليا آهن. پر هٿيارن يا مذهبي نڪاٽن بدران انهن جي شهرن مان اکر (علم) مليا آهن. هو ان ئي پنهنجي طاقت يعني علم ۽ هنر سان دنيا جي هر ڪنڊ ۽ ڪڙڇ ۾ پکڙيا. هنن پنهنجن غورابن ۽ جهازن ۾ چڙهي سمنڊن جا سينا چيري وچي اڻ وسايل پٽ آباد ڪيا. هنن جي هٿن ۾ پالن، ترارن ۽ نيزن جهڙن

هٿيارن بدران قلم، ڏاٺو ۽ ونجهه هيا. اها ئي سندن ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ جي لڪل قوت هئي. اهو ئي سندن زندهه رهڻ جو مقصد ۽ متو هيو. سنڌ جي آڳاٽن رهاڪن جي سوسائٽي بابت ڊي ڊي ڪوسمبي اسان کي ٻڌائي ٿو ته: ”تشدد ۽ دٻاءُ نه پر مهذب پڻو سنڌو سوسائٽي جي نظرياتي طاقت هيو.“ (12)

مصر جا فراعنه جنگجو هئا، ڪلديا ۽ اشور جا ماڻهو وحشي ۽ خونخوار هئا. هو پنهنجن مخالفن جون زبانون وڍيندا هئا، فنيقي ڌاڙيل هئا، ٻانهين جو وڪرو ڪندا هئا، ايراني پڻ پنهنجي هيٺين رعيت کي آزاريندڙ هئا، پر سنڌو ماٿر جي شهرن مان ڪابه اهڙي شيءَ هٿ ڪانه آئي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ته ملڪ ۾ لڙائي به لڳندي هئي. آثار قديمه جو هڪ ماهر مسٽر بريلس فورڊ ان بابت چوي ٿو ته موهن جي دڙي جي شهر کي چوطرف ڪوبه قلعو نه آهي ۽ جنگي هٿيارن جي نه ملڻ ڪري چئي سگهجي ٿو ته شهر جا ماڻهو صلح سانت ۾ رهندا هئا.

سنڌو ماٿر جي شهري رياست جا رهواسي سياسي طور آزاد هئا، هو ڪنهن به ڌاري قوم يا قبيلي جا ماتحت ڪونه هيا، اهو ئي سبب هيو جو هو پنهنجن صلاحيتن کي آزادانه نموني اجاگر ڪري سگهيا. آزاديءَ سان گڏ ترقي ڪرڻ جي خواهش ڪري هو غور فڪر ڪرڻ ۽ نيون ايجادون ڪرڻ لڳا. هنن هڪ ٻئي سان تعاون پيدا ڪيو، هڪ تنظيم ٺاهي. پنهنجي لاءِ قانون مقرر ڪين، حڪومت جو بنياد وڌن. جنهن ۾ هر رهواسيءَ جي حفاظت حڪومت جي ذميواري هئي. حڪومت مختلف طبقن جي نمائندن تي مشتمل هوندي هئي، پر ان ۾ خاص ڪردار واپاري طبقي جو هوندو هو. انهن نمائندن مان حاڪم چونڊيو ويندو هو. جيڪو پنهنجي جمهور اڳيان جوابدار هيو.

## شهري نظام

سنڌو سڀيتا جي وارثن وٽ هڪ معقول بلدياتي نظام رائج هيو ۽ ان سلسلي ۾ شهر کي صاف رکڻ، چوڪيداري نظام، عام فلاح ۽ بهبود لاءِ اناج جا گدام، عوامي کوهه، تورڻ ۽ ماپڻ جا مختلف پئمانا هڪ منظم سماجي زندگيءَ جي نشاندهي آهي.

موهن جي دڙي ۾ ڪن هنڌن تي ٿنين جا وڏا هال آهن. جتي انهيءَ زماني ۾ ماڻهو خاص ڪمن لاءِ پئنچاتون ڪندا هئا. انهن مان هڪ هال ته 80 چورس فوٽ ڪشادو آهي. جنهن ۾ ويهڻ لاءِ درجه بدرجه بئنچن وانگر مٽيءَ جا ڏاڪا ٺهيل آهن. جڏهن ته اڳواڻن جي ويهڻ لاءِ هڪ پليٽ فارم ڪجهه مٿيرو ٺهيل آهن.(13) انهن هالن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ان زماني ۾ ماڻهو شهر جو انتظام هلائڻ لاءِ انهن هالن ۾ گڏجاڻيون ڪري صلاح مشورا ڪندا هئا، جنهن جي موجوده دور ۾ جديد شڪل اسيمبلي آهي.

## شهري اڏاوت جي رٿابندي

موهن جي دڙي جي بيهڪ مان معلوم ٿئي ٿو ته ان وقت جا ماڻهو سليقيدار ۽ شاهوڪار هئا. سندن گهر ننڍين ننڍين محلن ۾ ورهايل هئا. جن جون گهٽيون سڌيون ۽ آمهون سامهون هيون، گهرن جون ڪي سرون اهڙيون آهن، جن تي هزارن سالن گذرڻ بعد به ڪوبه اثر ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. قديم آثارن جي ماهرن ڪان سواءِ ٻيو ڪو ڏسندو ته ائين ئي چوندو ته چتين ڪان سواءِ گهر جڙ ته تازي زماني جا ٺهيل آهن. جاين ۾ رهڻ لاءِ ڪوٺيون، غسلخانه ۽ کوهيون به آهن. ديوارن تي اندران ٿي انچ ليپو چڙهيل آهي. محلن جي اندر گهرن ۾ گهڙڻ لاءِ هڪ وڏو دروازو ٻاهرين گهٽي مان آهي. ڪن گهرن ۾ گهڙڻ لاءِ ٽي دروازا به آهن. ڪن هنڌن تي ٿنڀن جا وڏا هال آهن، جتي شايد انهيءَ زماني جا ماڻهو خاص ڪمن لاءِ پنچاتون ڪندا هئا. انهن مان هڪ هال 80 چورس فوٽ ڪشادو آهي. جنهن ۾ ويهڻ لاءِ بئنچن وانگر مٽيءَ جا ڏاڪا ٺهيل آهن. شهر جا ڪي گهر دڪانن وانگر نظر پيا اچن. هڪ دڪان شراب خانو پيو لڳي. هڪ دڪان ۾ نيرولي جي ڪن هئي. انهيءَ تي رنگ جا داغ اجا موجود آهن. هڪ وڏي ڪليل عمارت اندر، جنهن جون ديوارون 7 يا 8 فوٽ آهن، هڪ وڏو تلاءُ آهي. جنهن ۾ لهڻ لاءِ ڏاڪا آهن. تلاءَ جو ترو مضبوط، لسو ۽ صاف آهي. تلاءُ 39 فوٽ ڊگهو، 23 فوٽ ويڪرو ۽ 8 فوٽ اونهو آهي. تلاءَ لڳ کوهه آهي، جتان تلاءَ کي ڀريو ويندو هو. تلاءَ جي تري ۾ هڪ ڪنڊ وٽ سوراخ هو، جتان گندو پاڻي نيڪال ڪري تلاءَ کي صاف ڪيو ويندو هو. تلاءِ جي اوساري سيمينٽ جهڙي مصالحي سان ٿيل آهي. سم جي روڪڻ لاءِ ڏانبر ۽ ڪنڪريٽ استعمال ٿيل آهي. دڙي جي گهرن اندر جيڪي غسلخانه مليا آهن، سي سوڙها پر سندن فرش تمام مضبوط ٻڌل آهن. چن ۽ پڪين سرن جي ڀور مان گڏيل مصالحي جي فرشبندي ٿيل آهي. غسلخانن جي فرش جي ليول لهواري آهي. ته جيئن پاڻي آساني سان ٻاهر هليو وڃي. ڪيترن گهرن ۾ ننڍيون کوهيون ۽ وڏا کوهه به مليا آهن. جن جي اوساري گول سرن سان ٿيل آهي. هرهڪ رستي ۽ گهٽي سان کوهه کوٽيل آهن. ڪن کوهن تي ويهڻ لاءِ سرن جون بئنچون جڙيل آهن. جنهن تي پاڻي ڀرڻ وارا اچي ويهندا هوندا.

شهر مان گندي پاڻي جي نيڪال جو سسٽم تمام سهڻي نموني رکيل آهي. هرهڪ گهٽي ۽ رستي سان پڪين سرن سان ٻڌل ناليون آهن. جيڪي سموريون هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. معلوم ٿئي ٿو ته شهر ۾ هڪ سٺي ميونسپالٽي هئي. ۽ ماڻهن کي شهر جي آبادي جي صحت جي حفاظت جو گهڻو اونو هيو. گهر هڪ ٻئي کان ايترو پري آهن، جو هرهڪ گهر ۾ روشني ۽ صاف هوا اچي سگهي.

سر جان مارشل لکي ٿو ته؛ "پراڻي ايجيپٽ ۽ مصر خواهه اولهه ايشيا ۾ اهڙو ڪوبه مثال ڪونهي جنهن سان موهن جي دڙي جي ٺهيل سنان ڪوٺين ۽ ڪشادن گهرن سان ڀيٽ ڪري سگهجي." (14)

اوج جي پهتل سنڌو سڀيتا 2000 ق م کان پوءِ موسمي تبديلين سبب آهستي آهستي ڍرڪڻ لڳي. شهر پنهنجو اوج برقرار رکي نه سگهيا. برستان گهٽ پوڪڻ سبب درياهي وهڪرن ۾ لاٽ اچڻ لڳي. زراعت گهٽجڻ سبب هن ماٿري جي ماڻهن جي زندگي جيئن پوءِ تيئن مشڪلاتن جو شڪار ٿيڻ لڳي. جنهن سبب

ماڻهو جيڪي لاءِ لڏپلاڻ تي مجبور ٿيا ۽ شهر پنهنجو اوج برقرار رکي نه سگهيا. ووڊس هول اوشينگرافڪ انسٽيٽيوشن (Woods Hole Oceanographic Institution) جي آرڪيالاجي جي ماهر ليوو گيوسان (Liviu Giosan ) موجب 4 هزار سال اڳ موسمي تبديليون سنڌو سڀيتا جي زوال جو اهم سبب بڻيون. 10 لک اسڪوائر ڪلوميٽرن تي ڦهليل سنڌو سڀيتا عربي سمنڊ کان گنگا ندي جي ڪنارن تائين ڦهليل هئي. جيڪا قديم زماني جي مصر ۽ عراق جي تهذيبن کان به هڪ وڏيڪ وڏي شهري تمندن طور سامهون آئي. (15) يونيورسٽي ڪاليج لنڊن جي آرڪيالاجسٽ ڊورين فيولر به ليوو گيوسان سان گڏ ان تحقيق ۾ حصو ورتو ۽ هن به ان ڳالهه جي تائيد ڪئي ته برساتن جي گهٽجي وڃڻ سبب هي عظيم تهذيب زوال طرف وڌڻ لڳي. انهن نظرئي جي يونيورسٽي آف ايبرڊين جي اسڪول آف جيو سائنس جي آرڪيالاجي ماهر پيٽر ڊي ڪلفٽ (Peter D. Clift) به ڪئي آهي. (16) ماهرن سنڌو سڀيتا جي درياهي ماٿرين مان کوٽائي بعد اهڙا ثبوت هٿ ڪيا، جن مان ظاهر ٿيو ته مون سون جي برساتن جي گهٽجي وڃڻ سبب هن خطي ۾ پوکي راهي گهٽجي وئي. وڏا شهر پنهنجو وجود برقرار رکي نه سگهيا. هماليه جي جبلن مان وهڪرن ۾ لاٿ سبب درياهن ۾ به پاڻي گهٽجڻ لڳو، جنهن ڪري درياهن مان نڪرندڙ وهڪرا سوڪهڙي جو شڪار ٿي اڳتي هلي بند ٿي ويا. (17) جنهن سبب هن عروج تي پهتل تهذيب جا خالق فطرت اڳيان شڪست کائڻ تي مجبور ٿيا. هنن مجبور ٿي اوڀر طرف گنگا ندي جي ماٿري ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي.

سنڌو سڀيتا جا شهر آباد ڪندڙ ڪي ٻاهريان ماڻهو نه پر مقامي هئا

آمريڪا ۽ انڊيا جي سائنسدانن جي هڪ ٽيم موجب سنڌو ماٿري جي هي تهذيب رڳو شهري مرڪزن تي مشتمل نه هئي پر سنڌو ماٿري جي قديم رهواسين ڳوٺن کان نڪري شهر آباد ڪيا ۽ بعد ۾ به ڳوٺن کان شهرن طرف لڏپلاڻ ٿيندي رهي. (18) يونيورسٽي آف فلوريڊا (University of Florida) جي سائنسدان بينجمن ويلنٽائن، جان ڪريگبوم، جارج ڪيمانوف، دکن ڪاليج پوني جي ٻن سائنسدانن وسنت شاندي ۽ وينا مشرف ٽرپاٺي ۽ آمريڪا جي ٻن ٻين سائنسدانن سان گڏ سنڌوماٿري جي شهري مرڪزن ۽ ڳوٺن تي جامع تحقيق ڪئي. (19) انهن اڳ قائم ڪيل ان تصور کي رد ڪيو ته سنڌو ماٿري جي شهري تمدن جو بنياد رکندڙ اتان جا مقامي ماڻهو نه پر ڪي ٻاهران آيل ماڻهو هئا. ماهرن جي هن ٽيم هڙاپا ۽ هريانا جي قديم ماڳ فرمانا مان مليل 4 هزار سال پراڻن انساني ڏانچن جي ڏندن تي ڪيميائي تحقيق ڪئي. هنن تحقيق ذريعي ثابت ڪيو ته سنڌو ماٿري جي تهذيب مرحلي وار ارتقا جا ڏاڪا طئه ڪيا. ان جا خالق ڪي ٻاهريان آيل ماڻهو نه پر مقامي رهواسي هئا.

سنڌو سڀيتا جي دور ۾ دنيا جون ٻيون قديم تهذيبون

| نالو | دور | علائقو | ڏنتو ڏاڙي | لکت جو نظام |
|---|---|---|---|---|
| سنڌو سڀيتا | 3500 کان 1500 ق م | موجوده پاڪستان ۽ ڀارت | شهري رٿابندي، زراعت، واپار، ڌات، جانورن جي پالنا | تصويري لکت |
| سميري تهذيب (ميسوپوٽيما) | 3000 کان 750 ق م | عراق | جانورن جي پالنا، ڌات، ٽيڪسٽائيل | ڪيونيفارم |
| مصر جي تهذيب | 3000 کان 800 ق م | مصر ۾ نيل ندي ڪناري | احرام مصر، مميون، سولر ڪليندر | هيروگليفڪ |
| چيني تهذيب | 1600 ق م کان پهرين صدي عيسوي | چين | عظيم ديوار، ڪپڙو، ڪاغذ، ڌات | چيني |
| يوناني تهذيب | 2700 کان 1100 ق م | يونان | زراعت، شراب، فن | يوناني |

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1. لينن، ”رياست اور انقلاب“ ماسڪو، ص-146
2. اينگلز، فريڊرڪ؛ ”خاندان، ذاتي ملڪيت اور رياست ڪا آغاز“ ماسڪو
3. اينگلز، فريڊرڪ؛ ”خاندان، ذاتي ملڪيت اور رياست ڪا آغاز“ ماسڪو
4. دوني، قمر الدين، ”تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز اولهه پاڪستان“، ماهوار نئين زندگي، جولاءِ 1965ع
5. Archaeological Survey Report 1924-25, P-61-62
6. اسٽالن، جوزف، مارڪسي فلسفو، ص- 76-77
7. Marshall, “Mohenjo Daro and Indus Civilization” Vol: 1, P-VI

8. Charles Choi, Huge Ancient Civilization's Collapse Explained, Live Science, May 28, 2012, http://www.livescience.com/20614-collapse-mythical-river-civilization.html

See also: http://www.huffingtonpost.com/2012/05/29/indus-valley-civilization-climate-change_n_1553088.html

9. By John Roach, "Faceless" Indus Valley City Puzzles Archaeologists, http://science.nationalgeographic.com/science/archaeology/mohenjo-daro/

10. Crammer, Dr. Noah, Report in Daily Dawn Karachi, December 1960

11. الحق، سراج، سنڌي ٻولي، ص: 86-87

12. Kosambi, D.D. The culture and civilization of Ancient India in Historical Lines

13. تمدن سنڌ، ص-25

14. Marshall, Sir John, “Mohen jo Daro and Indus Civilization” Vol: 1, P-VI

15. http://www.whoi.edu/

16. Peter D. Clift/School of Geosciences/University of Aberdeen

17. http://www.pnas.org/content/109/26/E1688.abstract

18. http://timesofindia.indiatimes.com/…/articlesh…/47111875.cms

19. The researchers were led by University of Florida scientists Benjamin Valentine (who is now at Dartmouth College), John Krigbaum and George Kamenov with two Deccan College, Pune scientists Vasant Shinde and Veena Mushrif-Tripathy, and two more US scientists making up the other members. Their research paper is published in in the online journal PLoS ONE.

# سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ

موجوده جاگرافيائي سرحدن موجب، سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ، پاڪستان جي مڙني صوبن سميت افغانستان ۽ هندستان جي مختلف صوبن ۽ رياستن ۾ مليا آهن. چو جو اڄ کان 7 يا 8 هزار سال (6000 ق م) اڳ انهن مٿين ملڪن جا ڪجهه حصا سنڌو سڀيتا جي وارثن جي حڪومت هيٺ ۽ سرحدن ۾ شامل هئا. اڄ تائين ٿيل تحقيق موجب سنڌو سڀيتا جا اٽڪل 2000 ماڳ ملي چڪا آهن. جن مان ڪجهه قديم آثارن ۾ پڙن جي کوٽائي ڪئي وئي آهي ته ڪن جي صرف نشاندهي ڪئي وئي آهي.

هيءُ ماڳ مشهور سنڌو سڀيتا جي ڳوٺاڻي ثقافت يا عروج جي دور جا آهن. جيڪي 6 هزار ق - م کان 1500 ق - م تائين آباد هيا. انهن شهرن ۾ تمام پراڻو ماڳ لاکين جو دڙو ۽ مهر ڳڙهه سايا 7 هزار ق - م جا ۽ ان بعد ڪلي گل محمد 4200 ق - م جو آهي. انهن ٽن پراڻن ماڳن کان سواءِ باقي شهر ۽ ڳوٺ سنڌو سڀيتا جي ٻن مشهور دورن سان واسطو رکن ٿا. جنهن ۾ اوائلي دور ”ڳوٺاڻي ثقافت“ جي نالي سان سڏجي ٿو، جيڪو 3500 ق - م کان 2300 ق - م جو آهي ۽ ٻيو دور سنڌو سڀيتا جي عروج واري دور ”شهري تمدن“ جي نالي سان سڏجي ٿو. جيڪو 2500 ق - م کان 1500 ق - م جو آهي. ڳوٺاڻي ثقافت

وارن ماڳن ۾ آمري ۽ ڪوٽڏجي اهم بستيون آهن ۽ شهري تمدن ۾ موهن جو دڙو، هڙاپا ۽ چانهون جو دڙو اهم بستيون آهن.

اسان هيٺ انهن مڙني قديم ماڳن مان ڪجهه اهم ماڳن جي فهرست ڏيڻ کان پوءِ، انهن ماڳن مان ڪن مکيه ۽ گهڻو اهم شهرن ۽ ڳوٺن بابت مختصر وچور پيش ڪريون ٿا.

## سنڌ جا قديم ماڳ

موهن جو دڙو، آمري، ڪوٽڏجي، چانهون جو دڙو، ڳاڙهو ڀڙو، نهٽو، ٿرڙي گجو، ڪوهٽراس بٺي، پانڌي واهي، علي مراد، ڊرب ڏيتڙي، ٽيڙ، لکمير جي ماڙي، ڪائي بٺي، لنڊي بٺي، ليمون جوٽيجو، غازي شاهه، نارو وارو دڙو، ڏنبِ بٺي، ديهه ماڙي صابري، ڏيسوئي، الهڏنو، عاملاڻو، عارب جو ٿاڻو، شاهه جو ڪوٽڙو، پانڌٽي، چونرو، ڊال، ڏيجي جي ٽڪري، گورنڊي، حسن علي، جهڪڙ، جانگهارا، ڪرچاٽ، ڪجور، لکيو (پير لاکو)، لوهري، ليلان جي ماڙي، لوهم جو دڙو، اورنگي، عثمان جي بٺي، پئي جو ڪوٽڙو، پوڪراڻ، ٽنڊو رحيم، تونگ بٺي، احمد شاهه، بچاٽي، پانڌڙي، بيبي جي پٽ، چٽي جو ڪنڌ، ڊلاٽي جو ڪوٽ، جيري جو ڪلات، جڏيرن جو دڙو، ڪچو بٺي، کندر پٽ، ڪانڌي واهي، ڪرهيو پير پانداري، ڪرند جي پٽ، کوسو دڙو، ڪونج سر، لنڊي نوڙهي، لال چتو، ممڙو، مرکان، مشتاق، ترگاٽي جو ڪنڌ، نڪا، ڦنگ، راڇو ديرو، روهيل جو ڪنڌ، سنياسي بٺي، نارو ٽڪري، نيڙهي بهادر شاهه، پير شاهه جڙيو، نيل بازار، جهانگري، منو ڏياڻو، ڏامراهو، ڪوٽيشر، وجهڙوٽ، لاکين جو دڙو ۽ ٻيا شامل آهن.

## بلوچستان جا قديم ماڳ

مهر ڳڙهه، ڪڙي گل محمد، دمب سادات، ستڪاجن در، نال، راڻا گنڊئي، بالاڪوٽ، دشتو، ستڪا ڪوهه، تربت، شاهي تمپ، واهل، بيلا، ڪولي، نندرا، نوڪجا شاهه، نندوري، ڪناڙ، ميهي، سرخ ڏنبِ، خضدار، انجيرهه، پڻاٽي ڏمپ، ڪوٽرا، سياهه ڏنپ، قلات، گاند ڏمپ، ڪرتا، ٿوگائو، بابر ڪوٽ، شوجنگل، ڪناڙي، ڪيچي بيگ، ڪوئيٽا مري، مغل گنڊائي، پيراڻو گنڊائي، دبر ڪوٽ ۽ ٻيا شامل آهن.

## پختون خواهه جا قديم ماڳ

بنون، سري ڪولا، ڪرم شاهه، گوملا، رحمان ڳڙهي، هٿالا، جهنگ، شهباز ڳڙهي ۽ ٻيا شامل آهن.

پنجاب جا قديم ماڳ

هڙاپا، گنويري والا، ٿرڪي، سانڌ نارو، 24 ماڳ بهاولپور ۾ قديم هاڪڙي درياهه جي ڪنارن تي، لوري والا ٿر، ڀهوٽ، ڪدوالا، ونيوال، جلال پور، ليهه، چڪ پربان سيات، موسى خيل ۽ ٻيا شامل آهن.

افغانستان ۾ منديگڪ ۽ ٻيا شامل آهن.

اوڀر پنجاب، هريانه ۽ راجپوتانه ۾ قديم ماڳ

ڪالي بنگن، ڪوٽ پلان، ڪوجلا نيهنو، بارا، عالمگير پور، نگر، روپر، 14 ماڳ بيڪانير ۾، دوب، هريانه رياست ۾ راکي ڳڙهي ۽ ٻيا شامل آهن.

ڪڇ ۾ قديم ماڳ

مندرا، ناوينال، ماندوي، توديو، ناليا، انجار، ڪوٽڊا، پچ، ڪوٽڊا بادلي، نکتارانا، ڏيسالپور، نارپا، ويدا، لکپت، لوٽي، باٽي، ڪوٽرا، نيوني ڏر، ڪوٽادي، موريو، ڪيراسي، سرڪوندا، سيلاري، راپر، پد مهت، لاکپر، ڪنٿ ڪوٽ، کاري ڪاڪندا، پير وڏا کيتر، ڍولاويرا ۽ ٻيا شامل آهن.

ڪاٺياواڙ ۾ قديم ماڳ

ڦالا، لاکا بهاول، آمرا، هالار، گوپ، ڪنار ڪيدا، سومناٿ، ڪانجيٽر، ونيوادر، روجدي، اڏ ڪوٽ، ٻهم پاتال، بابر ڪوٽ، رانگپور، ديوالا، چڪائو، گوئي، پنسووا، لوٿل، ڪوٽ، نوستاريا، جمناگر، ميهگام، تيلوڊ، پڳٽارو ۽ ٻيا شامل آهن.

## 1. موهن جو دڙو

انديا جي قديم آثارن جي ماهر راکلداس بئنرجي 1918ع کان ڏکڻ پنجاب، بيڪانير، بهاولپور ۽ سنڌ ۾ سڪندر اعظم جا اهي 11 ٿل ڳولڻ لاءِ مختلف هنڌن جي جاچ ۽ کوٽائي ڪرائي رهيو هو. جيڪي سڪندر اعظم عيسوي سن کان سوا ٽي سو ورهيه اڳ پنهنجي ڪاهه دوران بياس نديءَ جي ڪناري ٺهرايا هئا ۽ مٿن يوناني ٻوليءَ ۽ هندي زبانن ۾ نوشتا اُڪرايا هئا. هن 1918ع کان 1922ع تائين وڏي جدوجهد بعد سنڌ ۾ کيرٿر کان سنڌونديءَ تائين جيڪب آباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ 27 وڏن ۽ 53 ننڍين دڙن کي ڳولي، انهن جي کوٽائي ڪرائي، پر اتفاق سان اهي سڀ ٻڌ دور جا يادگار نڪتا. (1) ائين اتفاق سان هيءُ ماهر ووڙيندو ووڙيندو 1922ع ۾ اچي لاڙڪاڻي ضلعي جي ڏوڪري شهر کان 6 ميل پري هڪ ٻڌ اسٽوپا وٽ پهتو، جيڪو ٻڌ دور جو هڪ مندر هيو. اهو ٿل سنڌونديءَ جي سطح کان 46 فوٽ مٿي هڪ دڙي تي هيو. جنهن ٿل جو ۽ اتان مليل ٻڌ ڌرم جي ڀڪشن جي رهڻ جي جاين جو ان کان هيٺين تهن يا زماني سان ڪنهن به قسم جو واسطو نه هو. هي مٿيون سڀ تعميرات ٻڌ ڌرم جي راجا واسديو (ڀهريون) جي دور جون هيون. اهي ان کان هيٺ موجود شهر جي تباهي کان پوءِ هزار سال

گذرڻ بعد ان مٿان وري اڏيون ويون هيون. ان خيال کان ته زمين جي سطح کان مٿانهين جڳهه تي مذهبي آستان جوڙڻ سان ان جو سال بسال سنڌو جي ٻيندڙ ٻوڏين کان بچاءُ ٿي پئي سگهيو.

جڏهن بئنرجي ٺل پرسان ڪجهه کوٽائي ڪرائي ته کيس اتان پٿر جا ڪپ ۽ ٺڪر جي ٿانون جو اهڙو ٿيڪراٺ هٿ آيس، جن جو ٻڌ دور سان ڪو به واسطو نه هيو. پر اهي ڪنهن هزارين سال پراڻي دور جي ڪنهن نرالي تهذيب جي نشاندهي ڪن پيا. (2) جڏهن بئنرجي اسٽوپا پرسان کوٽائي ڪرائي ته اتان هن کي هڪ اهڙي مهر ملي، جيڪا شڪل ۽ صورت ۾ هڙاپا مان مليل هڪ تصويري رسم الخط واري مهر سان هڪ جهڙائي ڏيکاري پئي. جيڪا سر الگزينڊر ڪنگهم کي هڙاپا جي کوٽائي مان ملي هئي. (3) ان مان بئنرجي اندازو لڳايو ته هتان اجا ڪنهن قديم تهذيب تي روشني پوندي. جيڪا هڙاپا وانگر 5 هزار سال کن پراڻي هوندي. ڇو جو هتان ملندڙ ڪجهه اوزار ۽ ٺڪر جا ٿانون هڙاپا مان انهن ئي ڏينهن ۾ ٿيندڙ کوٽائي مان ملي رهيا هئا. جيڪو هنڌ ان وقت برصغير ۾ سڀ کان پراڻو ۽ قديم شمار ڪيو ويندو هو. بس ايئن ئي سنڌ جي 5 هزار سال پراڻي تهذيب مٿان زمانن جا پيل پردا ۽ لٿ لهڻ شروع ٿيا. قديم آثارن جي ماهرن جون پرڏيهي اخبارن ۾ هن عظيم تهذيب بابت رپورٽون ۽ بيان شايع ٿيڻ شروع ٿيا ۽ جلد ئي سڄي دنيا ۾ هن عظيم تهذيب ۽ تمدن جي هاڪ پئجي وئي. ان ئي کوٽائيءَ سنڌ ديس جي اڻ لکيل تاريخ ۾ 5 هزار سال اڳ جي سونهري دور جو اضافو ڪيو. برصغير سميت سڄي دنيا جي تاريخ جي شروعات هن خطي جي ذڪر سان شروع ٿيڻ لڳي.

موهن جي دڙي جي هن قديم ماڳ جي وڏيڪ کوٽائي ان وقت انڊيا جي قديم آثارن واري کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل سر جان مارشل جي نظرداريءَ هيٺ 1922ع جي سياري جي مند ۾ ٿي، جيڪا لاڳيتو 1927ع تائين هلي. ان کوٽائيءَ جو سمورو احوال سر جان مارشل ٽن ضخيم جلدن ۾ شايع ڪرايو. (4) وري ٻيو دفعو هن کنڊر جي کوٽائي ارنيسٽ مئڪي جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. جنهن پنهنجو ڪم 1927ع کان 1931ع تائين ڪري ختم ڪيو ۽ پنهنجي تحقيقات کي جدا ڪتاب ۾ شايع ڪيو. (5) ان بعد وري ڊاڪٽر سر آر ايم وهيلر 1950ع کان هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي. وري 1965ع ۾ آمريڪي آرڪيالاجيڪل مشن جي سربراهه پروفيسر جارج ايف ڊيلز (يونيورسٽي آف پينسلونيا) طرفان وڏيڪ کوٽائي ڪرائي وئي. اهڙي طرح هن عظيم شهر جي کوٽائيءَ ۾ بئنرجي، سر جان مارشل، جارج ايف ڊيلز، هارگريوز، سروپ وتيس، ڪي اين ڊڪشٽ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو ۽ هيءُ 5 هزار سال پراڻي تهذيب ۽ تمدن جا نرالا رنگ ۽ ڍنگ ورهين گذرڻ بعد اسان جي سامهون آيا.

موهن جي دڙي جو تباهه ٿيل شهر اتر سنڌ جي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڪراچي-ڪوئيٽا ريلوي لائين تي ڏوڪريءَ جي اسٽيشن کان 6 ميل پري آهي. سنڌوندي هن ماڳ جي اوپر ۾ وهي ٿي. موهن جي دڙي جو کنڊر 240 ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. (6) لئمبرڪ جي چئي مطابق هيءُ شهر گهيري ۾ ٽن ميلن کان به وڏيڪ ڦهليل آهي ۽ هي تمام گهاٽي آدمشماريءَ وارو شهر هيو. (7) هي کنڊر هن وقت ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ "مٿيون شهر" جتان شهر پناهه جا آثار مليا آهن. جيڪا ٻين جڳهن کان ڪجهه مٿيري سطح تي جڙيل آهي. ان مٿين سطح تي جوڙيل اڏاوتن ۾ ميونسپل هال ۽ شهري کاتن جي انتظاميه جون سرڪاري آفيسون ۽ بنگلا، پاڻيءَ جو تلاءُ، ٿنڀن وارو اسيمبلي هال ۽ هڪ وڏو ان جو پاندو مليو آهي.

جيڪي مٿين سطح تي ان خيال کان ٺاهيا ويا ته جيئن سنڌو درياهه جي ٻوڏن کان انهن جي حفاظت ٿي سگهي ۽ هيٺين شهر جا ماڻهو به مٿين شهر جي قلعي ۾ ٻوڏن وقت پناهه حاصل ڪري سگهن. (8) ٻيو وري هيٺيون شهر، جنهن ۾ رهڻ جون جايون، دڪان، بازاريون، ڪشادا رستا وغيره آهن. هيٺيون شهر به اعليٰ رٿا سان انجنيئري طريقي سان ٺهيل آهي. هن شهر جون وڏيون گهٽيون شهر کي مختلف وڏن بلاڪن ۾ ورهائن ٿيون. (9) شروعات ۾ دڙو هڪ ئي هئو، پر پوءِ شايد سنڌو ندي جي ڪنهن اوائلي ليٽ هن جي اسٽوپا ايراضي واري حصي کي هيٺين ايراضي کان جدا ڪري ڇڏيو. (10)

هاڻ اسان موهن جي دڙي ۾ مليل عمارتن، گهرن وغيره جو ذڪر ڪنداسين. جيئن ته شهر ۾ مليل عمارتن ۾ اسٽوپا به هڪ خاص ۽ ڌيان طلب عمارت يا هنڌ آهي. پر جيئن ته هن عمارت جو سنڌو سڀيتا جي هن پوئين دؤر سان ڪوبه واسطو نه آهي ۽ اسٽوپا پوءِ جي ٻڌ واري دؤر جي اڏاوت آهي. ان ڪري هت ان جو ذڪر نه ٿو ڪجي. باقي ٻئي جيڪي جڳهون سنڌو تهذيب جي دؤر سان واسطو رکندڙ آهن. انهن جو مختصر احوال ڏجي ٿو. پوءِ اچو ته پهريان مٿين شهر ۾ مليل عمارتن جو ذڪر ڪيون.

وڏو حوض:

اسٽوپا جي اتر اوڀر واري ڪنڊ ۾ هڪ حوض آهي. هيءُ حوض سنڌو سڀيتا جي وچ واري دؤر جي عمارت آهي. هي حوض مستطيل شڪل جو آهي ۽ 29 فوٽ ڊيگهه ۽ 23 فوٽ ويڪر اٿس. منجهس اندر لهڻ لاءِ ڏاڪا آهن. (11) هيءُ تلاءُ هڪ وڏي ڪليل عمارت اندر آهي. جنهن جو ديوارون 7 يا 8 فوٽ آهن. تلاءَ جو ترو مضبوط ۽ لسو آهي. تلاءُ اٺ فوٽ اونهو آهي. (12) هن تلاءَ جي پر ۾ هڪ کوهه مليو آهي. جتان تلاءَ کي پاڻي پهچايو ويندو هوندو. هن تلاءَ کي صفائي ڪرڻ لاءِ هيٺان هڪ ڪنڊ ۾ سوراخ به ٺيل آهي. جنهن مان نالي نڪتل آهي. جنهن رستي تلاءَ ۾ جمع ٿيل ڪنو پاڻي نيڪال ڪيو ويندو هوندو. هيءَ نالي به نهايت عمدي جڙيل آهي. ۽ ايتري اونهي آهي جو ڀلي ته 6 فوٽ ڊگهو ماڻهو ان ۾ بيٺو هجي. سڄي نالي ڍڪيل آهي. وچ تي نالي ۾ هڪ کليل ٽڪر (Main-hole) آهي. نالي ۾ گندو ڪچرو گڏ ٿي وڃڻ جي صورت ۾ ماڻهو ان سوراخ مان لنگهي وڃي، ناليءَ جي صفائي ڪندو هوندو. پاڻيءَ جي سيمي کي روڪڻ لاءِ ڏامر هنيل آهي. (13) تلاءَ جي اوساري سيمينٽ جهڙي مصالحي سان ٿيل آهي. سم جي روڪڻ لاءِ ڏامر ۽ ڪنڪريٽ استعمال ڪئي وئي آهي.

حوض جي چئني پاسن کان ورانڊو آهي. ورانڊي جي اتر، ڏکڻ ۽ اوڀر پاسي مختلف ڪمرا جڙيل آهن. حوض جي ٺاهڻ ۾ ڪافي محنت کان ڪم ورتو ويو آهي. سرون چلي، چڱي طرح مسالو لڳائي جوڙيون ويون آهن. حوض جي ڏاکڻي پاسي ساڍا 9 فوٽ ڊگها ۽ 11 فوٽ ويڪرا غسلخانا ٺهيل آهن. انهن غسلخانن ۾ پردي داريءَ جو خاص خيال رکيو ويو آهي. هر غسلخاني ۾ مٿي وڃڻ لاءِ هڪ ڏاڪڻ آهي. ان مان اندازو لڳايو ويو آهي ته جايون ٻه ماڙ هيون. (14) هنن غسلخانن ۽ مٿي چاڙهيل حوض جو پاڻي وري وڃي هڪ وڏي نالي ۾ پوي ٿو. نه صرف غسلخانا حوض جي پر ۾ مليا آهن، پر موهن جي دڙي جي هر گهر ۾ غسلخانا لڌا ويا آهن. جنهن مان خبر پوي ٿي ته موهن جي دڙي وارا صفائي، سٿائي ۽ صحت جو خاص خيال رکندا هئا ۽ صبح جو روزانو تڙ ڦليل ڪرڻ سندن معمول هيو.

## پئنچاتي هال - درسگاهه:

تلاءَ ۾ اسٽوپا جي وچ ۾ هڪ تمام وڏي عمارت آهي. جنهن جي ڊيگهه 235 فوٽ ۽ ويڪر 78 فوٽ آهي. انهيءَ جو وڏو در اولهه پاسي هو. هن ۾ تمام گهڻا ڪمرا ٺهيل آهن. خاص بيٺڪ جون ٿلهيون ۽ مضبوط پٿيون ڏيان ڇڪائيندڙ آهن. ماهرن موجب تي هيءَ عمارت به ماڙ يا ٽه ماڙ هوندي. (15) هي ٿنڀن جو هال ان دور جي ماڻهن جي خاص ڪمن لاءِ گڏجاڻيون يا پئنچاتون ڪرڻ لاءِ هوندو. چو جو هن هال ۾ وهڻ لاءِ بئنچن وانگر مٽيءَ جا ڏاڪا ٺهيل آهن ۽ سامهون پليٽ فارم ٺهيل آهي. (16) وڏي در کان لنگهڻ کان پوءِ هڪ هال اچي ٿو. جيڪو 24 فوٽ ڊگهو ۽ 4 فوٽ ويڪرو آهي. انهيءَ جي ڪٻي پاسي هڪ ويڪري در کان پوءِ هڪ اڱڻ آهي. جنهن کي چئني طرفن کان پٿيون آهن. انهن جي چئني پاسن کان ڪمرا آهن. جن ۾ وري پروهت يا استاد (پاڙهيندڙ) رهندا هوندا. هال جي سڄي پاسي کان 2 گهٽيون آهن. هڪ گهٽي ننڍي اڱڻ طرف وڃي ٿي، جنهن جي چئني پاسن کان وري ننڍا به ماڙ ڪمرا آهن. ان پاسي ڪيترا ٻيا اڱڻ ۽ ڪمرا آهن. (17) جيڪي شايد شاگردن جي رهائش جي هاسٽل هوندي. پئنچاتي هال جو هيءُ حصو درسگاهه پيو معلوم ٿئي.

## هيٺيون شهر:

اسٽوپا ايراضيءَ کان هڪ رستو ڏکڻ اوڀر طرف وڃي ٿو. جيڪو ٿورو ئي پري وڃي اوڀر پاسي مڙي اوڀر واري وڏي رستي سان ملي ٿو. اوڀر واري سڙڪ کوٽيل علائقي کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. سڙڪ جي ڏکڻ پاسي ايچ آر ايراضي (18) آهي. اتر طرف وي ايس ايراضي (19) آهي. اوڀر واري وڏي سڙڪ کي پهرين وڏي سڙڪ گوني ڪنڊ تي ڪاٽي ٿي ۽ وي ايس ۽ ايچ آر ايراضين کي ٻن حصن ۾ ورهائيندي، ڊي ڪي ايراضي (20) تي پهچي ٿي. انهن علائقن ۾ هزارين گهر، تمام گهٽيون گهٽيون ۽ بيشمار کوهه آهن.

**گهر:** موهن جي دڙي مان جيڪي گهرن جون عمارتون مليون آهن، سي سڀ ڪشاديون ۽ هوادار آهن. ڪن گهرن جي اڱڻ ۾ ڏاڪڻ آهي. جنهن مان سمجهجي ٿو ته ڄگهون به ماڙ به هيون. پٿين تي پلستر ٿي انچ ٿلهو چڙهيل آهي. سرون گاري ۽ چيروليءَ سان ٿڦيل آهن. ڄگهون گهڻو ڪري پڪين سرن جون ٺهيل آهن.

**دڪان:** موهن جي دڙي ۾ گهرن کان سواءِ دڪانن جون عمارتون به مليون آهن. هڪ دڪان اهڙو به مليو آهي، جيڪو شراب خاني جي طرز تي ٺهيل آهي. هڪ دڪان مان نيروٽي جي ڪن لڏي وئي ۽ اتي رنگ جا داغ به اجا ظاهر آهن. جنهن ڪري اهو دڪان ڪنهن رنگساز جو معلوم پيو ٿئي.

**کوهه:** هتان کوهه به ڪافي لڌا ويا آهن. کوهن جي اڏاوت هڪ جهڙي آهي. کوهه پڪسرا ۽ گولائيءَ تي آهن. هڪ به کوهه بيضوي شڪل جا به آهن. کوهن پرسان بئنچون به ٺهيل آهن، شايد اهي پاڻي پريندڙن لاءِ وهڻ جون جايون هيون.

**ناليون:** شهر جي گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي ترتيب به اعلى قسم جي پئي لڳي. هر هڪ رستي، گهٽي ۽ لنگهه کي پنهنجي پنهنجي ڍڪيل نالي آهي.

**هڪ بئي مثان اڏيل شهر:** موهن جو دڙو ۾ هڪ بئي مٿان ست شهر لڌا ويا آهن. آبڪلاٽيءَ ۾ سنڌونديءَ جي ٻوڏ ۽ چوماسي ۾ جبلن تان پاڻيءَ جي چرن لهڻ سبب هيءُ شهر هڪ پيرو زبون ٿيو ٿي ته پاڻي جي لهڻ بعد ماڻهن ڪجهه عرصي بعد اتي نئون شهر ٻڌو ٿي. ائين شهرن مٿان شهر ٻڌائون، جن مان اجا تائين ستن شهرن جو پتو پيو آهي. انهن ستن تهن هيٺان پاڻي نڪتو آهي. (21) قديم آثارن جي ماهرن موجب پاڻي هيٺان پڻ اڏاوتن جا آثار ملن ٿا. جيڪڏهن موهن جي دڙي ۾ مٿي چڙهي آيل سم جي پاڻيءَ جي ڪنهن طريقي سان سطح گهٽ ڪجي ته ڪجهه وڌيڪ تهه دريافت ٿي سگهن ٿا. موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندڙ سر جان مارشل کوٽائي دوران لنڊن جي هڪ اخبار (22) ۾ لکيو ته، ”اسان هيل تائين کوٽائي ۾ هڪ بئي هيٺان نون شهرن جا کنڊر ساڳي مال ۽ مٽيءَ جي تهن هيٺان لڌا آهن. جنهن مان بئبيلونيا کان به اڳ جي تهذيب تي روشني پوندي. اسان اجا اونهي کوٽائي ڪنداسين، سمجهون ٿا ته اجا 3، 4 يا 5 شهر انهن تهن مان هٿ ڪنداسين. جن جي عمر 9 کان 11 هزار ورهيه پراڻي هوندي.“

سر جان مارشل دڙي جي کوٽائيءَ کان پوءِ اعتراف ڪيو ته، ”قديم مصر خواهه اولهه ايشيا ۾ اهڙو ڪو به مثال ڪونهي. جنهن سان موهن جي دڙي جي رهواسين جي  ٺهيل سهٽين سنان ڪوٺين ۽ ڪشادن گهرن سان ان جي ڀيٽ ڪري سگهجي. انهن ديشن ۾ ديوتائن جي مندرن، محلاتن ۽ راجائي سماڌين تي بيشمار ناڻو لٽيو ويندو هو. باقي عام ماڻهو بلڪل ايئن سادين مٽيءَ جي جهوپڙين ۾ رهندا هئا. پر سنڌ ۾ تصوير جو بلڪل ٻيو روپ آهي. جتي سندر عمارتون فقط نگر واسين جي سک لاءِ ئي جڙنديون هيون.“ (23)

موهن جو دڙو، سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جو مرڪز هيو ۽ سنڌو رياست جي گاديءَ وارو شهر هيو. جتان هتان جا رهواسي رياست جي ٻين صوبن يا رياستن جي نظرداري ڪندا هئا. هي شهر 4300 ق - م کان لڳ ڀڳ 1500 ق - م تائين آباد رهيو. آمريڪا جو آرڪيالاجي ماهر اومائل، سر مورٽيمر ويلر جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته موهن جي دڙي جي موجوده شهر هيٺيان ڇهه شهر ٻيا به موجود آهن ۽ ماهر رڳو مٿيئين حصي مان ڪيئن ٿا اها راءِ قائم ڪري سگهن ته هي تهذيب 5 هزار سال پراڻي هوندي. اومائل، اين مورا چوي ٿو ته موهن جي دڙي جي سڀيتا دنيا جي هر تهذيبي مرڪز کان آڳاٽي ۽ سڀني تهذيبن جي ماءِ ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه هزار سال پراڻي آهي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Chatterji, S.K, “Modern Review” December 1924

2. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، ”قديم سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، ص-82

3. Fleet, I.F, “Seals from Harappa” J.R.A.S, 1912, P-699

4. Marshall, Sir John, “Mohen jo Daro and Indus Civilization” Vol: 1-3, London 1931

5. Mackay, E.J.H, “Further Excavation at Mohen jo Daro” 2 Volumes, Delhi, 1938.

6. شيدائي، رحيم داد خان مولائي، ”تمدن سنڌ“ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، 1959ع ص-12

7. لئمبرڪ، ايڇ ٽي، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 118

8. Gauhar, Altaf, “Twenty years of Pakistan” 1947 to 1967, Karachi, 1969, P-623

9. Ibid, P-623

10. صديقي، محمد ادريس، ”سنڌو ماٿر جي سڀيتا“ سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1979، ص-38

11. صديقي، ص- 40

12. شيدائي، تمدن سنڌ، ص- 25

13. آڏواڻي، ص- 91

14. صديقي، ص- 41

15. صديقي، ص- 42

16. شيدائي، تمدن سنڌ، ص- 25

17. صديقي، ص- 42

18. ايڇ آر ايراضيءَ جو نالو ان جي کوٽائي ڪندڙ ماهر هار گريوز جي نالي پويان رکيل آهي.

19. هي ايريا ان جي کوٽائي ڪندڙ ماهر ساڻو سروپ وٽس جي نالي پويان سڏبي آهي.

20. ڊي ڪي ايريا ان جي کوٽائي ڪندڙ ماهر ڪي اين ڊڪشٽ جي نالي پويان آهي.

21. آڏواڻي، قديم سنڌ، ص-88

22. Modern Review, February, 1925

23. Marshall, Sir J. “Mohen jo Daro and Indus Civilization” Vol: 1, P-VI

## 2. آمري

قديم آثارن جي ماهر اين جي مجمدار 1927ع کان 1931ع تائين باقياتي کوجنائون ڪري، ٻين قديم سنڌو سڀيتا جي ماڳن سان گڏ آمري جا قديم آثار به ڳولهي لڌا. (1) آمري جو ماڳ دادو ضلعي جي مانجهند تعلقي ۾ لڪي جي جبلن کان 65 ميل ڏکڻ ۾ ۽ سن کان 9 ميل اتر طرف، موجوده آمري شهر کان 250 ميٽرن جي مفاصلي تي اتر اولهه طرف سنڌو درياهه جي اولهه واري ڪناري تي موجود آهي. هيءُ ماڳ موهن جي دڙي کان 85 ميل ڏکڻ ۾ ۽ چانهون جي دڙي کان 25 ميل اولهه ۾ آهي.

اين جي مجمدار، هن قديم ماڳ جي مڪمل کوٽائي ڪرائي نه سگهيو. جنهن ڪري 1959ع ۾ فرانسيسي ماهر مونس ۽ جين ميري ڪاسل جي نگراني هيٺ پاڪستان جي آرڪيالاجي واري کاتي طرفان هٿ کوٽائي ڪرائي وئي، جيڪا 1962ع تائين هلي.

آمريءَ جو قديم ماڳ 4 مختلف دورن سان واسطو رکندڙ آهي. ان جو صفا هيٺيون تهه، سنڌو سڀيتا جي ڳوٺاڻي ثقافت سان واسطو رکندڙ آهي، جڏهن ته ان کان پوءِ جو ٻيو تهه شهري تمدن جو آهي، ٽيون تهه، جهڪر واري دور سان واسطو رکي ٿو، جڏهن ته چوٿون تهه جيڪو شروعاتي تهه به سڏي سگهجي ٿو، اهو مسلمانن جي دور جو آهي. هتي اسان صرف هيٺين ٻن تهن، جن جو واسطو ڳوٺاڻي ثقافت ۽ شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي، ان کي بحث جو موضوع بنائينداسين.

آمريءَ ۾ زميني سطح تي جيڪو پهريون ڳوٺ پڌل آهي. اهو وچين پٿر دور جو آهي. جڏهن اڃان انسان سرن سان گهرن ٺاهڻ جي شروعات نه ڪئي هئي ۽ هو پنهنجا گهر ڪاٺين ۽ تيلن مان ٺاهيندا هئا. اتان چڪ بدران هٿ جا ٺـاهيل ٿانون مليا آهن. چاڪاڻ ته ان وقت چڪ جي ايجاد نه ٿي هئي. جنهن ڪري استعمال جون شيون ۽ ٿانون هٿ تي ٺاهيا ويندا هئا. (2) کوٽائي ڪندڙ فرانسيسي ماهرن جو چوڻ آهي ته ان تهه مان تعميراتي آثار ڪو نه مليا آهن. صرف مٽيءَ جون ڪنيون، دکيون ۽ ٻيا هٿ جا ٺهيل ٿانون وڏي تعداد ۾ مليا آهن. (3) هتان پٿر جا ڇهنبدار ڪات، پٿر جا گولا، پڪل مٽيءَ جا داڻا، سپن جون ٺهيل چوڙيون پڻ مليون آهن. جيڪي وچين پٿر دور جون شيون آهن.

زميني شروعاتي تهه کان پوءِ ٻيو تهه پڻ ڳوٺاڻي ثقافت سان واسطو رکندڙ آهي. هن تهه تان عمارتن ۾ ڪم آندل ڪچيون سرون مليون آهن ۽ ٻيا ڪيترائي رهائشي ڪمرا ۽ گهر مليا آهن. هڪ ڪمرو ته اهڙو به مليو آهي، جنهن جي اوساري ۾ پٿرائون گارو استعمال ٿيل آهي. ڪيترن جڳهن تي پوريل دڪيون به مليون آهن. ان زماني جي ٿانون تي خاص قسم جا چٽ چٽيل آهن. ٿانون جي تري تي ٿلهن ڪارن پٽين تي لاڳيتا ٽڪنڊا مليا آهن. ٽڪنڊن جي پاسن ۾ ڳاڙهو رنگ پريل آهي. (4) اهي ٿانون تي چٽيل ٽڪنڊا چوئنرن جي شڪل پيا لڳن. چڻ انهن ٿانون تي ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ جو نظارو ڏنل آهي. هن تهه مان لڌل ٿانون جي نوعيت مختلف قسم جي آهي. هي نه هڙاپا سان ملندڙ آهي ۽ نه وري موهن جي دڙي مان لڀجندڙ ٿانون سان. جنهن ڪري قديم آثارن جي ماهرن هن ثقافت کي ”آمري ثقافت“ جو نالو ڏنو آهي.

آمري جا ڪنڀر ڏاڍا هوشيار پيا معلوم ٿين. اڄ به اٽڪل ساڳيو هنر ۽ نمونو سنڌ اندر ڏسندي اچرج ٿيو لڳي، ان وقت جي ماڻهن تي. ان وقت جا ڪنڀر ٿانون تي ڪمال جي نفيس ۽ نرم ليئي ڪم آڻيندا هئا. هو ٿانون کي زيبائتو بنائڻ لاءِ ڦڪي يا هلڪي ڳاڙهي رنگ تي سنهي پٽي گهٽو ڪري ٿانون جي منهن يا ڪلهن وٽ ڪنيءَ طور هڻندا هئا ۽ بعد ۾ ان مٿان ڪاري يا خاڪي رنگ جي چٽسالي ڪندا هئا. (5) ٿانون تي چٽ گهڻو ڪري جاميٽريءَ جي شڪلين جهڙا ڪندائتا هوندا هئا. مستطيل خانن جي اندر چورس خانا آمري جي ٿانون تي اڪثر چٽيل ملن ٿا. سندن ٿانون تي ٻيون به شڪليون ملن ٿيون.جيئن گولائي واريون شڪليون، جهڙوڪ گول ۽ اڌ گول. جڏهن  ته ڪجهه ٿانون تي وڻن ۽ انهن جي پنن جون شڪليون نڪتل آهن.

آمريءَ وارن ماڻهن هن ئي دور ۾ پنهنجي ٿانون تي ساهوارن شين جا بوتا يا شڪليون ڪڍڻ شروع ڪيون. انهن شڪلين ۾ ڳئون ۽ ڍڳي جي شڪل گهڻي ملي آهي. اها شڪل هرڻن ۽ ڦاڙهن جي شڪل کان وڌيڪ بهتر قسم جي ٺهيل معلوم ٿئي ٿي. اهو ان ڪري جو ڍڳو يا ڳئون زرخيزي جي علامت سمجهي ويندي هئي ۽ ان جي عزت ڪئي ويندي هئي. (6) ٻيو آمري جي ٿانون تي مڇي جهلڻ جي رڇن ۽ چارين جا خاڪا پڻ نظر اچن ٿا ۽ رلي جي چٽن جو بهترين نمونو به هن دؤر ۾ ملي ٿو.

آمري جو مٿيون تهه، جيڪو شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي. اتان گهرن جي جوڙجڪ ۾ اوساري جا 4 نمونا ملن ٿا. هڪ نموني جا گهر مختلف ماپن جا مستطيل شڪل آهن. هر گهر کي دروازو ملي ٿو. پٽ يا پٿر کي مٽيءَ جو ليپو ڏنل آهي. پٿر گهڻين کان ٿورو مٿيرو سطح تي آهن. گهر مختلف ننڍين ڪوٺين ۾ ورهايل آهن. هن دؤر ۾ چڪ جو استعمال گهڻو نظر اچي ٿو. ڪل ٿانون مان اٽڪل 55 سيڪڙو چڪ تي چڙهيل آهن. هن دؤر جي تهن مان ڌات پڻ لڌي آهي. آمريءَ جا وارث پٿر جي اوزارن سان گڏ ٽامي کي پگهاري مختلف شڪلين وارا ٿانون ۽ اوزار پڻ ٺاهيندا هئا. جيڪي موهن جي دڙو ۽ هڙاپا مان مليل ٿانون سان مشابهت رکندڙ آهن. هڪ پڪسري جاءِ مان اهڙيون سرون لڌيون ويون آهن، جيڪي هڙاپا دؤر جي اڏاوتن ۾ ڪم آندل سرن جهڙيون آهن.

آمريءَ جي چئي تهبندي مان اهو نتيجو ظاهر آهي ته شهري تمدن وارن هي ماڳ ڳوٺاڻي ثقافت جي وارثن طرفان ڇڏي وڃڻ کان گهٽو پوءِ والاريو. ان ڪري ڳوٺاڻي ثقافت جي خاتمي کان گهٽو پوءِ وري شهري تمدن وارن اهي دڙا وسائي، اتي پنهنجا شهر ٻڌا. (7)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


(1) Majumdar, N. G, “Exploration in Sind” M.A.S.I No: 48, Delhi, 1934.

(2) Wheeler, S.M, “Civilization of Indus Valley and Beyond” P-90

(3) Casal, J.M. “Fresh digging at Amri” Archaeological Dep’t: of Pakistan, 1964, Vol: 1

(4) Channa, Mahboob Ali, “Pre-Harappan Civilization in Indus Valley” Sind Quarterly, 1978-1, P-24-25

(5) لئمبرڪ، ايچ ٽي، ”سنڌ- هڪ عام جائزو“ ص-102-103

(6) ميمڻ، سراج الحق، ”آمري“ قسط-1-2، ماهوار نئين زندگي، مارچ اپريل 1966ع

(7) Casal, J.M “Fresh digging at Amri”


## 3. ڪوٽڏجي

ڪوٽڏجيءَ جا قديم آثار خيرپور شهر کان 15 ميل ڏکڻ طرف موجوده ڪوٽڏجي واري قلعي جي سامهون نئشنل هاءِ وي جي اولهه طرف آهن. هيءُ ماڳ 600 فوٽ ڊگهو، 400 فوٽ ويڪرو ۽ زمين جي سطح کان 40 فوٽ اوچو آهي.

هيءُ ماڳ، جيڪو ڳوٺاڻي ثقافت سميت شهري تمدن سان به واسطو رکندڙ آهي. تنهن کي 1935ع ڌاري هڪ ماهر ڊاڪٽر گهريا ڳولي لڌو. بعد ۾ هن ماڳ جي کوٽائي ڊاڪٽر ايف اي خان 1955ع کان 1975ع تائين ڪرائي. (1)

ڪوٽڏجي مان قديم آثارن جي ماهرن کي هڪ اهڙي ثقافت جا اهڃاڻ مليا آهن، جيڪا سنڌو ماٿري جي شهري تمدن کان 7 سو سال آڳاٽي آهي. ان کي ماهرن "ڪوٽڏجي واري ثقافت" جو نالو ڏنو آهي. ماڳ جي کوٽائي ڪندڙ ماهر ڊاڪٽر ايف اي خان ڪوٽڏجي بابت ٻڌايو آهي ته ڏکڻ ايشيا ۾ اها پهرين زرعي وسندي هئي ۽ سنڌو ماٿر جي سڀيتا جو بنيادي پٿر رکڻ وارا اهي ڪوٽڏجي جا ماڻهو هئا. هن وڌيڪ انڪشاف ڪيو آهي ته ڪوٽڏجي جي زرعي وسندي، موهن جي دڙي کان 7 سو سال قديم آهي ۽ اها تاريخ ريڊيو ڪاربان وسيلي حاصل ٿي آهي. (2) جنهن ڪري اسين چئي سگهون ٿا ته ننڍو کنڊ ته ڇا پر سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ هڪ "زرعي سماج" (Agrarian Society) جو پايو وجهندڙ سنڌي ماڻهو هئا.

هيءُ قديم ماڳ 2 حصن تي مشتمل آهي. هڪ ڪوٽ ڏنل شهر، جيڪو شايد حڪمران طبقي جي رهائش گاهه هيو ۽ ٻيو ٻاهريون شهر، جنهن ۾ شايد ڪمي ڪاسبي رهندا هئا. ماهرن موجب ڪوٽڏجي برصغير ۾ سڀ کان پهرين پناهه واري بستي هئي. جنهن جي چوڌاري ڪوٽ اڏيل هو. هن قديم ماڳ جي سڀ کان متاثر ڪندڙ شيءَ اهو ڪوٽ آهي، جيڪو هڙاپا جي زماني کان اڳ جو آهي. جنهن جي اوچائي ۽ ٿولهه ڪافي آهي. هي ڪوٽ هڪ ٽڪر تي تعمير ٿيل آهي ۽ ٿوري ٿوري فاصلي تي مورچا ٺهيل آهن. (3) ڪوٽ وارو حصو، جيڪو 5 سو فوٽ ڊگهو ۽ ساڍا ٽي سو فوٽ ويڪرو ۽ 40 فوٽ بلند آهي، اتان ڪشادا ڪمرا مليا آهن. جن جا بنياد پٿر جا ۽ باقي اڏاوت مٽيءَ جي سرن جي آهي. ڪيترن ديوارن جي ٿولهه 5 فوٽن کان به وڌيڪ آهي. (4) چٽيون گاري سان لنبيل آهن.

ڪوٽڏجي بابت ڊاڪٽر ايف اي خان ٻڌائي ٿو ته هن ماڳ جي رهاڪن کان هڙاپا ۽ موهن جي دڙي وارن ڪي فني ۽ ٻيون ڳالهيون سکيون. جن ۾ شهري رٿابندي ۽ قلعي بندي شامل آهن.

هن قديم ماڳ جي شروعاتي تهه تي آباد ٿيل ماڻهو ٺڪر جي ٿانون ٺاهڻ جي هنر ۾ ڪافي ترقي ڪري چڪا هئا. هتان سنڌن ڪوزي گريءَ جا تمام بهترين نمونا دريافت ٿيا آهن. هو مٽيءَ جي ٿانون تي عام پينٽنگ ڪندا هئا. شروعاتي دور جي ٿانون تي مور جون تصويرون ۽ مڇيءَ جا نمونا ملن ٿا.(5) هتان لڀندڙ ٿانون چڪ تي ٺهيل ۽ باهه ۾ پڪل آهن. جن تي گهري ڳاڙهي چمڪدار روشن فتيل چٽيل آهي. ان کان سواءِ انهن ٿانون تي مخصوص هڙاپا طرز جا نمونا ڪاري رنگ ۾ چٽيل آهن. نمونن ۾ پپر جو پن، مڇيءَ جا چلر ۽ سج وغيره عام جام نظر اچي ٿو. ڪوٽڏجي جي اوائلي دور وارا ٿانون ايترا ترقي ڪيل نه هئا. پر بعد ۾ آهستي آهستي انهن اوسر جا مختلف مرحلا طئه ڪيا. (6) ابتدائي ٿانون ڳچين کان سواءَ هئا.

ماڳ جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ تهه منجهان مهرون ۽ ٺڪر جون ٺهيل جانورن ۽ انسانن جون مورتون به مليون آهن. مورتن ۾ ٺڪر جون ٺي زنانيون ۽ 12 سنگي ڏيڍي جون مورتون شامل آهن. هتان مليل ذات جي اوزارن ۾ ڪهاڙي، نيزا، چيٽيون ۽ چوڙيون لڌيون ويون آهن. ان کان سواءِ مارنگ (چلها) پڻ لڌا ويا آهن. جن تي اتان جا رهواسي رڌ پچاءُ ڪندا هئا.

ڪوٽڏجي مان مليل باقيات ۾ مٽيءَ جا ٿانون، ٻارن جا رانديڪا، گاڏيون، ڪينهون، سنگمرمر جا ٽڪرا، چوڙيون، مٽيءَ جي ٺهيل ديوين ۽ جانورن جون مورتون، تير ۽ پٿر جا اوزار وڏي تعداد ۾ مليا آهن. (7) عورتن جي پائڻ جون چوڙيون، مٽيءَ ۽ سپ جون جڙيل آهن. جڏهن ته ٻارن جي کيڏڻ لاءِ بال ۽ گاڏيون پڪل مٽيءَ جون ٺهيل آهن.

هي ثقافت سنڌ کان سواءِ رڻ ڪڇ جي ڏاکڻين حصي، پنجاب، بلوچستان جي اترين حصي، راجسٿان جي اترين حصي تائين ڦهليل هئي. (8) ڪوٽڏجي مان مليل باقيات. ان کان اڳ سري ڪولا ۽ پيراٽو گهنڊائي مان ملي چڪي آهي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Khan, Dr. F.A, “Kotdigi- Preliminary Report on Kotdigi Excavations” 1956-58, Karachi.

2. هن اهڙو انڪشاف خيرپور ۾ ٿيل سچل نيشنل سيمينار 1983ع ۾ ڪيو.

3. سومرو، مولا بخش اي،”ڪوٽڏجي-آثار قديمه جو هڪ نشان“ ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1962 پرچو نمبر 4

4. Gauhar, Altaf “Twenty years of Pakistan 1947 to 1964” Pakistan Publication, Karachi 1969, P-624-625

5. Khan, F.A, “Kotdigi-Preliminary Report…”

6. Wheeler, S.M, “Early India & Pakistan” P-1100-1107

7. Mughal, M.R, “Archaeology of Sindh” 1975, P-6

8. خان، ڊاڪٽر ايف اي ”ڪوٽڏجي ڪلچر“ ماهوار هلال پاڪستان ميگزين، روزانه هلال پاڪستان ڪراچي، 1983ع

# 4. لاکين جو دڙو

ڳوناٽي ۽ شهري ثقافت سان واسطو رکندڙ 9 هزار سال آڳاٽو شهر لاکين جو دڙو سکر شهر جي سائيٽ واري علائقي مان تازو دريافت ٿيو آهي. (1) شاهه لطيف يونيورسٽيءَ جي قديم آثارن جي ماهر غلام مصطفى شر جي نگرانيءَ ۾ تازو هن شهر جي کوٽائي ڪئي وئي. هيءُ شهر 12 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي. هن قديم ماڳ کي شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ جي آرڪيالاجي شعبي 1988ع ۾ ڳولي لڌو ۽ ابتدائي طور تي کوٽائي جو ڪم شروع ڪيو. جنهن بعد 1994ع، 1998ع، 2000ع ۽ 2006ع ۾ کوٽايون ڪيون ويون. تازو جنوري 2009ع ۾ ٿيل کوٽائي مان وڏيڪ ثابتيون مليون آهن. ماهرن موجب هيءُ قديم ماڳ بلوچستان مان مليل ڳوناٽي ثقافت جي قديم ماڳ مهرڳڙهه جي زماني جو آهي. دنيا اندر ملندڙ سڀ کان قديم 3 شهرن ۾ هيءُ شهر به شامل آهي. جڏهن ته هن کان اڳ هن دوري جو هڪ شهر بلوچستان ۾ مهرڳڙهه ۽ فلسطين ۾ جريڪو شهر آهي. اهي ٻئي شهر به لاکين جي دڙي جا هم عصر آهن. هيءُ ماڳ 9 هزار سال آڳاٽو يعني 7هزار سال ق م جي دور جو آهي. پکيڙ جي لحاظ کان هيءُ دنيا جو وڏي ۾ وڏو قديم شهر آهي. هن وقت تائين دنيا اندر 12 چورس ڪلوميٽرن تي ٻڌل هن عمر جو ڪوبه قديم ماڳ هٿ نه آيو آهي. هيءَ قديم ماڳ 9 تهن تي ٻڌل آهي. هڪ ٻئي هيٺان 9 شهر دفن ٿيل آهن. هيءَ آبادي اتان جي رهواسين تباهه ٿيڻ بعد 9 ڀيرا وري ڀيهر اڏي اتي پنهنجي رهائش اختيار ڪئي. هن ماڳ جي هر تهه جي اوچائي ڏيڍ کان ٻه ميٽر آهي. ماهرن موجب هيٺين تهه جي آبادي پٿر دور سان واسطو رکندڙ آهي. جڏهن ته وچيون تهه ڳوناٽي ثقافت سان واسطو رکندڙ يعني 9 هزار سال آڳاٽو آهي. مٿين تهه جا آثار مشهور شهري تمدن موهن جي دڙي جي دور جا آهن. لاکين جي دڙي جي قديم آثارن مان مور جي شڪلين وارا پينٽ ٿيل مٽڪا، ٺڪر ٿيل مٽيءَ جون سرون، مٽيءَ جون ٺهيل چوڙيون، ننڍا گول مٽڪا، رانديڪا ۽ ٻيون شيون مليون آهن. کوٽائي دوران ڪجهه هڏا به مليا آهن. جڏهن ته هتان جي اهم دريافت شيشي ناهڻ جي فيڪٽري آهي. هتان لکتن جا به نمونا مليا آهن. اهي لکتون تصويري رسم الخط ۾ آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون:

1. Daily Dawn, Karachi, 13 January 2009.
2. روزاني ڪاوش، حيدرآباد، 14 جنوري 2009ع

# 5. چانهون جو دڙو

چانهون جو دڙو نواب شاهه ضلعي جي شهر سڪرنڊ جي ڳوٺ جمال ڪيرئي پرسان آهي. هيءُ شهر 1931ع ڌاري قديم آثارن جي ماهرن ڳولي لڌو. جنهن جي کوٽائي 36-1935ع ۾ هڪ آمريڪي ماهر ارنيسٽ مئڪي، ميوزم آف فائين آرٽس آمريڪا طرفان ڪرائي. جنهن بعد هن دڙي جي وڏيڪ پيو دفعو کوٽائي ڊاڪٽر اين جي مجمعدار ڪرائي. (1) فرانسيسي ماهرن تازو 2015 ۽ 2016ع ۾ چانهون جي دڙي جي وڏيڪ کوٽائي ڪئي.

چانهون جو دڙو جا قديم آثار ٽن مختلف دڙن جي شڪل ۾ ورهايل آهن. جيڪي 50 فوٽ اوچا ۽ 29 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي ڦهليل آهن. (2) ماهرن هنن دڙن جون ٻن مختلف هنڌن تي کوٽايون ڪرايون. هڪ هنڌ 17 فوٽ ۽ ٻئي هنڌ 26 فوٽ اونهي کوٽائي ڪرائي وئي. جنهن بعد پاڻي نڪرڻ لڳو. جنهن ڪري وڏيڪ کوٽائي جو ڪم روڪيو ويو. جڏهن ته پاڻيءَ واري سطح کان هيٺ به آباديءَ جا آثار ملن ٿا. جيڪي پاڻي جي سطح اپري اچڻ ڪري في الحال راز ۾ رهجي ويا. (3) کوٽائي ڪندڙ ماهرن کي هتي هڪ ٻئي هيٺان چئن آبادين جا آثار مليا آهن. جن مان هيٺين ٽن آبادين جو واسطو سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان آهي. جيڪا اڄ کان 5 هزار سال اڳ پنهنجي عروج تي هئي. جنهن جا هن کان اڳ نشان موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان ملي چڪا آهن. جڏهن ته مٿين آبادي گهٽي پوءِ جي آهي. جيئن ته چانهون جو دڙو سنڌو سڀيتا جي ٻين شهرن وانگر ان وقت سنڌو درياهه جي اپرندي شاخ کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي هو. ان ڪري مختلف وقتن تي ٻوڏون اچڻ ڪري تباهه ۽ برباد ٿيندو رهيو. (4) پر پوءِ به ان جا رهواسي هن شهر کي وري وري اڏيندا ۽ آباد ڪندا رهيا. اهو سلسلو 3000 ق - م کان 1500 ق - م تائين جاري رهيو. بعد ۾ جڏهن تمام وڏين ٻوڏن هن شهر کي مڪمل تباهه ڪري ڇڏيو ته ڪي صديون ته هي عظيم شهر ماڻهن جي نظرن مان لهي ويو. بعد ۾ 1350 ق - م ڌاري جهڪر ڪلچر سان واسطو رکندڙن وري ٻيهر هن شهر کي آباد ڪيو. (5) جن درياهي سطح کان مٿيري جڳهه ڏسي اتي پنهنجا ديرا ڄمايا. اين جي مجمدار مٿئين تهه مان جهڪر ڪلچر جي ماڻهن جا هٿ جا ٺهيل باسڻ هٿ ڪيا آهن. جن جهڙا هن کان اڳ جهڪر جي قديم آثارن جي کوٽاين مان هٿ آيا آهن. جهڪر ڪلچر جي ماڻهن جون رهائشي جايون، سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ دور کان الڳ نوعيت

جون آهن. سندن رهائشي گهر مستطيل قسم جا آهن، جن جا فرش ڪچا ۽ پٽيون پڻ آڏيون ابتيون آهن. (6) ان ڪري مٿئين تهه جو هيٺين ٽن تهن سان ڪنهن به قسم جو واسطو نه آهي.

چانهون جو دڙو جي هيءَ انساني آبادي ان وقت هتي اچي رهائش پذير ٿي، جنهن وقت اج کان 5 هزار سال اڳ سنڌو سڀيتا پنهنجي عروج تي هئي. جنهن جو اهم شهري مرڪز موهن جو دڙو هيو. چانهون جو شهر ان دور ۾ سنڌو ماٿر جي وسيع رياست جو هڪ اهم واپاري ۽ زرعي مرڪز هيو. هتان جي باشندن جا لڳ لاڳاپا سنڌو رياست جي مڙني اهم مرڪزن جهڙوڪ: لوٿل، ڪالي بنگن، هڙاپا ۽ ستڪاجن در وغيره سان هيا.

چانهون جو دڙو جي شهري رٿابندي جو ساڳيو نمونو هن کان اڳ اسان کي موهن جو دڙو ۽ هڙاپا مان ملي چڪو آهي. انهن ٽنهي شهرن جي رٿابندي ملندڙ جلندڙ آهي. گهٽين جا نمونا، نالين جو سسٽم، کوهن جو نمونو ۽ گهرن ناهڻ جو طريقو بلڪل ساڳيو ئي معلوم ٿئي ٿو. جهڙو هن کان اڳ موهن جو دڙو ۽ هڙاپا مان مليو آهي. چانهون جي دڙي جون عمارتون 25 فوٽ ويڪري شاهراهه تي آهن. ان مرڪزي شاهراهه ۾ شهر جون ٻيون گهٽيون 30 ڊگريءَ جي سڌائي تي اچي پون ٿيون. گهٽين جي پاسن ۾ پڪسريون ناليون آهن، جيڪي نهايت صاف سٿريون ۽ سڌيون ٺهيل آهن. (7) شهر جي هيٺين تهن مان مليل اڏاوتون ڪچين سرن جون آهن. جڏهن ته مٿين تهن جي اڏاوتي ڪم ۾ پڪل سرن جو استعمال ٿيل ڏسجي ٿو. هتان جيڪي کوهه مليا آهن، اهي 5X6 ڊايا ميٽر جا ٺهيل آهن ۽ اڏاوت ۾ چيٽي نما سرن جو استعمال ٿيل آهي. (8)

چانهون جو دڙو اج کان 5 هزار سال اڳ سنڌو ماٿر جو اهم واپاري ۽ صنعتي مرڪز هيو. هتي جا زيور ملڪان ملڪ مشهور هيا. جنهن بابت هڪ ماهر کي ايم سين پنهنجي ڪتاب "هندو ازم" ۾ لکي ٿو ته، "اج کان 5 هزار سال اڳ سنڌ جا ماڻهو پنهنجا زيور سون، چاندي ۽ ٽامي مان ناهيندا هئا ۽ زيورن ناهڻ جو سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏو مرڪز چانهون جو دڙو هيو. جتي ڪيترائي آرٽسٽ ۽ سونارا رهندا هئا. ان وقت چانهون جو دڙو "زيورن جو شهر" سڏيو ويندو هيو." چو جو هتان کوٽائي ڪندڙ ماهرن کي سون، ٽامي، چانديءَ ۽ سپيءَ جون ٺهيل چوڙيون، هار، تائٽ، ٻهه رکيون، بازوبند، ڏند کوٽڻيون، ڪن کوٽڻيون، وارن جون ٿاڇٽيون، سرمي وجهڻ جون سرايون ۽ ٻيون هار سينگار جون شيون هٿ آيون آهن.(9) کوٽائي ڪندڙ ماهرن کي چقمقي پٿڻ مان ٺهيل اوزار پڻ مليا آهن. جن ۾ ڪهاڙيون، رنبا، چيٽيون ۽ پالا وغيره شامل آهن. (10)

قديم آثارن جي ماهرن کي چانهون جي دڙي مان مٽڪن ناهڻ جي صنعت جو به پتو لڳو آهي. هن کان اڳ اهڙي صنعت جا آثار صرف سنڌو سڀيتا جي شهر لوٿل مان مليا آهن. ماهرن چانهون مان مٽڪن ناهڻ جو هڪ ڪارخانو ڳولي لڌو آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته هيءُ شهر مٽڪن ناهڻ جي صنعت جو سٺو مرڪز هيو. (11)

دڙي جي کوٽائي مان ڪٽ، ٽامي، سپي ۽ عاج مان ٺهيل سامان جون شيون به گهڻي تعداد ۾ مليون آهن. هتان ٽامي جا اوزار، غير مڪمل ڌاتو جا پگهاريل ٽڪرا پڻ لڌا ويا آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته

هتان جا ماڻهو ذات جي استعمال کان پلي پٽ واقف هيا. (12) چانهون جي دڙي ۾ مٽيءَ جو ڪم به نهايت خوبصورت ٿيندو هئو. هتان جا ڪنيار چڪ تي عاليشان قسم جي ٺڪر جا ٿانون ٺاهيندا هئا. جن تي مختلف قسمن جون رنگين چٽساليون ڪندا هئا. ماهرن کوٽائي ڪندي مٽيءَ جا اهڙا ٿانءَ هٿ ڪيا آهن، جن تي هرڻن جون تصويرون ۽ ڪنول جا گل اُڪريل آهن. مٽيءَ جي ٺهيل ٿانون ۾ خاص ڪري گلدان ڏيان ڇڪائيندڙ آهن. جيڪي گهڻي تعداد ۾ مليا آهن، جن مٿان بهترين قسم جي چٽسالي ٿيل آهي. (13) ان کان سواءِ ٺڪر جا ٺهيل ڪنگڻ، پڪل مٽيءَ جا ٺهيل مجسما، ٻارن جا رانديڪا، جن ۾ بيل گاڏيون، هڪ سڱا ڍڳا، ڌرتي ماتا جا بت ۽ مختلف قسم جا پکي شامل آهن، سي جججهي تعداد ۾ مليا آهن.

چانهون مان ماهرن کي مختلف قسم جون مهرون مليون آهن. جن تي تصويري رسم الخط ۾ ڪجهه لکيل آهي. هڪ مهر تي به ماڻهو ڏيکاريل آهن، جن جي هٿن ۾ ڍالون ۽ تير ڪمان آهن ۽ پرسان جابلو ٻڪر بيٺل نظر اچي ٿو. ماهرن هتان مليل ان مهر کي وڏيڪ اهميت ڏني آهي، جنهن تي پپر جي وڻ جي تصوير اُڪريل آهي. ههڙي قسم جي مهر اڳ سنڌو ماٿر جي ٻئي ڪنهن به شهر جي کوٽائي مان نه ملي آهي، جنهن ڪري اها عجيب دريافت آهي. (14)

هتي جي ماڻهن جو خاص ڌنڌو واپار ۽ ان سان گڏ پوکي راهي پڻ هيو. پاڻيءَ جي سهنج ڪري هڪ ته پوکي راهي جام ٿئي پئي، ٻيو ته درياهه جي ويجهو هجڻ ڪري واپار کي سٺو اوج مليو ۽ هن شهر جو مال ٻيڙين رستي ٻين شهرن تائين پهچڻ لڳو. نه صرف واپاري طور هيءُ شهر سنڌو ماٿر جي ٻين شهرن سان ڳنڍيل هو، پر هتان ٻين ملڪن سان واپار پڻ هلندڙ هيو. هتان جا واپاري مال کڻي ايران ۽ ترڪستان طرف ويندا هئا ۽ اتان پنهنجي ضرورت جون شيون کڻي واپس موٽندا هئا. ماهرن چانهون جي شهر مان کوٽائي ڪندي، ايران جي وحشي لوڪن جون ٺهيل مخصوص قسم جون پٽل جون سيخون لڌيون آهن. جيڪي ايران جي قديم دور جي شهر حصار ۽ سيالڪ مان مليون آهن. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هتان جا واپاري انهن شهرن ڏانهن پنهنجو مال کڻي ويندا هئا ۽ بعد ۾ اتان جي لوڪن جو مال آڻي هتي نيڪال ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح ترڪستان جي قديم شهر انائو سان پڻ چانهون جي شهرين جو واپار هلندڙ هو. انائو شهر جي کوٽائي مان ماهرن مٽيءَ جي ٺهيل اهڙي گاڏي جو نمونو ڳولي لڌو آهي، جيڪا ان کان اڳ صرف چانهون جي دڙي مان ملي آهي. ان کان سواءِ ٻيون به اهڙيون ثابتيون مليون آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هتان جي ماڻهن جو ميسوپوٽيما (عراق)، ترڪستان ۽ ايران سان واپار هلندڙ هو. (15)

هن عظيم شهر جي تباهي تقريبن 1500 ق-م ڌاري ٿي. جڏهن سنڌو درياهه ۾ وڏيون ٻوڏون آيون. مسلسل ٻوڏن ڪري ماڻهو هن شهر کي ڇڏي وڃي ٻئي هنڌ پنهنجا جهوپا جوڙيا. اهڙيءَ طرح هيءُ عظيم شهر زماني جي گردش سبب مٽيءَ جي دڙن هيٺان دٻجي تاريخ جو هڪ حصو بڻجي ويو.

تازو فرانسيسي ماهرن 2015 ۽ 2016ع ۾ چانهون جي دڙي جي وڌيڪ کوٽائي ڪئي. ماهرن جي ٽيم جي سربراهه اروري ڊائيڊر (Aurore Didier) ۽ قديم آثارن جي ماهر ڊال اورسو (Dall'Orso) تازي تحقيق بعد ٻڌايو آهي ته هي شهر ڪرافٽس جو مرڪز هو. هتان هٿ جي هنر جا شاندار نمونا مليا آهن. ٿانون تي رنگين چٽسالي ٿيل آهي. (16) هن شهر جي پهريون پيرو کوٽائي اندين آرڪيالاجي جي

ماهر اين جي مجمعدار 1930ع ڌاري ڪئي هئي. چانهون جي دڙي مان مليل قديم برتن ۽ ٻيا نوادرات ممبئي ۽ آمريڪا جي ميوزمن ۾ رکيل آهن. هن شهر جي هاڻي 80 سال گذرڻ بعد ٻيهر کوٽائي ڪئي وئي آهي. کوٽائي دوران تاريخي مٽڪا، ٿانوَ، رانديڪا ۽ ٻيون شيون هٿ ڪيون ويون آهن. فرانسيسي ماهر ڊاڪٽر ميڊم اروڙا. ڊاڪٽر پاسڪل ، ڊاڪٽر ڊيوڊ ، مسٽر زيون جي اڳواڻي ۾ ٿيندڙ کوٽائي مان نه رڳو آڳاٽي تهذيب جا گهر ، گهٽيون ۽ ناليون ظاهر ٿيو آهن. پر ڪچن ۽ پڪين سرن جي اوساري واريون ڀتيون ظاهر ٿيون آهن. چانهون جو دڙو موهن جي دڙي جو هم اثر آهي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Sorly, H.T, “Sind Gazetteer” P-112
2. Pithawala, “Historical Geography of Sind” P-34
3. Pithawala, P-34

4. لئمبرڪ، ايچ. ٽي، ”سنڌ مسلم فتح کان اڳ“ ص- 84
5. لئبرڪ، ساڳيو، ص- 88
6. صديقي، ”سنڌو ماٿر جي سڀيتا“ ص- 53
7. صديقي، ص-52-53

8. Sorly, P-317

9. الانا، غلام علي، ”اتا مينهن ملير“، ص- 92-101

10. Sorly, P-318

11. لئمبرڪ، ص-57
12. صديقي، ص-52-53

13. Sorly, P-317
14. Sorly, P-318

15. لئمبرڪ، ص-39-38

16. Daily Dawn, January 23rd, 2016

## 6. ڳاڙهو پڙو

ڳاڙهو پڙو، سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جو هڪ اهم هنڌ آهي. اڄ کان ڪي 5 هزار سال اڳ ۾ هيءُ هڪ مشهور واپاري شهر هيو ۽ هتان مال نه صرف سنڌو سڀيتا جي ٻين شهرن ڏانهن ويندو هو، پر هتان سامونڊي ٻيڙا مال سان ڀرجي، ميسوپوٽيما (عراق) ۽ مصر لاءِ روانا ٿيندا هئا. هي شهر ان واپاري رستي تي هيو، جنهن تان هڙاپا، موهن ۽ منديگڪ جا واپاري پنهنجو مال ڪٽي لوٿل، رنگپور ۽ سومناٿ سميت ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي ٻين شهرن ڏانهن ويندا هئا. (1) هيءُ شهر نه صرف بحري پر بري لحاظ کان به واپار جي عروج تي هيو. بري لحاظ کان ان ڪري جو بلوچستان واري طرف کان ايندڙ وڻجارڪي واٽ، جيڪا منڇر ڍنڍ جي ڀرسان لنگهندي هئي، اها پڻ ڳاڙهي پڙي وٽان گذري لوٿل طرف ويندي هئي ۽ ٻيو بري رستو ٻرٻ ڏيتڙي، ڪوٽڏجي ۽ چانهون جي دڙي کان ٿيندو هتي پهچندو هو. بحري لحاظ کان هاڪڙو درياهه ڳاڙهي پڙي کان ڪجهه پنڌ تي وهندو هو. (2) جنهن جي رستي ڪالي بنگن، عالمگير پور، هڙاپا ۽ رحمان ڍڳڙهيءَ جا واپاري ٻيڙين ۾ سفر ڪري هتي پهچندا هئا ۽ پوءِ سمنڊ رستي ٻاهر ويندا هئا.

ڳاڙهي پڙي جا آثار، ٿرپارڪر ضلعي جي مٺي تعلقي ۾ آهن. جنهن جي کوٽائي پاڪستان جي قديم آثارن واري ماهر محمد شريف 1972ع ۾ ڪرائي. هن قديم شهر جا آثار 5-6 ايڪڙن جي وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل آهن ۽ دڙي جي سمنڊ جي سطح کان اوچائي 25 فوٽ کن مٿي آهي. هيءُ پڙو ٻن حصن ۾

ورهايل آهي. هڪ حصو ميدان ۾ اڳتي نڪتل پيٽ تي آهي ۽ ٻيو حصو انهيءَ ميدان ۾ فرلانگ کن ڪپر کان اندر بيٺل آهي. هن پڙي ۾ هڪ ڪوٽ جا آثار مليا آهن، جنهن بابت ماهر چون ٿا ته اهو پوءِ جي زماني سان واسطو رکي ٿو، پر ڪوٽ ۾ پکڙيل ٺيڪراٺ ان راءِ کي شڪ ۾ تبديل ڪري ٿو. چو جو ڪوٽ وٽان مليل ٿانون جا پرزا ۽ ٺڪريون سنڌو سڀيتا جي مليل باقيات سان تعلق رکن ٿيون. ڳاڙهي پڙي مان مليل ٺڪر جا ٿانون هوبهو انهن ٿانون سان مشابهت رکن ٿا، جيڪي اڳ اولهه سنڌ جي شهري تمدن جي بستين مان ملي چڪا آهن. ان ڪري مليل ڪوٽ سنڌو سڀيتا جي وارثن جي محنت ۽ جدوجهد جو نتيجو آهي.

ڳاڙهي پڙي جو مٿاڇرو سڄو ٺڪرن جي پور ۽ پڪل مٽيءَ جي دز سان ڳاڙهو لڳو پيو آهي. جنهن مان هتان جي رهواسين جي ٺڪر جي ٿانون ٺاهڻ ۽ پڪين سرن سان گهرن جوڙڻ جي مهارت ۽ ڪاريگري جو پختو ۽ چٽو ثبوت ملي ٿو. هن قديم آثار مان باقياتي کوجنا ڪندڙ ماهرن کي ٺڪر ٿانون جي گهٽائي، ٺڪر جا ڪنگڻ، چقمقي پهڻ جا ڌار وارا اوزار، ٽامي جي ڪانڻن جا ٽوٽا ٽوڙي ڀُريل پر اڻ سوڌيل ڌاتو جا ننڍا ننڍا ڳنڍا پڻ هٿ آيا آهن. (3) ڳاڙهي پڙي جي آس پاس ۾ ڪو به اهڙو هنڌ نه مليو آهي، جتان چقمقي پهڻ هٿ ايندو هجي. ان ڪري چقمقي پهڻ ضرور روهڙيءَ مان ڪوٽڏجيءَ جا باشندا هتي آڻيندا هوندا. يا وري ڪالي بنگن، هڙاپا، سري ڪولا جا ايندڙ مسافر جيڪي روهڙي رستي هيڏانهن ايندا هوندا، انهن اهي چقمقي پهڻ يا اوزار هتي آندا هوندا. چو جو چقمقي پهڻ ملڻ جو ويجهي ۾ ويجهو هنڌ روهڙي وارا ئي ٺڪر آهن.

ڳاڙهي پڙي جا رهواسي، جيڪي نه صرف ٺڪر جا عمدا ٿانون ٺاهيندا هئا ۽ پٿر جي اوزارن کي استعمال ۾ آڻيندا هئا، پر ان سان گڏ ڌاتو ڳاري انهن مان پڻ ڌات جا اوزار ٺاهيندا هئا. هو پنهنجي ٿانون تي موهن جي دڙي جي رهواسين وانگر چٽسالي ڪندا هئا ۽ عجيب قسم جي چٽن ۽ گلن سان انهن کي خوبصورتي بخشيندا هئا. هو لطيف فن سان خاص ذوق رکندا هئا. هو ٿانون تي وڻ ٽڻ نقش ڪندا هئا ۽ انهن ۾ وڌيڪ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ ٿانون کي رنگين پڻ ڪندا هئا. (4) ان ڳالهه جي تصديق ڳاڙهي پڙي تان مليل اهي چٽساليءَ وارا ٿانون ۽ ٺڪريون آهن، جن تي شڪليون ٺهيل آهن. سندن ٿانون جو رنگ گهاٽو خاڪي آهي ۽ اُڪريل وڻن ۾ خاص وڻ ڪجيءَ جو آهي. مٿئين قسم جا ٿانون پر واري اُپيٺ تان به مليا آهن. هن پڙي مان مليل باقيات سنڌو ماٿر جي معاشرت ۽ تمدن تي خاصو مواد مهيا ڪري ڏئي ٿي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Mughal, M.R, “Present state of Research on the Indus valley Civilization” Karachi, 1973, P-3

2. Lambrick, H.T, “Sindh before Muslim Conquest” 1973, P-64

3. لئمبرڪ، ايڇ. ٽي، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 149

4. ساڳيو، ص- 149

## 7. نهٽو

نهٽو، سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي دور سان واسطو رکندڙ شهر هيو. جنهن جا آثار ضلعي ٿرپارڪر جي عمر ڪوٽ تعلقي ۾ هاڪڙي درياهه جي اپرندي ڪپ تي مليا آهن. (1) نهٽو ڏکڻ سنڌ جو ساموندي چيڙي وارو شهر هيو. ڇو جو ان دور ۾ سمنڊ جو ڪنارو نهٽي وٽ هيو ۽ سمنڊ جو پاڻي نهٽي شهر جي ڪپرن کي ڇهندو هو. پوءِ ڪافي عرصو گذرڻ بعد سمنڊ هيٺ لهي ويو ۽ اڄ نهٽي کان ڪوهن تي آهي. نهٽو ساموندي ڪناري وارو شهر ۽ درياهي پتڻ هجڻ ڪري سنڌو سڀيتا جي رياست لاءِ وڏي اهميت رکندڙ هيو. اتر سنڌ جا ٻيڙا ۽ جهاز سري ڪولا، هڙاپا، ڪالي بنگن ۽ ٻين شهرن مان هاڪڙي درياهه رستي هتي مال آڻيندا هئا، جيڪو وري ساموندي بندرگاهه رستي ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندو هو. نهٽو سمنڊ جي ڪاريءَ تي هجڻ ڪري جلدي ترقي ڪرڻ لڳو ۽ سنڌو ماٿريءَ جي اهم شهرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. ايڇ ٽي لئمبرڪ هن شهر بابت چوي ٿو ته، ” هن وسنديءَ جا ماڻهو هاڪڙي درياهه مان پنهنجون ٻيڙيون ڪاهي مٿين سنڌ ڏي ايندا هئا ۽ پنهنجي شهر مان هيٺ سمنڊ رستي ٻين ملڪن سان به واپار ڪندا هئا. نهٽي جي بندرگاهه کان سنڌو ماٿر جا ماڻهو ٻاهرين ملڪن ڏانهن سفر ڪري ويا.“

نهٽي جو شهر سمنڊ جي مٿاڇري کان رڳو 15 فوٽ مٿي آهي. (2) نهٽي جا آثار ٻن دورن سان واسطو رکندڙ آهن ۽ اهي آثار ٻن دڙن تي ٻڌل آهن. هڪ اوڀارون دڙو ۽ ٻيو اولاهون. الهندي طرف وارو دڙو سنڌو سڀيتا جي دور جو آهي، جڏهن ته اپرندو ويجهڙ جي تاريخي دور جو آهي. (3)

نهٽي مان ڳاڙهي رنگ جا ٺانوَن مليا آهن. جن ۾ ٺڪر جا ٺانوَن، ڪنگڻ، سڪا، رانديڪا، بيل گاڏيون، مٽيءَ جا ڦيٿا ۽ زيور شامل آهن. هتان هڪ مستطيل شڪل جي مهر لڌي آهي. جنهن تي تصويري رسم الخط جون ٽي نشانيون اُڪريل آهن. (4) اهڙن ئي حرفن واري مهر موهن جي دڙي مان پڻ لڌي آهي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Baloch, N.A, “In Search of the Indus Culture Sites in Sind”, Bulletin of Institute of Sindhology, Jamshoro, Vol: III, July 1973, P-16

2. لئمبرڪ، ايڇ ٽي، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 149

3. Baloch, N.A, P-16-17

4. Same P-18

## 8. ٿرڙي گجو

ٿرڙي گجو، ”ڳوناٽي ثقافت“ جي دور جو هڪ ڳوٺ آهي. جيڪو ٺٽي شهر کان ڏهاڪو کن ميل اولهه طرف آهي. آثار قديمه جي ماهر ايڇ ٽي ڪزنس کي هتان نئين پٿر واري دور جي آباديءَ جا دلچسپ آثار مليا آهن. (1) هيءُ ڳوٺ ان پهه واٽي تي آهي، جيڪو سنڪاجن در، بالاڪوٽ، عالماڻو کان ٿيندو، ٿرڙي گجو وٽان لنگهي نهٽي ۾ ڪڇ جي ٻين شهرن ڏانهن وڃي ٿو. هيءُ پهه واٽو به مکيه واپاري رستو هو. جنهن رستي اولهه سنڌو ماٿر جي ملڪن سان ڪانياواڙ ۾ ڪڇ جو خشڪيءَ رستي واپار هلندو هو. (2)

هيءُ ڳوٺ به ڪوٽڏجي، ڪوهتراس بٺي ۾ ڳاڙهي پڙي وانگر هڪ ڪوٺ جي اندر آهي. هن قلعي جون پيتيون پٿيون هئڻ ڪري ڪافي ٿلهيون آهن. قلعي جون ڪمانون بهتر قسم جون ٺهيل آهن ۽ قلعي جي چوڙائي 250 فوٽ آهي. (3)

هتان مليل اوزار ۽ ٿانون اهڙي ئي قسم جا آهن، جيڪي هن کان اڳ آمري ۽ ان جي هم اثر هنڌن تان مليا آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Pithawala, M.B, “Historical Geography of Sindh” Institute of Sindhology, Jamshoro, P-32

2. لئمبرڪ، ايڇ ٽي، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 144-145

3. Sorly, H.T, “Gazetteer of Sind” P-112

## 9. ڪوهتراش بٺي

ڪوهتراش بٺي جا قديم آثار ضلعي دادو ۾ ڪيرٿر جبل جي ڪڇ ۾ ڪرچات کان 10 ڪلوميٽر اتر اولهه طرف آهن. هن بستيءَ جي چوڪ چڪاس ۾ کوٽائي قديم آثارن جي ماهر اين جي مجمعدار ڪرائي. دڙي جي کوٽائي مان معلوم ٿيو آهي ته هيءُ قديم ماڳ سنڌو سڀيتا جي شروعاتي دور سان واسطو رکندڙ آهي ۽ هيءَ بستي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مليل ”ڳوناٽي ثقافت“ جي زماني جي آهي. (1)

ڪوهتراش بٺي، ان اهم ”وڻجارڪي واٽ“ تي آهي، جيڪا بلوچستان ۽ سنڌ کي ڳنڍي ٿي. قديم دؤر ۾ هن واٽ تان بلوچستان ۽ سنڌ جي شهرن ڏانهن ايندڙ ويندڙ قافلا لنگهندا هئا ۽ انهن قافلن جي منزل هن ئي بستي ۾ ٿيندي هئي. (2) چو جو هڪ ته اها ان واپاري رستي جي اهم ۽ خاص جڳهه هئي، جتان واپاري پنهنجو سيڌو سامان وٺي، اڳتي جي سفر لاءِ پوري تياري ڪندا هئا. ٻيو ته هي هنڌ ان لاءِ به اهم هيو جو هتي سامان جي مٽا سٽا ٿيندي هئي ۽ واپاري پنهنجو مال ٻئي ملڪي حصي ڏانهن ويندڙن جي حوالي ڪندا هئا. هيءَ وسندي ان جڳهه تي ان لاءِ به اهم هئي ته علائقي مان لنگهندڙ قافلن جي حفاظت ٿي سگهي ۽ واٽ جي سلامتي لاءِ هتي اهو انتظام ٿيل هوندو. واپارين جي اچ وڃ ۽ رهڻ ڪري هن شهر چڱي ترقي ڪئي. خاص ڪري ڪير ٿر جي ڪڇ ۾ جيڪي ان دور جا ڳوٺ هئا، انهن لاءِ هي جڳهه مرڪز جو ڪم ڏيندي هئي ۽ هو پنهنجو سيڌو سامان هتان گهرائيندا هئا. هتي جي ماڻهن پنهنجي گذر سفر لاءِ مال ڌاريو ۽ ان کان سواءِ زراعت پڻ سندن خاص ڪرت ۾ شامل هئي. هتان جا رهواسي، ڪوهستان ۾ رهندڙ ماڻهن وانگر خانه بدوش نه هئا پر هو مالوند هئا، هاري هئا ۽ هنن بهترين گهر ٺاهي هڪ هنڌ رهائش اختيار ڪئي ۽ تمدني زندگي جو آغاز ڪيو. (3)

ڪوهتراش بٺي مان مجمدار کي بهترين قسم جون اڏاوتون مليون آهن. هڪ گهر مان مجمدار کي هڪ ڪنڊ ۾ بهتر قسم جو ٺهيل غسل خانو مليو آهي ۽ ان ئي گهر مان ٻن منزلن واري عمارت جا نِشان پڻ مليا آهن. اتان هڪ ڏاڪڻ جا آثار به مليا آهن. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هتي ٻه ماڙ جڳهون به ٺهنديون هونديون ۽ گهرن جا فرش پڪسراوان هوندا.( 4) يعني ڪوهتراش جا رهواسي موهن جي دڙي جي رهواسين جيترائي سڌريل ۽ متمدن هيا ۽ حفظان صحت جي اصولن تحت روزانو شنان پاڻي ڪندا هئا ۽ گهر به عمدي قسم جا ڪنهن رٿا سان جوڙيا هئائون.

ڪوهتراش ۾ هڪ عمدو ڪوٽ به مليو آهي. ان ڪوٽ جي پرسان چڱي ايراضي ۾ گهر ٺهيل آهن. (5 ) ان مکيه هنڌ کان ٺورو هيٺ کلئي ميدان ڏانهن جي نظر وجهجي ٿي ته ان پاسي به وڏي تعداد ۾ رهائش جا نشان ملن ٿا. ڪوهتراش مان مليل ڪوٽ بابت چئي نه ٿو سگهجي ته ڪو اهو خطري وقت بچاءَ لاءِ

ٿهيل هو. باقي جي ايئن ڪٽي مججي ته ان ۾ واپارين ۽ وڏن ماڻهن جون جڳهون يا مال جا پاندا هجن ته بي ڳالهه آهي.

ڪوهتراش جا باشندا مالدار ماڻهو هئا. هو رڍون، ٻڪريون، گڏهه، رڇ ۽ ٻيا جانور پاليندا هئا ۽ ڪاڏي ۾ انهن جو گوشت کائيندا هئا ۽ جانورن کان سواريءَ جو ڪم پڻ وٺندا هئا. هو ڌاتن جي استعمال مان پڻ واقف هئا ۽ هو ڪاپر مان پنهنجا اوزار ۽ ٿانون ٺاهيندا هئا.

ڳوٺاڻي ثقافت جي ٻين بستين وانگر هي ڳوٺ به ان جي بنياد وجهندڙن پاڻي جي سهوليت کي آڏو رکي ٺاهيو ۽ اتي وچي رهائش اختيار ڪيائون، جتي پاڻي جالارو ملندو هو. هن بستيءَ جي پرسان چشمو مليو آهي، جتان نه صرف پيئڻ جو پاڻي حاصل ڪيو ويندو هو، پر ان چشمي جي پاڻي تي ٻني ٻارو پڻ ڪيو ويندو هو. (6) چو جو گبر بندن جي وچ تي هن بستي جي پرسان اهڙي زمين موجود آهي، جتي کيتي باڙي ڪري سگهجي. ٻيو ته برسات جي مند ۾ پاڻي جيڪو جبلن تان لهندو هو. اهو گبر بندن رستي درياهن ۾ وڃڻ کان روڪي، ان تي هتان جا رهواسي فصل ڪندا هئا.

حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Mughal M.R, Dr. “The Dawn of Civilization of Sindh”, Sind Quarterly, 1980-1, PP-26-7

2. لئبرڪ، ايڇ.ٽي، ”سنڌ-هڪ عام جائزو“ ص-94-95

3. Mujmadar, N.G, “Exploration in Sind”, Indus Publication KARACHI, 1981, Ch: 7 and 89

4. Sorly, H.T “Sind Gazetteer” p-112

5. لئبرڪ-ساڳيو-ص ص-95-96

6. Mujmadar-Same.


10- پانڌي واهي

پانڍي واهي جا قديم آثار دادو ضلعي جي جوهي تعلقي ۾ نارا نئن ويجهو آهن. ڳوناٽي ثقافت جي وارثن جي هيءَ وسندي کير ٿر ڇپر جي هيٺان هڪ مٿانهين ماٿر تي آهي. هيءَ وسندي موهن جي دڙي جي شهر تمدن کان اڳ جو هڪ ننڍو ڳوٺ يا واهڻ آهي. کوٽائي دوران اتان ٻه تهه مليا آهن. هيٺيون تهه، جيڪو ڳوناٽي ثقافت واري دور جو آهي، اتان آمريءَ جي دؤر وارا ٿانون مليا آهن. (1) جڏهن ته مٿئين تهه مان هڙاپا دور جا مخصوص ٿانو ڳاڙهي تر تي ڪاري چٽسالي وارا مليا آهن. قديم آثارن جي ماهر فليم جي راءِ ۾ ته اهو ضرورري ناهي ته اهڙي چٽسالي واري ٿانو فقط هڙاپا دور سان واسطو رکندڙ هجن. جڏهن ته هتان ملندڙ ڪن ٿانون جو واسطو ڏاکڻي بلوچستان سان به آهي. (2) ٿانون کان سواءِ هتان افغانستان جي قديم آثار منديگڪ مان لڀندڙ قيمتي مڻيا، نيزا، چقمقي پهڻ وارا اوزار پڻ مليا آهن. چٽن ۾ پپر جو پن، مڇين جا چلر ۽ ڏيڱن جا چٽ عام آهن. ڊڱي جو نمونو بلوچستان جي ڪلي-ميهي ڪلچر سان واسطو رکندڙ آهي. جڏهن ته مڇين جا چلر موهن جي دڙي سان واسطو رکندڙ آهن.(3)

هيءَ وسندي، انهن ماڻهن جي آهي، جيڪي مال ڌاريندا هئا ۽ پوکي راهي تي گذران ڪندا هئا. هو ننڍا مستطيل گهر ٺاهي، انهن ۾ رهندا هئا. گهرن جي پتين جي پيڙهه پٿر جي رکندا هئا، باقي اڏاوت چيرولي يا گاري سان ڪندا هئا. ڪن هنڌن تي سَرن جي تيلين ۽ پيسن جي پترن جا به ڇپر ٺاهيندا هئا ۽ انهن مٿان ٿلهي گاري جو تهه چاڙهي چڏيندا هئا. اهڙي قسم جون اڏاوتون گهٽ ئي ٽڪنديون هيون، پر گهڻو ڪري پٿر ۽ چيرولي سان مضبوط ڪيل اوساري جو ڪم جام هلندو هو. ڇو جو پانڍي واهي کير ٿر جي پاڙ وٽ هئي. جتي پٿر جو ججهوانداز ۽ ان کي سولائي سان حاصل ڪرڻ جا موقعا فراهم هيا. هتان جا باشندا پنهنجا اوزار چقمقي پهڻ جا ٺاهيندا هئا. چقمقي پهڻ حاصل ٿيڻ جو هنڌ پانڍي واهي جي تمام ويجهو مليو آهي. ان هنڌ جي پرسان اوزار ٺاهيندڙ ڪارگيرن جي پٿرائن گهرن جا نشان ۽ سندن اوزارن جي پور ۽ ٽڪرا وڏي انداز ۾ مليا آهن. پانڍي واهي جي ماڻهن پنهنجي هت رهائش پاڻي جي سهولت کي مدنظر رکي اختيار ڪئي ۽ اتي ئي وچي پنهنجا جهوپا جوڙيا، جتي پاڻي آسانيءَ سان ملي سگهيو ٿي. پانڍي واهي ڳوٺ جي پرسان پاڻيءَ جو هڪ چشمو به مليو آهي. جتان اتان جا باشندا پاڻي حاصل ڪندا هوندا ۽ ان ئي چشمي جي پاڻي تي گذر سفر لاءِ ٻني ٻارو ڪندا هوندا. ان چشمي مان نڪتل هڪ ڪڙيي (واٽر) جا نشان مليا آهن. جيڪو ڪڙيو چشمي مان نڪري آبادي لائق زمين کي پوک ڪرڻ لاءِ پاڻي پهچائيندو هو. پون وگياني ماهر فيبن گهڻو اڳ ان چشمي جو جائزو وٺي ٻڌايو هو ته چشمو اڳ جيترو جالارو هو، هاڻي ايترو نه رهيو آهي.

پانڍي واهي وسنديءَ ۾ اسان کي ٻن قسمن جا گهر ملن ٿا. هن وسندي جا مرڪزي گهر جيڪي ننڍڙي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن ۽ هڪ قدرتي مٿانهين دڙي تي آهن. انهن گهرن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هيءُ گهر جيڪي مرڪز ۾ آهن، اهي ڳوٺ جي چڱي مڙس ۽ سندس عزيزن جا هوندا ۽ ان مرڪزي رهائشي ايراضيءَ جي چوڌاري پري پري ٽائين چوٿائي کن ميل ۾ اڪيلا گهر يا گهرن جا ميڙاڪا لڌا ويا آهن، جيڪي ٻئي قسم جي گهرن ۾ شامل آهن، جتان ڪافي انداز ۾ ڀڳل ٿانون، قيمتي چقمقي پهڻ جا اوزار مليا آهن. اهي گهر وسنديءَ جي هارين نارين ۽ مالوندن جا هوندا. پانڍي واهي وسنديءَ جا رهواسي هاري ۽ مالدار هئا. پنهنجو گهڻو وقت مال چارڻ ۽ زراعت ڪرڻ تي صرف ڪندا هئا. (4)

هن وسندي جي ملڻ سان سنڌو ماٿر جي قديم ڳوناٽي ثقافت تي وڌيڪ روشني پوي ٿي. ٻيو ته هيءُ هنڌ ان ڪري به اهم آهي جو هي ميسوپوٽيما (عراق) سان ٿيندڙ واپاري رستي تي هيو ۽ واپاري قافلا هي وسندي لتاڙي مولا لڪ ذريعي ميسوپوٽيما ويندا هئا.

حوالا ۽ سمجھاڻيون


1. Flame, Louis, “The Paleography & Prehistoric Settlement Pattern in Sind” (CA 4000-2000 B.C), A dissertation in South Asia Regional Studies, Pennsylvania, 1818, P-271

2. Majumdar, N.C, “Exploration in Sindh” P-94

3. See Majumdar & Flame

4. لئمبرڪ، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 98-99

5. Panhwar, M.H, “Chronological Dictionary of Sind”


## 11. علي مراد

علي مراد جا قديم آثار دادو شهر کان 20 ميلن جي فاصلي تي ڏکڻ طرف مليا آهن. قديم آثارن جي ماهر مجمدار 1928ع کان 1931ع تائين چوک چڪاس ڪري، هن علائقي ۾ علي مراد سان گڏ لوهري ۽ غازي شاهه وٽ پڻ ڪُٽ واري زماني (Bronze Age) جي وسندين جا آثار ڳولي هٿ ڪيا. (1) هيءُ مڙئي وسنديون ان دور جي قديم ”وڻجارڪي واٽ“ تي آهن، جيڪا واٽ ڪوهستان منجهان ڏکڻ طرف هلندي منڇر ڍنڍ کان 70 کن ميل پرتي ان هنڌ تائين وڃي ٿي، جتي نئن باران ميدان ۾ داخل ٿئي ٿي. مجمدار کي ان واٽ سان 12 کان 15 ميلن جي وٿي تي قديم لوڪن جون منزل گاهون مليون آهن. اهي مڙئي منزل گاهون پاڻيءَ جي چشمن ۽ نئين جي وهڪرن جي ويجهو مليون آهن. (2)

علي مراد جا قديم آثار، هڪ وارياسي ميدان ۾ دڙي جي صورت ۾ هٿ آيا آهن. جتان مجمدار کي ان دور جي کوهه جا آثار پڻ مليا آهن. دڙي جي کوٽائي بعد هڪ ڪوٽ مليو آهي، جنهن جي ڊيگهه ۽ ويڪر 250 وال آهي. ڪوٽ جي اوساري ۾ 2 فوٽ ڊگها ۽ هڪ فوٽ ويڪرا ۽ 5 فوٽ ٿلها پٿر ڪم

آندا ويا آهن. ڪوٽ جو دروازو ڏکڻ طرف آهي. ڪوٽ جي اندر هڪ کوهه ۽ ڪجهه گهرن جا نشان مليا آهن. (3)

علي مراد وٽ مليل ڪوٽ بابت ايچ ٽي لئمبرڪ چوي ٿو ته علي مراد وارن اهو ڪوٽ پنهنجي بچاءَ لاءِ ٺاهيو هوندو. ڇو جو علي مراد جي منهن ۾ قوسي لڪ وٽ بلوچستان ۽ سنڌ جي وچ ۾ هڪ مکيه واٽ آهي. (4) ان ڪري اها ڳالهه يقيني آهي ته اهو ڪوٽ اتي جي باشندن پنهنجي بچاءَ لاءِ ٺاهيو هجي ته جيئن قوسي لڪ کان ايندڙ حملي آورن کان بچاءُ ڪري سگهجي.

هتان مليل ٺيڪراٺ جي ڳاڙهي سطح تي ڪارن چٽن سان چٽسالي ٿيل آهي. هن دڙي مان ملندڙ باقيات هوبهو هڙاپا مان ملندڙ باقيات جهڙي آهي. جيئن پير جي پنن جي نشانن وارا مٽيءَ جا ٿانون، پڪل مٽيءَ جا ٺهيل ڏاندن جا پتلا، پٿر جا چاقو، ڪُٽ يا ٽامي جي پيٺل پاسن واري ڪهاڙي ۽ عقيق جا مڻيا. (5) اهي سڀ مليل شيون هن بستيءَ جو هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي رهواسين سان گهاٽو تهذيبي واسطو ڏيکارين ٿيون. (6) ماهرن هن بستيءَ کي سنڌو ماٿر جي شهري تمدن جي هڪ اهم بستي قرار ڏنو آهي، جيڪا ڪُٽ واري دور جي هڪ وڏي آبادي هئي. (7)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Majumdar, N.G, “Exploration in Sind”, P-90-91

2. لئمبرڪ، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص- 95

3. صديقي، ”سنڌو ماٿر جي سڀيتا“ ص- 54-55

4. لئمبرڪ، ساڳيو، ص-143

5. صديقي، ساڳيو، ص-54-55

6. Flame, Louis, 1881, P-274

7. Sorly, “Sind Gazetteer”, P-112


## 12. دربِ ڏيٿڙي

سنڌ ۾ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي دور جي هڪڙي وسندي ڏرب ڏيتڙي ضلعي سکر ۾ آثار قديمه جي ماهرن کي ملي آهي. (1) هيءَ وسندي سکر شهر جي اتر اوڀر ڪنڌ تي گهاگهر-هاڪڙو درياهه جي ڦٽل وهڪري جي ساڄي پاسي ڪپ تي ڳوٺ يارو لنڊ ۽ صاحب خان لنڊ جي وچ ۾ آهي. (2)

هيءُ ڦٽل شهر زمين کان 100 فوٽ کن اتاهين جڳهه تي آهي ۽ ان جو مٿاڇرو اڌ چورس ميل کن ٿيندو. جيڪو سچو ٺيڪراٺ سان ڍڪيل آهي. هيءُ وڏي ايراضي وارو شهر واريءَ هيٺان لڪي ويو آهي. هن وسندي جي ڏکڻ – اوڀر واري پٽ تان هڪ کوهه لڌو ويو آهي. جيڪو زمين جي مٿاڇري کان ڪي چار فوٽ هيٺتي زمين ۾ پوريل آهي. اهو کوهه گهيري ۾ پنج فوٽ کن آهي. پر پاسن جي هر قطار ۾ رڳو 9 سرون اٿس، جيڪي سڀ هڪ ئي ڪاڇي ۽ قالب جون نه آهن. اهي سرون آڏيون گولائي ۾ لڳل آهن ۽ پاسي کان ڏسڻ تي ونگ جو ڏيک ڏين ٿيون. اوساري جو هيءُ نمونو موهن جي دڙي جي انيڪ کوهن جي اوساريءَ کان بنهه نيارو آهي. (3) هن وسنديءَ جي اتر اوڀر ڪنڌ ۾ چئن ميلن جي فاصلي تي سنڌو سڀيتا جو هڪ ٻيو ماڳ ونجهڙوٽ مليو آهي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. لئمبرڪ، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-146
2. ساڳيو، ص- 170
3. ساڳيو، ص- 146-147

## 13. ٿيڙ

ٿيڙ، اتر سنڌ ۾ تعلقي روهڙي، ضلعي سکر جي پرسان هڪ سنڌو سڀيتا جو ماڳ آهي. هيءَ بستي ممڙي کان ڪي 3 ميل اوڀر ۾ هڪ واهيءَ وٽ آهي، جيڪا ريٽي نديءَ ڏي وڃي ٿي. ٿيڙ، سنڌو تهذيب جو تمام ننڍڙي پکيڙ، اٽڪل هڪ ايڪڙ کن ايراضيءَ وارو ماڳ آهي. هن دڙي جو مٿاڇرو ٺيڪراٺ سان پريل آهي. جن ۾ چقمقي پهڻ جي ڌار وارا اوزار ۽ ٺڪر جا ٽنگر ٿانون به اچي وڃن ٿا. کوٽائي ۾ هڪڙي جاءِ جي پٽ به نڪتي آهي، جيڪا پڪين سرن جي ٺهيل آهي. (لئمبرڪ، ”سنڌ هڪ عام جائزو“ ص-147)

## 14. لکمير جي ماڙي

لکمير، نئنگ جي پرسان تعلقي سيوهڻ ضلعي دادو ۾ آهي. جتان سنڌو سڀيتا جي دور جا قديم آثار مليا آهن. لکمير جي ماڙي جا قديم آثار پٽ کان اٽڪل 60 فوٽ اتانهان آهن. مٿاچري تي وڏين گھَل ڪاڌل اوسارين جا نشان مليا آهن. جن جي چوڌاري پٿرن جا ڍگ سٿيا پيا آهن. (1) جڏهن ته ٽڪريءَ جي پاڙ ۾ هڪ ٻئي جي پاسي ۾ پهريدارن، خادمن جي ڪوٺين ۽ جاين جا آثار نظر اچن ٿا. هي ماڳ هڙاپا دور جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ نظر اچي ٿو. هتان ليندڙ ٿانون ۾ ڳاڙهي تي ڪاري چٽساليءَ وارا ٿانو، چقمقي پهڻن وارا اوزار هٿ آيا آهن. (2)

هي وسندي به پاڻي جي سهولت جي لحاظ کان هڪ جالاري چشمي پرسان آهي. ان چشمي ۾ پاڻي جي حفاظت لاءِ چوڌاري بنا ڌنل آهن. (3)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) لئمبرڪ، ايچ. ٽي، ”سنڌ- هڪ عام جائزو“ ص-100-101

(2) Mujumdar, 1984, P-88

(3) لئمبرڪ- ساڳيو ص-100-10

## 15. ڪائي بٺي

ڪائي بٺي جا قديم آثار دادو ضلعي جي تعلقي سيوهڻ ۾ ڪائي ڳوٺ ويجهو، ڪائي ماٿري جي ڏکڻ اولهه حصي ۾ آهن. هيءُ سنڌو سڀيتا جي دور جو هڪ وڏو ڳوٺ آهي. ڪائي جي پرسان پڻ هڪ وڏو پاڻي جو چشمو مليو آهي. جتان ڪائي وارا نه صرف پيئڻ جو پاڻي پر ٻني ٻاري لاءِ پڻ پاڻي حاصل ڪندا هئا. چو جو ڪائي پرسان جيڪو چشمو مليو آهي، ان تي هڪ چڱي ڀلي ڳوٺ جي پورائي لاءِ فصل ڪري سگھجي ٿو.(1)

ڪائي بٺي جي وسنديءَ کان ڪجهه وال پرتي اڀيءَ لاهيءَ وارن پاسن سان هڪڙي چپٽري مٿاڙ واري ٽڪري آهي. جنهن تي هڪ ڪوٽ اڏيل آهي. لئمبرڪ جي چوڻ موجب ته ان زماني ۾ ڪائي جا

رهاڪو مصيبت وقت ڪوٽ ۾ وڃي پناهه وٺندا هئا. ڪائي بٺي قد ۾ گهٽي ننڍي آهي، پر پڪيڙ ۾ ميري ۽ لڪمير جيتري آهي.

هتي پنگار واري دور جي ٺڪراٺ به عام جام نظر اچي ٿي. فليم ان بابت چيو آهي ته ڪائي بٺي جو ڪنڀارڪو هنر آمري دور سان واسطو رکندڙ آهي. (2)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) ليمبرڪ، "سنڌ- هڪ عام جائزو " ص-100

(2) Flame, Louis "The Paleography & Prehistoric Settlement Pattern in Sind" 1881, P-292

## 16. لنڊي بٺي

لنڊي بٺي، دادو ضلعي جي تعلقي سيوهڻ ۾ ننڱگ نئن جي ساڄي ڪپ تي (اوپر طرف) بڊو رينج ويجهو، ننڱگ ڳوٺ کان ڏکڻ اوپر طرف 2 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن تاريخ کان اڳ جي ماڳ جي اصلي بناوت گهٽي وڌيڪ چٽي آهي. اهو مخروطي دڙو، هڪ بڻي مٿان ٺن پٿرائن پٿين يا ٿلهن سان وڪوڙيل آهي ۽ چوٽي تي ماڙي جا نشان اٿس. ان مان لڳي ٿو ته ان تي ڪو ڪوٽ نه پر ميسوپوٽيما جي اهرام جي صورت جهڙي ڪا عبادت گاهه هئي. هتي ساڄي پاسي جيڪو ٺڪر جو ويڪرو چپٽرو ٺڪر آهي، سو مکيه رهائشي ايراضي لڳي ٿو. چو ته اهو پهڻ، ٺڪرائن، پڳل ٺانون ۽ چقمقي پهڻ جي ڏڪيل ٺڪرن سان اصل ڪارو لڳو پيو آهي. سو ان هنڌ جي عام بيهڪ ۽ بناوت ڏنپ بٺيءَ سان مشابهت رکي ٿي. مڪاني عقيدو آهي ته لنڊي بٺي جون پٿيون بچاءَ لاءِ کنيون ويون هيون. (لئمبرڪ- ص- 101)

## 17. ليمون جوٽيجو

ليمون جوٽيجي جا قديم آثار اتر سنڌ ۾ شڪارپور کان 40 ميل الهندي طرف آهن. (1) هي تاريخ کان اڳ جي دور جي رهواسين جو قتل شهر سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي. هن دڙي جي نشاندهي ۽ تصديق آثار قديمه جي ماهر اين جي مجمدار ڪئي آهي. (2) هن بستي مان موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان ملندڙ ٺانون ۽ اوزارن جهڙيون شيون مليون آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) پيرومل، مهر چند آڏواڻي، ”قديم سنڌ“ ص-76

يا مولائي شيدائي، ”تمدن سنڌ“ ص-11-12

(2) Majumdar, N. G “Exploration in Sind”, Archaeological Survey of India No: 48

## 18. غازي شاهه

غازي شاهه جا قديم آثار ضلعي دادو ۾ ٽنڊو رحيم خان کان ڏکڻ اوڀر 6 ڪلو ميٽرن تي پٽ رينج جي پيرانديءَ کان اتر اوڀر پير غازي شاهه کان 2 ڪلوميٽر اوڀر طرف آهن.

قديم آثارن جي ماهر مجمدار 1928ع کان 1931ع تائين جاچ پڙتال ڪري، جيڪي سنڌو سڀيتا جي ڪُٽ واري دور جا شهر ۽ ڳوٺ ڳولهي هٿ ڪيا، انهن مان غازي شاهه پڻ هڪ آهي. (1) هي سنڌو سڀيتا جي ڳوٺاڻي ثقافت ۽ شهري تمدن جو گڏيل هنڌ آهي. جتان اسان کي رهائش جا 2 تهه مليا آهن. (2) هڪ شروعاتي تهه، جيڪو ڳوٺاڻي ثقافت وارن جو هيو ۽ ان بعد ٻيو مٿيون تهه شهري تمدن جي دور سان واسطو رکندڙ آهي.

هن آثار جي شروعاتي تهه مان اسان کي اوائلي انساني ڏنڊن، سنڌن ڪرت ۽ مشغولي جا نشان مليا آهن. هيٺين تهه مان اسان کي ڪي به تعميراتي جايون يا گهر نه مليا آهن. پر صرف اتي رهندڙن جي استعمال جا اوزار ۽ ٿانون مليا آهن. (3) جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هتي جا پهريان آبادڪار سرن سان اڏاوتون ڪو نه ڪندا هئا، پر ڪکن ۽ ڪانن جي لانڍين ۽ ڇپرن ۾ رهندا هئا.

جڏهن ته آخري مٿئين تهه جا رهندڙ ڪاپر استعمال ڪندا هئا ۽ اڳين کان وڌيڪ متمدن زندگي گذاريندا هئا. دڙي جي کوٽائي مان ڏاند جا مجسما، جابلو ٻڪرن جون تصويرون، ڦٽين جا مختلف نمونا ۽ ٻئي هار سينگار جو سامان مليو آهي. هتان جا ماڻهو رڍون، ٻڪريون، رڇ ۽ گڏهه ڌاريندا هئا.

مجمدار کي هتان جيڪي ٿانون مليا آهن، تن تي ڳاڙهي مٿان ڪاري چٽسالي ٿيل آهي. ڪن ٿانون تي ڍڳي جي مورت آهي. اهڙيون ساڳيون ڍڳي جون مورتون نال منجهان به مليون آهن. ان کان سواءِ مور جو استعمال به گهڻي پاڳي ٿيل آهي. پير جي پن جو به جام تصويرون مليون آهن. (4)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) Majumdar, N.G, “Exploration in Sind” P-85

(2) لئمبرڪ، ايچ. ٽي، ”سنڌ- هڪ عام جائزو“ ص-142

(3) Sorely, H.T, “Gazetter of Sind” P-112

(4) Flame, Louis, “The Paleography & Prehistoric Settlement Pattern in Sind”, P-281

## 19. نارو وارو دڙو

سنڌو سڀيتا جي وارثن جي هي بستي ضلعي خيرپور جي ٽنڊي مستي خان اسٽيشن جي اوڀر ۾ ٻن ميلن جي فاصلي تي آهي. هن بستيءَ کي 1935ع ۾ قديم آثارن جي هڪ ماهر پنڊت ماڌو سروپ ڳولهي لڌو. (1) جتي ڪيس ڪيترائي واري جا دڙا مليا. جن مان ڏکڻ اوڀر چيڙي وارو دڙو ”نارو وارو دڙو“ آهي. (2) جيڪو سنڌو سڀيتا جي ڳوٺاڻي ثقافت وارن رهواسين ۽ ان کان پوءِ شهري تمدن جي وارثن جو گڏيل هنڌ آهي. (3) هتان جي رهواسين جا ڪوٽڏجي جي باشندن سان گهرا لاڳاپا هيا، ڪوٽڏجي وارا قديم آثار هن بستي کان 7 ميل اتر اولهه ۾ آهن.

نارو جي دڙي مان مليل برتن تمام سٺريل قسم جا نظر اچن ٿا. جن جي جوڙجڪ اعليٰ قسم جي ۽ انهن تي ٿيل چٽسالي، سندن فن جي پختگيءَ جو اعليٰ ثبوت آهي. (4) هن دڙي جي کوٽائي مان مليل شيون، ڪوٽڏجي ۽ موهن جي دڙي مان مليل شين سان ڪافي مشابهت رکن ٿيون. هتان ملندڙ زيورن ۾ هٿن جون منڊيون وغيره موهن جي دڙي مان مليل زيورن سان مشابهت رکن ٿيون. دڙي جي کوٽائي مان قديم آثارن جي ماهرن کي ٻارن جا رانديڪا، ڏيڳي گاڏيون، چوڙيون ۽ ٻئي هار سينگار جي سامان سان گڏ بهترين قسم جي نڪر جا ٿانون مليا آهن. (5) ماهرن هن دڙي مان هڪ انساني هڏائون پڃرو به لڌو آهي.

نارو وارو دڙو، سنڌو سڀيتا جي ڳوٺاڻي ثقافت ۽ شهري تمدن جي مليل جليل دورن جو هڪ بهترين سنگم آهي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

(1) Pithawalla, “Historical Geography of Sind”, P-166

(2) Exploration at Naru Waro Daro, Archaeological Deptt: of Pakistan, 1964- vol: 1

(3) Flame, Louis, “The Paleography & Prehistoric Settlement Pattern in Sind” – P – 941

(4) Pithawala, P-166

(5) Pithawala, P-167

## 20. ڏنپ بٺي

ڏنپ بٺي جا قديم آثار دادو ضلعي ۾ جهانگارا ڳوٺ کان 10 ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه ۾ آهن. هتان قديم آثارن جي ماهر فليم ۽ مجمدار کي ٺماڙ جڳهه جا نشان هٿ آيا آهن. جنهن جي لاهيءَ کان پٽين جا نشان موجود آهن. جڏهن ته ڏاکڻين طرف هڪ ڏاڪڻ جا نشان مليا آهن. هن جي هيٺيان ڏکڻ، اوپر ۽ اتر کان پيڙهه جي پٽين جا نشان مليا آهن. جنهن مان گهرن جي ڪمرن جي نشاندهي ٿئي ٿي. مجمدار بٺي جي کوٽائي دوران هڪ انساني ڍانچو ڳولي هٿ ڪيو. هتان ملندڙ ٺانون آمري ۽ هڙاپا جي دورن سان واسطو رکن ٿا. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ ماڳ ڳوناڻي ثقافت سميت شهري تمدن واري دور سان به واسطو رکي ٿو.

## 21. ديهه ماڙي صابري

ديهه ماڙي صابري جا قديم آثار ضلعي نواب شاهه ۾ ڳوٺ نواز ڏاهري پرسان آهن. هي ماڳ هڙاپا دور سان واسطو رکي ٿو. هتان ملندڙ شين ۾ ڪاري تي ڳاڙهي چٽ وارا ٺانو، ٺڪر جو ڍڳو، ٽنگر سامان جا ٺڪر شامل آهن.

## 22. ڏيسوئي

هيءُ ماڳ دادو ضلعي ۾ ٿاڻي بولا خان کان اٺ ڪلو ميٽر اتر اوڀر تي ڏيسوئي نئن ويجهو آهي. هي ماڳ تراڪڙو آهي. پٿر جي ڪپچي ۽ وٺون جا بجا پکڙيل آهن. هتان ملندڙ سامان ۾ ٽنگر ٿانو، ٺڪر ۽ ٿامي جا چوڙا، ڪٺ جو وٽ، ننيڙا ٺڪر جي گاڏڙن جا ٽڪر، ڀه سو گول ۽ ڀه ڇهنبارا ٺڪر جا ڳوڙها به لڌا ويا آهن. اهڙا ڳوڙها ٿاڻي بولا خان جي ٻين ماڳن تان به لڌا ويا آهن. مجمدار ۽ فليم جي راءِ موجب هي ماڳ هڙاپا دور سان واسطو رکي ٿو.

## 23. الهه ڏنو

قديم آثارن وارو هيءُ هنڌ ڪراچي کان 32 ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف آهي. هن ماڳ تان ٽن دورن جا آثار مليا آهن. هي ماڳ سنڌو سڀيتا جي دور سان واسطو رکندڙ آهي.

ماهرن هن وستيءَ ۾ چٽسالي سان گڏ سادا ٿانون به لڌا آهن. الهڏني جي پٽين ۾ پٿرن سان گڏ ڪچيون سرون به استعمال ٿيل آهن. کوٽائي مان سون ۽ چاندي به هٿ ڪئي وئي آهي.

## 24. عاملاڻو

عاملاڻي جا قديم آثار ڪراچيءَ کان اٽڪل 34 ڪلوميٽر اتر اولهه طرف مول ۽ ملير نئن جي سنگم تي آهن. هي بستي 91 ميٽرن اندر ڦهليل آهي.اهجاڻ تراڪڙا آهن، ماڳ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 25. عارب جو ٿاڻو

عارب جي ٿاڻي جا قديم آثار ضلعي دادو ۾ شاهه جو ڪونڙيو کان اٽڪل 5 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ناريئڙو جبلن جي پيرانڌيءَ ۾ آهن.

لئمبرڪ کي هن بستي مان ٿامي جون چيٽيون هٿ آيون آهن. اين جي مجمدار، هن بستيءَ کي سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي رهواسين جو وٿاڻ ٻڌائي ٿو.

## 26. شاهه جو ڪوٽڙو

هيءُ ماڳ دادو ضلعي ۾ ڪجور ڪان 7 ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر طرف باران نئن جي اوڀر ڪاڇي پاسي واقع آهي. هوٿياڻو جبل ڪان هڪ نڪرندڙ چشمو ماڳ جي پرمان لنگهي ٿو. هن قديم آثار جي مٿاڇري تي پٿ جا آثار نظر اچن ٿا. هتان لڀندڙ ٿانون جو نمونو ڏکڻ بلوچستان جي قديم ماڳن ڪلي ۽ ميهي مان به لڌو ويو آهي. هتان مليل ٿانون تي ڪجي جو وڻ ۽ ٻڪرن جا چٽ به ٿانون تي چٽيل آهن. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هتان جا ماڻهو ٻڪريون ڌاريندا هئا ۽ ان دور ۾ سنڌ ۾ ڪجي پوکي ويندي هئي.

## 27.ٻانڌڻي

ٻانڌڻي جو قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ ٻانڌڙي نئن ويجهو ٻانڌڻي ڳوٺ پرسان آهي. دڙو اتر ڪان اتانهون ۽ ڏکڻ ڪان تراڪڙو آهي. مجمدار هن قديم ماڳ جي کوٽائي ڪرائي، جتان پٿر جون پٽيون مليون آهن. قديم آثار مان ملندڙ ٿانون، هن ماڳ جو آمري ثقافت (ڳوٺاڻي ثقافت) سان ڳانڍاپو ڏيکارين ٿا.

هن ماڳ تان ملندڙ باقيات ۾ ٻه رنگا سنهڙي چادر وارا ٿانون ۽ چقمقي پٿر جا اوزار شامل آهن. ٿانون تي ڳاڙهي ۽ ناسي رنگن جا چٽ چٽيل آهن، جڏهن ته انهن جو تهه پيلو آهي.

## 28. چؤنرو

چؤنرو جا قديم آثار دادو ضلعي ۾ ٻاندڙي نئن جي ڏکڻ طرف آهن. هي ماڳ مخروطي دڙي ۽ هڪ هيٺاهين وسندي تي ٻڌل آهي. هتان مجمدار کي کوٽائي دوران پٽيون مليون آهن. هي ماڳ ڳوٺاڻي ثقافت واري دور سان واسطو رکندڙ آهي. هتان ڳاڙهي ۽ ڦڪي رنگ جا ٿانون لڌا ويا آهن. جيڪي هن ڪان اڳ آمري مان ملي چڪا آهن. جن تي چاڪليٽي ڦڪي رنگ سان چٽسالي ٿيل آهي. ٿانون چڪ تي ناهي پچايا ويا آهن. هن آثار مان ليمبرڪ کي هڪ چقمقي پهڻ جو ڪپ هٿ آيو آهي، جيڪو 5 انچن ڪان وڌيڪ ڊگهو آهي.

## 29. ڍال

ڍال ٻني جا قديم آثار لڪي جبلن جي اولهه طرف ضلعي دادو ۾ آهن. هن قديم بستيءَ جو نشان هڪ ٽڪنڊي جي صورت ۾ موجود آهي. ٽڪنڊي جو ننڍي ۾ ننڍو حصو اتر واري پڇڙي آهي ۽ اتر واري پڇڙي تي ميدان هڪ مخروطي دڙي جي صورت اختيار ڪري ٿو. هن قديم آثار جو واسطو سنڌو ماٿر جي ڳوٺاڻي ثقافت سان گڏ شهري تمدن واري دور سان به آهي. هتان مجمدار کي جتي آمري دور جا سنھا ٿانون مليا آهن، اتي ٽڪر جي چوٽيءَ تي ڪٽ جي دور جي عمارتن جا آثار نه نظر آيا آهن. هتان ملندڙ شين ۾ چٽسالي ٿيل ٿانون، ٽڪر جا چوڙا، اسٽينڊ تي ڊش ۽ ٽنگر ٿانون شامل آهن.

قديم آثارن جي ماهر مجمدار کي اوپر واري اڌ مان پٿين جي پيڙهه وارا پٿر نظر آيا. جڏهن ته فليم کي ٻنيءَ جي اولهه واري پاسي کان هڪ گولائين پٿرائين اڏاوت جا آثار مليا آهن.

## 30. ڏيجيءَ جي ٽڪري

هيءُ قديم آثارن وارو ماڳ خيرپور ضلعي جي ديهه چونئرو ۾ آهي. 1938ع ۾ هڪ ماهر وئٽس هيءُ ماڳ ڳولي هٿ ڪيو. جيڪو چن واري پٿر جي ٽڪريءَ تي آهي ۽ آس پاس واري ميداني علائقي کان اٽڪل 12 ميٽر مٿي آهي ۽ شڪل ۾ چوڪنڊو آهي.

وئٽس جي راءِ موجب هن وسنديءَ جا 4 کان 5 تهه آهن. مٿيون تهه سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي. جڏهن ته هيٺين تهن جو واسطو ڳوٺاڻي ثقافت واري دور سان آهي. هتان ڪجهه اهڙيون باقيات مليون آهن، جن جهڙيون هن کان اڳ ڪوٽڏيجي سميت راجسٿان واري قديم ماڳ ڪالي ٻنگن مان هٿ آيون آهن.

## 31. گورنڊي

گورنڊي وارو قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ نئنگ کان 13 ڪلوميٽر اتر طرف آهي. هيءُ ننڍڙو دڙو اٽڪل اڍائي ميٽر اوچو آهي. قديم آثارن جي ماهر اين جي مجمدار هن ماڳ جي چوک چڪاس ڪندي ٻڌايو آهي ته سمورو علائقو پٿر جي ڪپچين ۽ ٿانون سان ڀريل آهي. سندس پرسان هڪ پاڻيءَ جو چشمو آهي. جتان هتان جا رهواسي پيئڻ ۽ زراعت ڪرڻ لاءِ پاڻي استعمال ڪندا هئا. هتان ٽڪر جو ڍڳو،

چوڙا، سپين جا چوڙا، عقيق جو مڻڪو ۽ ڪوپر جي منڊي وغيره مليا آهن. قديم آثارن جي ماهرن موجب هيءُ ماڳ شهري تمدن ۽ ڳوٺاڻي ثقافت وارن دورن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 32. حسن علي

حسن عليءَ جا قديم آثار ڪراچي کان ساڍا پنجٽيهه ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف، سپر هاءِ وي تي آهن. هيءُ ماڳ ميداني علائقي کان 3 ميٽر مٿانهين جڳهه تي آهي. هتان پٿرن جي پيڙهه جا نشان مليا آهن. قديم آثارن جي ماهر فليم موجب هڪ بستي هڙاپا دور يعني شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 33. جهڪڙ

هيءُ ماڳ مٺو ديرو لڳ لاڙڪاڻي کان 9 ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. لاڙڪاڻي کان وارهه ويندي روڊ جي اترين طرف نظر اچي ٿو. تاريخ کان اڳ واري دور ۾ هيءَ وسندي سنڌو درياهه جي ڪاپي ڪپ تي هئي. جهوڪر (جهڪر) جا قديم آثار ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. دڙو ’اي‘ 17 فوٽ اوچو آهي ۽ دڙو ’بي‘ 63 فوٽ اوچو آهي. دڙو بي سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن واري دور کان پوءِ واري زماني سان واسطو رکي ٿو. جڏهن ته دڙي ’اي‘ جا هيٺيان تهه، موهن جي دڙي جي دور سان واسطو رکن ٿا. دڙي اي جا 3 تهه آهن. مٿيون تهه انڊو-ساساني دور سان واسطو رکي ٿو. جڏهن ته ان جا هيٺيان ٻه تهه سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکن ٿا. جڏهن ته ڊاڪٽر رفيق مغل چوي ٿو ته دڙي جي هيٺين تهن جو ٻه سنڌو تهذيب سان واسطو آهي.

## 34. جهانگارا

هيءُ ماڳ دادو ضلعي ۾ جوهي کان سيوهڻ واري رستي تي جهانگارا ڳوٺ کان اٽڪل 2 ميل پري ڏکڻ طرف موجود آهي. دڙا اٽڪل 17 فوٽ اوچا آهن. چوک چڪاس دوران دڙن تي چن جي پٿر واريون ڪپچيون، چقمقي پرد، خاڪي ٿانون جا پرزا ٺڙيل پکڙيل مليا آهن. ٺڪر سادا ۽ بنا چٽساليءَ جي آهن. هتان مليل ٿانون جا ڪجهه نمونا موهن جي دڙي واري اسٽوپا پرسان به مليا آهن. هتان ٽامي جي هڪ چيٽي ۽ هڪ آر به لڌي آهي. ان کان سواءِ انساني مٽي جو هڏو ۽ جانورن ۾ ٻڪرين جا هڏا وڏيڪ مليا آهن. هيءَ وسندي هڙاپا دور (شهري تمدن) جي آخري دور جي آهي.

## 35. ڪرچاٽ

ڪرچاٽ جو قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ کيرٿر ۽ ڪيلرو جبلن جي وچ ۾ ڪرچاٽ ڳوٺ ويجهو آهي. هن دڙي جي آسپاس ۾ ٽي چشما وهن ٿا. هتي ٺهيل عمارتن جي بنياد ۾ هڪ پيلي رنگ جو وارياسو پٿر به استعمال ٿيل آهي. هتان ملندڙ باقيات ۾ ڪاري رنگ تي ڳاڙهي چٽسالي وارا ٿانون، ٺڪر جي ڪيڪن جا ٽڪرا، چقمقي اوزار شامل آهن. هتان مختلف قسمن جا مڻڪا به لڌا ويا آهن. جيڪي لاجورد، اسٽيٽائيٽ ۽ ٺڪر جا آهن. هتي جي ٿانون تي ٿيل چٽسالي ۽ رنگ نهايت سهڻا آهن. چٽن ۾ ڪجيءَ جا وڻ، جابلو ٻڪر، اکين جهڙا نمونا، پکين جا مٿا شامل آهن. مجمدار موجب هيءَ وسندي سنڌو تهذيب جي شهري تمدن، جڏهن ته فليم موجب ڳوٺاڻي ۽ شهري تمدن جي گڏيل آبادي آهي.

## 36. کجور

کجور جا قديم آثار به دادو ضلعي ۾ ڪرچات کان 9 ڪلوميٽر پري ڏکڻ اوپر طرف آهن. هتان قديم آثارن جي ماهرن کي پٿين جا نشان مليا آهن. جن جو بنياد ڪاري پٿر ۽ ڪڪرين تي ٻڌل آهي. هتان ملندڙ ٿانون ۾ سڌي ڳچي وارن باسڻن جا ٺڪر عام جام آهن. چٽسالي ٻه رنگي آهي. ٿانون تي ڳاڙهسرو ناسي رنگ ۽ هلڪو ڦڪو ۽ ڪارو رنگ ٿيل آهي. هتان مجمدار کي ٺڪر جو هڪ ٻن ڪنڊن وارو مڻڪو، جيڪو اُڪر سان آهي، مليو آهي. هتان ملندڙ باقيات جو ڳوٺاڻي ثقافت سان واسطو آهي.

## 37. لکيو (پير لاکو)

دادو ضلعي جي ڳوٺ شاهه حسن کان 9 ڪلوميٽر اتر ڏکڻ ۾ لکيو جا قديم آثار مليا آهن. قديم آثارن واري ماهر مجمدار هن ماڳ جي کوٽائي ڪرائي. هن به کڏون پن ڪلوميٽرن تائين کوٽرايون. هن بستي مان ڳاڙهي تر تي ڪاري چٽسالي ٿيل ٺڪر جا ٿانو، ٺڪر جون ٺهيل ماتا ديويون، ڍڳي جون مورتيون، ٺڪر جا ڪنگڻ، موتي، رانديڪا، چقمقي پرد، اسٽيئائيٽ موتي مليا آهن. مجمدار کي هن ماڳ تان اهڙا به ٿانون مليا آهن، جيڪي بنا چٽسالي ٿيل سادا آهن. هتان مليل ماتا ديوي جهڙيون مورتيون، هن کان اڳ ڪلي ۽ ميهي مان به مليون آهن.

## 38. لوهري

هي ماڳ دادو ضلعي ۾ منڇر ڍنڍ پرسان آهن. هي دڙو آس پاس واري ميداني علائقي کان اٽڪل هڪ ميٽر مٿانهون آهي. مجمدار به ميٽر مٿاچري کان هيٺ کوٽائي ڪرائي، پر پاڻي نڪرڻ سبب اها اڌ ۾ رهجي وئي. هتان ملندڙ ٿانون مان ٽن دورن جي نشاندهي ٿئي ٿي. هڪڙا ٿانون، آمري واري دور سان واسطو رکن ٿا، ٻيا گڏيل آمري- هڙاپا دور جا آهن ۽ ٽيان آخري هڙاپا دور سان واسطو رکن ٿا. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي ماڳ ڳوٺاڻي ثقافت کان شهري تمدن جي آخري دور تائين آباد رهيو. مجمدار کي هتان مستطيل ۽ چورس ڪمرن جا نشان مليا آهن. ڪيترن اڏاوتن جي پيڙهه ۾ وڏا وڏا پٿر استعمال ٿيل آهن. هڪڙي تهه مان هڪ گهر چڱي حالت ۾ نظر آيو آهي، جيڪو چئن ڪمرن، ٻن ڪوٺين ۽ هڪ ورانڊي تي ٻڌل آهي.

هتان مليل باقيات ۾ پنج ٺڪر جا مٽڪا اُڪر ٿيل، ٻن جانورن جون مورتيون، ٽامي جا زيور شامل آهن. هتان مليل ٿانون جو رنگ ڦڪو يا هلڪو ڳاڙهو آهي. ٺڪر جي ٿانون جو تر سنهڙو آهي. مٿن چٽسالي لاءِ ڳاڙهو، ناسي ۽ چاڪليٽي رنگ استعمال ٿيل آهي.

## 39. ليلان جي ماڙي

ليلان جي ماڙي جا قديم آثار ڳوٺاڻي ثقافت سميت شهري تمدن واري دور سان واسطو رکندڙ آهن. هي آثار مولا ۽ ڦوسي لڪن جي وچ ۾ کينجي نئن تي کير ٿر جي ٻاهرين قطار تي واقع آهن. هتان جي رهواسين هي بستيءَ هڪ چشمي جي ويجهو آباد ڪئي هئي.

## 40. لوهم جو دڙو

لوهم جو دڙو پيارو ڳوٺ اسٽيشن کان 35 ميٽر اتر طرف دادو ضلعي ۾ آهي. هي دڙو هڪ پراڻي درياهي وهڪري تي آهي. مجمدار کوٽائيءَ دوران هتان موهن جي دڙي يعني شهري تمدن ۽ ان کان پوءِ واري دور جيڪو جهڪڙ دور ڪوٺجي ٿو، ان جا آثار ڳولي لڌا آهن. هتان ملندڙ ٿانون تي هلڪو ڳاڙهو رنگ ٿيل آهن، جنهن مٿان ڪاري چٽسالي ٿيل آهي. چٽسالي وارن نمونن ۾ جاميٽري جا نمونا، اڌندڙ پکي، ٻوٽا، پپر جا وڻ، ڦٽي جهڙيون شاخون شامل آهن. هي ٿانون دڙي جي هيٺين تهه مان لڌا ويا آهن. جڏهن ته مٿئين تهه مان مليل ٿانون جهڪڙ دور سان واسطو رکندڙ آهن. ٻنهي تهن مان ڍڳي جون مورتيون، ٺڪر جا چوڙا ۽ رانديڪا پڻ مليا آهن. مجمدار کي هتان مليل باقيات ۾ عقيق، اسٽيٽائيٽ جا مڻڪا ۽ موتي، تور جا وٽ، ٽامي جو چاقو، نيزو، پهڻ جي ڌار وارا اوزار ۽ موهن جي دڙي جون مهرون مليون آهن.

## 41. اورنگي

هي قديم ماڳ ڪراچي ۾ منگهو پير جي ستين ميل جي پٿر کان ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. مجمدار کي چوڪ چڪاس دوران هتان جابجا ٺڪريون مليون آهن ۽ چقمقي پهڻ جي ڌار وارا اوزار به مليا آهن. هي ماڳ تاريخ کان اڳ جي دور سان واسطو رکي ٿو. جتي کوٽائي نه ٿي سگهي آهي.

## 42. عثمان جي ٻني

هي قديم ماڳ عارب جو ڳوٺ کان 1 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف باران نئن جي اوپر واري ڪپ تي واهي ڳوٺ پرسان آهي. ماڳ جي کوٽائي دوران هتان 2 فوٽ هيٺ ڪمرن جا آثار نظر آيا آهن. سٺ کان وڌيڪ وٿون هتان لڌيون ويون. هتان مليل ٿانون تي ٻن رنگن سان چٽ چٽيل آهي، جن جون ڳچيون گهٽي پاڳي سڌيون آهن. مجمدار کي چوڪ چڪاس دوران پهڻ جا تيز اوزار مليا آهن. جڏهن ته کوٽائي دوران سامونڊي گجي پڻ هٿ آئي آهي.

## 43. پئي جو ڪوٽڙيو

پئي جو ڪوٽڙيو، راڃو ديرو کان 10 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي. هتان قديم آثارن جي ماهرن کي جيڪي ٺانوَن مليا آهن، تن جو واسطو آمري ۽ هڙاپا دور سان آهي. جنهن مان معلوم ٿيو آهي ته هيءُ ماڳ ٻنهي دورن يعني ڳوٺاڻي ثقافت ۽ شهري تمدن ۾ آباد هيو.

## 44. پوکراڻ

هن قديم ماڳ مان ملندڙ باقيات جو واسطو آمري جي وائلي تهن مان نڪرندڙ ٺانوَن سان آهي. هيءُ ڳوٺاڻي ثقافت سان واسطو رکندڙ بستي پوکراڻ ٽڪرين جي چوٽيءَ تي پوکراڻ ٻرگهل جي ڏکڻ ۾ آهي. هتان قديم آثارن جي ماهرن کي پٿرين جا آثار مليا آهن. جڏهن ته هتان جو ڪنڀارڪو فن پڻ خاص قسم جو آهي.

## 45. ٽنڊو رحيم

هيءُ قديم ماڳ دادو ضلعي جي تعلقي جوهيءَ ۾ غازي شاهه کان چار ميل اتر طرف آهي. هتان جا ٺانوَن ڦڪي مادي سان ٺهيل آهن. جن جي تري تي هلڪو ڳاڙهو يا ڦڪو رنگ آهي. جڏهن ته چٽ ڪاري يا چاڪليٽي رنگ ۾ آهن.

## 46. ٽئونگ جي ٻٺي

هيءُ آثار دنبر جبل جي اتر اوڀر واري ڪنڌ تي گاج جبلن جي پيرانديءَ کان ٽئونگ ڳوٺ ويجهو آهن. لئمبرڪ کي هتان کوٺائي دوران آمري دور (ڳوٺاڻي ثقافت) ۽ هڙاپا دور (شهري تمدن) واري دور سان واسطو رکندڙ ٺانوَن مليا آهن.

## 47. احمد شاهه

هيءُ قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ باران ماٿر جي اپرندي پاسي آريجو ڳوٺ کان ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. هيءُ قديم ماڳ ڳوٺاٽي ثقافت واري دور جو آهي. قديم آثارن جي ماهرن هتان چقمقي پرد، ڪور ۽ ٺڪر جا ٿانون هٿ ڪيا آهن. اين جي مجمدار کي هتان ڪٺ جي دور جا نشان پڻ مليا آهن.

## 48. بچاٽي

هيءُ ماڳ دادو ضلعي ۾ باران نئن جي اولهه طرف بچاٽي ڳوٺ کان اتر اوڀر طرف آهي. هتان مليل ٿانون شهري تمدن واري دور سان واسطو رکندڙ آهن. هيءُ ماڳ پٿرن ۽ ٺيڪراٺ سان پريل آهي. هتي جون اڏاوتون پٿر ۽ گاري سان ٺهيل هونديون هيون.

## 49. پاندڙي

دادو ضلعي ۾ مليل هيءُ ماڳ موجوده پاندڙي ڳوٺ کان ٽي ڪلوميٽر اتر طرف آهي. جيڪو شهري تمدن واري دور سان تعلق رکندڙ آهي. جنهن جي پرسان هڪ چشمو وهي ٿو. هتي جون اڏاوتون پڻ پٿر جون آهن. مجمدار کي هتان هڪ عمارت جا آثار مليا آهن.

## 50. بيبيءَ جي پٽ

هيءُ ماڳ آمري ۽ هڙاپا دور سان واسطو رکندڙ آهي. هتان مليل باقيات ۾ ٺڪر جا ٿانون اهم آهن. هيءُ ماڳ باران نئن چئنل پرسان آهي.

## 51. چٽيءَ جو ڪنڌ

هيءُ قديم ماڳ نئن باران جي چور لڪ وٽ آهي. هتان ملندڙ باقيات مان معلوم ٿيو آهي ته ماڳ ڳوٺاڻي ثقافت واري دور سان واسطو رکندڙ آهي. هتان جيڪي ٺڪر جا ٿانون مليا آهن، سي آمريءَ جي اوائلي تهن مان مليل ٿانون سان مشابهت رکندڙ آهن.

## 52. ڏلاڻي جو ڪوٽ

دادو ضلعي ۾ باران نئن جي ڪپ تي جهانگاريءَ کان اٽڪل 6 ڪلوميٽر اتر اولهه طرف ڏلاڻي جو ڪوٽ واقع آهي. قديم آثارن جي ماهر اين جي مجمدار هن قديم ماڳ جي چوڪ چڪاس ڪرڻ کان پوءِ ٻڌايو آهي ته هيءُ ماڳ ڳوٺاڻي ثقافت واري دور سان واسطو رکندڙ آهي. هتان مليل ٺڪر جا ٿانون ڳڇيءَ کان سواءِ آهن. جيڪي آمري جي شروعاتي تهن سان واسطو رکندڙ آهن.

## 53. جيري جو ڪلاٽ

هيءُ قديم ماڳ ضلعي دادو ۾ نئن گاج جي کابي ڪناري تي واقع آهي. هيءُ آثار هڪ پهاڙي اوچائي تي آهن. اها پهاڙي نئن گاج ڪئنال کان اٽڪل 10 ميٽر اوچي آهي. هتان ڪافي اڏاوتن جا آثار مليا آهن. هن ماڳ مان مليل ٿانون آمريءَ سان واسطو رکندڙ آهن.

## 54. جڏيرن جو دڙو

قديم آثارن جو هيءُ ماڳ هن وقت سنڌ بلوچستان سرحد تي بلوچستان جي حدن اندر واقعي جهٽ پٽ ۾ ٽيمپل ديري ريلوي اسٽيشن تي آهي. جيڪب آباد کان سبي ويندڙ روڊ کان هيءُ ماڳ ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف ٻنگارا نئن پرسان آهي. هيءُ ماڳ سنڌو سڀيتا جي مشهور شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي. جڏيرن جو دڙو، چئن دڙن تي ٻڌل آهي. ماڳ تان ڪيترا تيز پڪل ساوا ٿانون، سانچا، ٺڪندا ڪيڪ مليا آهن. ان کان سواءِ ٺڪر جون چوڙيون، جانورن جون مورتيون، سپون، ننڍڙا رانديڪا پڻ مليا آهن. هتان ٻن منهن وارا چقمقي بليڊ پڻ مليا آهن.

## 55. ڪڇهو ٻٺي

پڪراڻ ڪان ايائي ڪلوميٽر ڏکڻ طرف داڦڙو نئن ويجهو ڪڇهو ٻٺيءَ جا قديم آثار مليا آهن. هتان اڏاوتن جا نشان مليا آهن. جن جي چوڌاري ٺڪر جا ٽڪرا پکڙيل آهن. هن ماڳ جي اجا صحيح نموني ڇنڊڇاڻ نه ڪئي وئي آهي.

## 56. کنڊر پٽ

هيءُ ماڳ سکر ضلعي جي ميرپور ماٿيلو تعلقي ۾ کهي کنيجي ۽ بازار لنڊ وچ ۾ هڪ پٽ تي واقع آهي. هيءُ آثار قديم هاڪڙو درياهه جي هڪ ننڍي وهڪري پرسان پاٽيءَ جي سهنج ۾ مليا آهن. هتان مليل باقيات ۾ چقمقي پرد، ڪاپر جا ٺڪر، پٿر جا مٽيا شامل آهن. کنڊر پٽ جا قديم آثار شهري تمدن واري دؤر سان واسطو رکندڙ آهن.

## 57. ڪانڌي واهي ٻٺي

ڳوٺاٽي ثقافت سان واسطو رکندڙ هي ماڳ دادو ضلعي ۾ نئنگ ماٿري ۾ آهي. هي وسندي قدرتي طور اتانهين دڙي تي آهي. سڄي ايراضي پکل مٽيءَ جي ڍنڍڙ ۽ ٺڪرين جي پور سان ڳاڙهي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن ماڳ جا رهائشي آثار چوٿائي ميل ۾ پکڙيل آهن.

## 58. ڪرهيو پير پانداري

هي ماڳ بدين ضلعي ۾ بدين شهر کان ڏکڻ اولهه ۾ 12 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي. هي ماڳ سنڌو سڀيتا جي مشهور شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 59. ڪرند جي پٽ

هيءُ قديم ماڳ نواب شاهه ضلعي ۾ نواب شاهه جي ديهه نمبر 3 جمڙائو ريگستان جي ڪناري تي آهي. ماڳ شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 60. ڪوسو دڙو

هي ماڳ سکر ضلعي جي ميرپور ماٿيلي تعلقي ۾ پير پاڪڙو ڪان اڍائي ڪلوميٽر اولهه طرف کهي ڪينجيءَ جي ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. هي ماڳ موهن جي دڙي جو هم عصر آهي.

## 61. ڪونج سر

ماڳ ضلعي بدين ۾ شهر بدين کان اٽڪل 4 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي. هي قديم آثار موهن جي دڙي واري شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهن.

## 62. لنڊي ٿوڙهي

ضلعي سکر جي ميرپور ماٿيلي تعلقي ۾ بازار لنڊ ۽ کهي ڪينجيءَ جي وچ ۾ لنڊي ٿوڙهي جا قديم آثار مليا آهن. هي آثار شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهن.

## 63. لال چتو

هي ماڳ ضلعي دادو ۾ منڇر ڍنڍ جي پسگردائي ۾ ترهٽي کان هڪ ميل جي مفاصلي تي پير لال چتي جي نالي سان منسوب آهي. هيءُ ماڳ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي آخري دؤر سان واسطو رکندڙ آهي.

## 64. ممڙو

ممڙو جا قديم آثار سکر ضلعي ۾ روهڙي کان ٽي ميل اوپر ۾ آهن. جتان گهرن جي اڏاوت، چقمقي پهڻ، ٺڪر جا ٺنگر ٿانون مليا آهن. هتان مليل گهرن جي پيڙهه پڪين سرن جي آهي. رهائشي آبادي مان هڪ کوهه به مليو آهي. گهرن مان ٺڪر جا ٿانون، ٻارن جا ٺڪر جا رانديڪا، تور ڪرڻ جا پٿر جا وٽ مليا آهن. هي ماڳ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 65. مرکان

هي ماڳ بدين شهر کان 15 کن ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر طرف آهي. هتان مليل باقيات مان معلوم ٿئي ٿو ته هي قديم ماڳ شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 66. مشاق

هي قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ شاهه حسن کان اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر ۾ منڇر ڍنڍ جي اولهه واري ڪناري تي آهي. مجمدار کي هتان ٺنگر ٿانون، ٺڪر جا چوڙا، چقمقي پهڻ جا ڌار وارا اوزار، عقيق جا مڻڪا مليا آهن. هيءُ ماڳ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن واري دؤر سان واسطو رکندڙ آهي.

## 67. نزگاٽي جو ڪنڊ

هي ماڳ دادو ضلعي ۾ نئن گاج جي ڪاپي پاسي، روهيل جي ڪنڊ کان اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. هتان مليل باقيات آمري دؤر يا ڳوناٽي ثقافت سان واسطو رکندڙ آهي.

## 68. نڪا

نڪا جو قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ گمرڪ ٽڪر ويجهو آهي. هي ماڳ ڊاڪٽر لوئس فليم 1976ع ۾ ڳولي لڌو. هتي جي اڏاوتن ۾ پٿر استعمال ٿيل آهي. هتان ملندڙ ٺڪر جا ٿانون موهن جي دڙي مان ملندڙ ٿانون جهڙا آهن.

## 69. ڦنگ

هي قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ ڪوهتراش ڪان ٽي سو ميٽر اتر اولهه طرف واقع آهي. هي ماڳ ڳوٺاٽي ثقافت واري دؤر سان واسطو رکندڙ آهي.

## 70. راڄو ديرو

هيءُ قديم ماڳ دادو ضلعي ۾ موجوده راڄو ديرو ڳوٺ جي ڏاکڻين طرف نئن گاج جي چورلڪ ڪان اٽڪل 14 ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف آهي. هي ماڳ ٻن دڙن ۾ ورهايل آهي. اوچي ۽ وڏي دڙي مان ڳوٺاٽي ثقافت سان واسطو رکندڙ باقيات ملي آهي. جڏهن ته ننڍي دڙي مان هڙاپا دور (شهري تمدن) سان واسطو رکندڙ وٿون مليون آهن.

## 71. روهيل جو ڪنڌ

هي ماڳ دادو ضلعي ۾ نئن گاج جي اندر سايا 8 ڪلوميٽر واقع آهي ۽ سنڌو سيتا جي ڳوٺاٽي ثقافت سان واسطو رکندڙ آهي. هتان قديم آثارن جي ماهرن کي جيڪي ٿانون ۽ ٻيون شيون مليون آهن، سي هن ڪان اڳ نال ۽ آمري مان ملي چڪيون آهن.

## 72. سنياسي بٺي

هيءُ ماڳ دادو ضلعي ۾ ڪائي ماٿري جي الهندي لنگهه ويجهو آهي. ماڳ جي پرسان پاٽي جو چشمو آهي. لئمبرڪ موجب ماڳ سنڌو سپيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي، جيڪو هڪ اوچي ٽڪريءَ تي اڏيل آهي.

## 73. ٺارو ٽڪري

هيءُ قديم ماڳ ڪراچي- ٺٽي روڊ تي گجو جي ڳوٺ کان 2 ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه ۾ شيخ ترابي جي قبر کان ڏکڻ اوڀر طرف ٺٽي ضلعي ۾ آهي. هي ماڳ ڳوٺاڻي ثقافت سان واسطو رکندڙ آهي.

## 74. ٽيڙهي بهادر شاهه

هي قديم آثار جهٽ پٽ ريلوي اسٽيشن کان ڏيڍ ڪلوميٽر اوڀر طرف آهي. ماڳ جي مٿاڇري تان ڪچين سرن جي اڏاوت جا نشان مليا آهن. ماڳ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهي.

## 75. مهرڳڙهه (بلوچستان)

مهرڳڙهه جا قديم آثار بلوچستان جي بولان لڪ وٽ مليا آهن. فرانسيسي آرڪيالاجيڪل مشن جي ڊائريڪٽر ذان زيري تازو انهن قديم آثارن کي ڳولهي لڌو آهي، جيڪي نئين پٿر دؤر سان واسطو رکن ٿا. انهن آثارن جي عمر 6 هزار ق – م مقرر ڪئي وئي آهي. ماهرن مهرڳڙهه کي ايشيا جي پهرين زرعي وسندي ڪوٺيو آهي. هتي جي رهاڪن سڀ کان پهريان هڪ زرعي سماج جو بنياد وڌو ۽ ٻنيون کيڙي فصل اپائڻ جي شروعات ڪئي.

قديم آثارن جو ماهر ذان زيري هن قديم وسندي تي روشني وجهندي چوي ٿو ته هتان جا ماڻهو 6 هزار ق – م کان اڳ نئين پٿر دور ۾ فني، جمالياتي ۽ تخليقي ذهنيت سان مالامال هئا ۽ هو اڏاوتي مهارت رکندا هئا. هنن جي رهڻي ڪهڻي، آرٽ، ٿانون جي ڊيزائن، دفنائڻ جا طريقا ۽ زرعي سرشتو گهڻو ترقي ڪيل هو. (1) هن دؤر ۾ اجان ماڻهن ڌات ڳولهي ڪانه لڌي هئي. ان ڪري اوزار طور پٿر استعمال ڪندا هئا. هو زمين کيڙڻ لاءِ پٿر جا هر، فصل جي ڪٽائي لاءِ پٿر جا ڏاٽا، ان پيهڻ لاءِ پٿر جون چڪيون استعمال ڪندا هئا. هو اوزارن ٺاهڻ لاءِ چقمقي پهڻ جي ڌار وارا اوزار استعمال ڪندا هئا. (2 )

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1.	ذان زيري جي رپورٽ، روزانه هلال پاڪستان، ڪراچي، 5 ڊسمبر 1983ع

2.	پنهور، ايم ايڇ، ”سنڌ جي تاريخ.... تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ، حيدرآباد، 1984، شمارو 2 ، ص- 163-169

## 76. ڪڙي گل محمد

ڪڙي گل محمد جا قديم آثار ڪوئيٽا شهر کان 3 ميلن جي فاصلي تي آهن. نيچرل هسٽري ميوزم آف آمريڪا جي هڪ ماهر والٽر سروس 51-1950ع ۾ صوبي بلوچستان جي ڪوئيٽا ماٿر ۾ قديم آثارن جي چوڪ چڪاس ڪندي، هيءُ هنڌ ڳولي لڌو. (1) هن کي اتي پوئين پٿر واري زماني جي شروعاتي دور جا ثبوت مليا آهن. انهيءَ دور جي ماڻهن کي مٽيءَ جا ٿانون ٺاهڻ به ڪونه ايندا هئا. (2) هتان ڪٽ جي دور کان اڳ ٺهيل پٿر جا اوزار لڌا آهن. هتان جا رهاڪو ڪچيءَ مٽيءَ جي گهرن ۾ رهندا هئا. رڍون پاليندا هئا ۽ کيتيءَ کان پڻ واقف هئا. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هو انهن جو گوشت پڻ کائيندا هئا. هيءَ بستي مشهور ”شهري تمدن“ کان تمام گهڻي اڳ جي ”ڳوٺاڻي ثقافت“ جي دور جي ڳوٺاڻي آبادي هئي. جنهن جي عمر ماهرن 4200 ق-م مقرر ڪئي آهي. (3)

ڪڙي گل محمد جي قديم آثارن مان ماهرن کي هڪ دڙي جي 40 فوٽ گهرائيءَ کان پوءِ اهڙن قديم ماڻهن جا آثار مليا آهن، جيڪي برتنن جي استعمال کان پڻ اڻ واقف هئا. انهن جا اوزار صرف پٿر جا چاقو، هڏن جون سيون ۽ نيزا ئي آهن. هو پنهنجا گهر اُس ۾ سڪايل ڪچين سرن جا ٺاهيندا هئا، هو مالوند هجڻ سان گڏ فن ڪاشتڪاريءَ کان به واقف هئا. (4) هتان جا برتن تمام ٿلها ۽ بدشڪل آهن. اهي سندن برتن ٺاهڻ جون شروعاتي ڪوششون پيون نظر اچن. آهستي آهستي هنن ان فن ۾ ترقي ڪئي ۽ اهڙي طرح ٻن قسمن جا ٿانون رائج ٿي ويا. دڙي جي مٿانهين تهه مان اهڙا ٿانون مليا آهن، جن جي بناوت ۽ رنگين نقش نگاري اچ جي ٿانون سان مقابلو ڪندڙ آهي. انهن ۾ پهريون قسم اهڙن برتنن جو آهي، جيڪي ذوب جا برتن ڪوٺجن ٿا. ڇو جو ذوب ۽ لورالائي جي وادين ۾ زيادهه استعمال هيٺ هئا. انهن ٿانون جو تهه گهاٽي ڳاڙهي رنگ جو آهي، جنهن تي ڪاري رنگ جي چٽسالي ٿيل آهي.

مٿئين تهه مان مليل ٿانون تي خاص ڪري هرڻ ۽ ڪونهٽ نما ڍڳين وارن ڍڳن جون تصويرون ٺهيل آهن. ٻئي قسم جا اهي برتن آهن، جيڪي سڀ کان پهريان ڪوئيٽا جي علائقي ۾ لڌا ويا. ڪوئيٽا جي برتنن جو تهه ڳاڙهي بجاءِ هلڪو پورو آهي ۽ انهن تي جانورن جون تصويرون تمام گهٽ آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1.	بخاري، محمود شاهه، ”تاريخ بلوچستان“ ڪوئيٽا 1983ع، ص-23

2. Servis, Fair "Preliminary report on the Pre Historic Archeology of Afghanistan, Baluchi Areas" American Museum of National History 1952

3. Panhwar, M.H, "Chronological Dictionary of Sind" Jamshoro.

4. ڪاڪ، لزلي ايل "قديم ترين بلوچستان" ماهه نو ڪراچي، آڪٽوبر 1951ع، ص-43-4

## 77. دمب سادات

ڪوئيٽا کان 10 ميل پري قلات ڏانهن ويندڙ رستي تي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي هڪ اهم بستي دمب سادات ملي آهي. جنهن جي 1942ع ۾ آثار قديمه جي هڪ ماهر سٽوارٽ پگٽ کوٽائي ڪرائي. دمب سادات ۾ زمين جي اصل سطح تائين کوٽائي ڪرائي وئي. جتان آباديءَ جا 3 تهه مليا آهن. آخري تهه مان اعلى قسم جي مٽيءَ جا برتن مليا آهن. مٿئين تهه مان هڪ چبوترو مليو آهي. جنهن جي بنياد جي ڪنڊ ۾ پٿرن سان تعمير ٿيل هڪ تهه خانو مليو آهي. جتان هڪ ديوي جي مورتي ملي آهي. مورتي هڪ ننڍي پليٽ فارم تي نصب ٿيل آهي. جنهن متعلق چيو وڃي ٿو ته اها ذهوب ديوي جي مورتي آهي. (1)

هن دڙي جي کوٽائي مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي جا ماڻهو گهر ٺاهي رهندا هئا. سندن گهر ننڍن ننڍن ڪمرن تي مشتمل هوندا هئا. جن جي اندروني ڊگهائي ۽ ويڪرائي عام طرح 10 ۽ 7 فوٽن جي ويجهو هوندي هئي. سندن گهرن جي پيڙهه ۾ پٿر استعمال ٿيل هوندو هو ۽ مٿي اوساري مٽيءَ جي سرن جي ٿيل هوندي هئي. ڪٿي ڪٿي پٿر به استعمال ٿيل هوندو هو. (2) سندن گهرن جي ڪوٺين ۾ عام طرح پٿرن جو فرش لڳل هوندو هو ۽ ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ چلهه پڻ ٺهيل هوندي هئي. شهر جي رٿابندي، سنڌو سڀيتا جي بين بستين وانگر اعلى قسم جي نه هئي، شهر جون گهٽيون سوڙهيون ۽ ڏنگيون ڦڏيون هونديون هيون. (3) گهرن ۾ اناج ڪٽي ڪرڻ لاءِ مٽيءَ جا برتن مليا آهن. ان کان سواءِ گهرن مان شراب ٺاهڻ جا برتن، پيالا ۽ گلاس مليا پڻ آهن. جيڪي ڏاڍي سٺي مٽيءَ جا ۽ اعلى نموني جي ڪاريگريءَ سان ٺهيل آهن. انهن برتنن کي سهڻن رنگن ۽ چٽن سان سينگاريو ويو آهي. اتان هڪ ڪير ماپڻ جو ٺانون پڻ مليو آهي. (4)

دمب سادات مان مليل مٽيءَ جا اهي برتن خاص ڌيان لهڻن، جن تي اکرن جون نشانيون مليون آهن. اهڙائي نشان ڪوئيٽا مان مليل ٺانون تي پڻ مليا آهن. هي نشان رومي، حرف هجا جي "وي" (V) ، "ڊبليو" (W) ، "اي" (A) ، "ٽي" (T) ۽ بين حرفن جهڙا آهن. اهي اکر ڪچن ٺانون تي ڪاٺي يا ڪنهن بي نوڪدار شيءَ سان لکيل آهن. جيڪي انهن ٺانون جي مالڪن جون خاص نشانيون معلوم ٿين ٿيون. (5)

دڙي جي کوٽائيءَ مان ٽامي ۽ ڪُٽ جا اوزار مليا آهن ۽ سندن ٻيا اوزار گهڻو ڪري هڏن، پٿرن، چقمقي پهڻن ۽ سليٽ جهڙي نرم پٿرن مان ٺهيل آهن. اتان سپن ۽ پٿرن جا سادا مڻيا مليا آهن. سادات جا ماڻهو اناج، اج ڪالهه جي ماڻهن وانگر پيهندا ڪو نه هئا، پر ان کي پٿر جي اُکرين ۾ ڪٽي استعمال ڪندا هئا. سندن گهرن مان رڍن ۽ ٻڪرين جون به ڪافي هڏيون مليون آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو انهن جانورن جو گوشت کاڌي طور استعمال ڪندا هئا. سندن مکيه ڌنڌو هارپو هيو، ان کان سواءِ واپار ڪرڻ ۽ مال چارڻ به سندن ڪرت ۾ شامل هيو. (6)

دڙي جي کوٽائي مان مٽيءَ جا ٺهيل بت ۽ مورتيون ڪافي انداز ۾ مليون آهن، جيڪي ماتا ديويءَ جون مورتيون معلوم ٿين ٿيون. جن جي ڳچين ۾ مٽين جا هار پيل آهن ۽ انهن جا وار چيلهه تائين لڙڪندڙ آهن. ماتا ديوي جي مورتين کان سواءِ ڪونهه نما ڍڳن ۽ گهوڙن جا مجسما پڻ مليا آهن. ماهرن جي چئي مطابق هي گهوڙن جي قديم شڪل آهي، جيڪا نندي کنڊ ۾ اڄ تائين ڪانه ملي آهي. ان ڪري معلوم ٿئي ٿو ته دنيا ۾ پهريون دفعو گهوڙا دمب سادات وارن پاليا. (7)

شهر جي چوڌاري هڪ ڪوٽ جا آثار مليا آهن. جيڪو شايد اتان جي رهواسين شهر جي حفاظت لاءِ اڏيو هجي. (8) هتان ملندڙ باقيات، موهن جي دڙي جي رهواسين جي ملندڙ باقيات سان ڪافي حد تائين مشابهت رکي ٿي. اهڙيءَ طرح هيءَ بستي سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي وارثن جي هڪ اهم بستي آهي، جيڪا بلوچستان جي ڪوئيٽا ماٿر ۾ ملي آهي.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. بخاري، سيد محمود شاهه، ”تاريخ بلوچستان“ ڪوئيٽا 1983ع، ص-22-23
2. ڪاڪ، لزلي ايل ”قديم ترين بلوچستان“ ماهه نو ڪراچي، آڪٽوبر، 1951ع، ص- 44-46
3. رشيد ڀٽي، ”پاڪستان جا پراڻا شهر“، ص-44-45
4. ڪاڪ، لزلي ايل ، ص-44-46
5. ساڳيو
6. ڀٽي، رشيد ص-44-45
7. ڪاڪ، لزلي ايل ، ساڳيو
8. ڀٽي، رشيد، ساڳيو

ستڪاجن در جا قديم آثار مڪران  جي ساموندي علائقي ۾ درياهه دشت جي ڪناري تي مليا آهن. جيڪي ڪراچيءَ کان 300 ميل پري اولهه طرف ۽ سمنڊ جي ڪناري کان 25 ميل اتر طرف آهن.

شروعات ۾ هي دڙو آريول اسٽائن 28-1926ع جي وچ ۾ ڳولهي هٿ ڪيو ۽ ان جي قديم هئڻ جي نشاندهي ڪئي. (1) بعد ۾ هن بستي جي وڌيڪ چوڪ چڪاس 1960ع ۾ پنسليوانيا يونيورسٽي آف آمريڪا جي ميوزم طرفان ڊاڪٽر جارج ايف ڊيلز ڪئي. (2)

اسٽائن شروعات ۾ هتي ڪجهه خندقون کوٽايون. جن ۾ 8-9 فوٽ هيٺ زمين مان ٺڪريون لڌيون. کيس کوٽاين مان هڪ قلعي جا آثار به مليا. جيڪو هڪ ٺڪري تي تعمير ٿيل هو. اهو قلعو مستطيل شڪل جو آهي ۽ اتر اولهه پاسي 17 وال ڊگهو ۽ اوڀر طرف 125 وال ويڪرو آهي. ان قلعي جي اوساري پٿر جي چورس سرن سان ٿيل آهي. جيڪي وري گاري سان لنبيل آهن. (3) ان قلعي جي اولاهين حصي ۾ هڪ دروازي جا آثار مليا آهن. جيڪو تقريبن 8 فوٽ ويڪرو آهي. انهي دروازي جي ٻنهي پاسن تي مستطيل شڪل جا برج تعمير ٿيل آهن. (4) قلعي جي اندر تعميراتي آثار مليا آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو قلعو شهر وارن پنهنجي حفاظت لاءِ جوڙايو هجي ۽ دروازي تي ٺهيل برج حفاظتي مورچن جو ڪم ڏيندا هجن. جيئن ته هي شهر مڪران جي ساموندي ڪناري تي هو. ان ڪري اڄ کان 5 هزار سال اڳ سنڌو سڀيتا جا وارث هن شهر مان بندرگاهه جو پڻ ڪم وٺندا هجن. جنهن جو ڪافي شهادتون پڻ مليون آهن. ماهرن کوٽائي مان اهو ثابت ڪيو آهي ته ان دور ۾ عراق ۽ سنڌ ۾ جيڪا جهاز راني هلندڙ هئي. انهي جهاز راني جو مرڪز هيءُ شهر به هيو ۽ هتي پڻ ساموندي ٻيڙا اچي لنگر هڻندا هئا.(5)

کوٽائي دوران ماهرن کي ڪيترن هنڌن تان خاڪدان پڻ مليا آهن. جن ۾ خاڪ ۽ انساني هڏيون پيل آهن. جنهن مان ماهرن اندازو لڳايو آهي ته هتان جا رهواسي انساني لاشن کي ساڙيندا هئا ۽ بعد ۾ سندن خاڪ ۽ هڏا برتن ۾ وجهي پوري ڇڏيندا هئا. هن پڙي مان ٻي جيڪا باقيات ملي آهي. تنهن ۾ پٿر جا چاقو، پٿر جا تير، ٽامي جون ٺهيل ڪهاڙيون، مٽي جون ٺهيل ڪنگڻيون ۽ ڪجهه چٽسالي ٿيل ٿانون شامل آهن.(6)

هن بستي جي باشندن جو اهم پيشو واپار هيو. جيڪو هو سمنڊ رستي عراق وغيره سان ڪندا هئا. هي ماڻهو سمنڊ کي ويجهو هئڻ ڪري ۽ ان سان لاڳاپيل رهڻ ڪري ماهي گيري، ڪشتي باني جي فن ۾ پڻ ماهر هيا.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Steinn, Sir, A, “An Archaeological Tour in Waziristan & Baluchistan”, M.A.S.I. No: 37, Delhi 1929

2.	بخاري، سيد محمود شاهه، ”تاريخ بلوچستان“ ص-25

3.	Sorly, H.T, “Gazetteer of Sindh” P-112

4.	صديقي، محمد حنيف، ”سنڌو ماٿر جي سپيتا“ ص-54

5.	Stien, Sir, A, “An Archaeological Tour in Gedorosia” M.A.S.I No: 43 Delhi 1931, P-71

6.	صديقي، ص-54

## 79. نال

بلوچستان جي جهالاواڻ علائقي ۾ نال جي قديم آثارن مان شهري تمدن ۽ ڳوٺاڻي ثقافت جي پنهي دورن جا آثار مليا آهن. سر وهيلر نال بابت چوي ٿو ته اتي جيڪا تمدن ايري، سا موهن جي دڙي کان اڳ جي آهي. (1) نال شهر جي کوٽائي 1925ع ۾ مسٽر هارگريوز ڪرائي. هي شهر به مختلف وقتن تي آباد رهيو آهي. هن شهر بابت هارگريوز جو پڻ اهو ئي رايو آهي ته هن شهر جي اوائلي تهه تي هڪ ڳوٺاڻي بستي وسيل معلوم ٿئي ٿي. جتان پٿر جا اوزار لڌا ويا آهن. (2)

هي ماڳ هڪ قدرتي چشمي تي واقع آهي، جيڪو ٽڪرن مان نڪري ٿو. هي ڦٽل شهر خضدار کان 3 ميل ڏکڻ اوڀر طرف آهي. هن بستي جي کوٽائي دوران هڪ قبرستان مليو آهي. جنهن ۾ لاش پوريل آهن. هڪ ئي قبر ۾ هڪ کان وڌيڪ لاش به پوريل آهن. ڪيترين قبرون اهڙيون مليون آهن، جتي وڏن سان گڏ ننڍن ٻارن ۽ عورتن جا به لاش دفن ٿيل آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هتان جا ماڻهو، ڪٽنب جا مئل ماڻهو هڪ ئي هنڌ دفنائيندا هئا. لاش اوڀر اولهه طرف پوريو ويندو ۽ ان سان گڏ ٿانون به گڏ پوريا ويندا هئا. ڪيترن ٿانون ۾ جانورن جا هڏا، زيور ۽ مٽيا موتي هٿ ڪيا ويا آهن.

هتان مليل نڪر جا ٿانون ۽ زيور هوبهو موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان مليل سامان جهڙا آهن. ٿانون تي سنا چٽ ۽ سهٽيون شڪليون چٽيل آهن. کوٽائي دوران ٽامي ۽ ڪٽ جا ٿانو ۽ هٿيار به مليا آهن. سندن گهرن جي پيڙهه پٿر جي هوندي هئي. انهن گهرن مان مهرون، پٿر جا زيور، ۽ مٽيا لڌا ويا آهن. جڏهن ته سندن گذر سفر پوکي راهي ۽ مال چارڻ تي هوندو هو.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Wheeler, S.M "The Archaeology of Pakistan", "The Cultural Heritage of Pakistan" P-21

2. Hazgreaves, H, "Excavations in Baluchistan" M.A.S.I No:35 Delhi – 1927.

## 80. راڻا گندئي

بلوچستان ۾ راڻا گندئي ۾ آبادي جا پنج تهه دريافت ٿيا آهن. جن مان ﭘﻬ صفا شروعاتي تهن ۾ ڳوٺاڻي ثقافت جا آثار مليا آهن. هي آثار، جن جي اي جي راس 1951 ۾ چوڪ چڪاس ڪئي، تن جا مٿيان تهه شهري تمدن جي دور سان واسطو رکن ٿا. هيٺين تهن تي رهندڙ ماڻهو پهريان ته هٿ جا ٺهيل سادا ٿانون ۽ پٿر جا اوزار استعمال ڪندا هئا، جانور پاليندا هئا ۽ جهوپڙين ۾ رهندا هئا. ان کان مٿئن تهه جا رهاڪو انهن کان ٿورو سڌريل معلوم ٿين ٿا. چو جو هو چڪ تي ٿانون ٺاهيندا هئا ۽ انهن کي خوبصورت بنائڻ لاءِ مٿن چٽسالي ڪندا هئا. سندن ٿانون تي پهريان ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جا تهه ڏنل آهن. انهن جي مٿان ڪاري رنگ جي مصالحي سان چٽسالي ٿيل آهي. (1) قديم آثارن جي ماهر اي جي راس کي هتان ماتا ديوي جا بت به هٿ آيا آهن. (2)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. صديقي، محمد ادريس، "سنڌو ماٿر جي سڀيتا" ص-25-26

2. "تاريخ بلوچستان" ص-23

## 81. بالاڪوٽ

بالاڪوٽ جا قديم آثار بلوچستان جي ضلعي لسٻيلي ۾ سونمياڻي بندر ويجهو حب ندي جي ڪناري تي واقع آهن. هن ماڳ جي کوٽائي جي رٿا هڪ ماهر جارج ايف ڊيلز، ڪيلي فورنيا يونيورسٽي جي هٿ هيٺ تيار ڪئي. 1996ع ۾ هن ماڳ تي چوڪ ڇڪاس جو ڪم شروع ٿيو.

کوٽائيءَ دوران هتان پٽين ۽ ڪمرن جي فرشن جا آثار مليا آهن. هن ماڳ مان ڪيترائي اهڙا ڪمرا مليا آهن، جن ۾ سرن ۽ پٿرن جو ناليون ۽ صحيح سالم حالت ۾ مرتبان مليا آهن. ماڳ جي الهندي حصي تي ڪيتريون ئي اوچيون ديوارون مليون آهن، جن کي پبلڪ ائڊمنسٽريشن جون عمارتون سڏي سگهجي ٿو. هتان وڏي تعداد ۾ مٽيءَ جا برتن مليا آهن. مٽي جون مهرون تيار ڪرڻ جي هڪ ڀٺي به ملي آهي. جيڪا اڃا چڱي نموني صحيح سالم آهي. ان وڏي ڀٺي جي پرسان ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون ڀٺيون به مليون آهن، جن مان ڏاندن جا مجسما مليا آهن. قديم آثارن جي ماهرن کي هتان ڪوڏن، سپين، گونگهن جا ٺهيل آرائشي زيور ۽ ٻيو سامان مليو آهي. بالاڪوٽ جي وڏي صنعت سپ ۽ ڪوڏن جون ٺهيل چوڙيون آهن. جيڪي عورتن لاءِ زيور طور استعمال ٿينديون هيون.

هتان جي رهواسين جو واپار اهم ڌنڌو هيو ۽ ماهگيريءَ جي فن کان پڻ واقف هئا. ان ڪري ٻيڙيون ٺاهڻ جي هنر ۾ ماهر هئا. هو پنهنجن ٻيڙين کي هڪالي نه صرف سمنڊ رستي ايراني نار ۾ پهچندا هئا، پر ان کان اڳتي مصر تائين سفر ڪندا هئا.

## 82. دبر ڪوٽ

دبر ڪوٽ جا قديم آثار موجوده بلوچستان صوبي ۾ لورالائي جي ڏکڻ ۾ مليا آهن. هي دڙو 113 فوٽ اوچو آهي ۽ ان جو قطر 1255 فوٽ آهي. دبر ڪوٽ قنڌار ڏانهن ويندڙ پراڻي پراڻي رستي تي واقع آهي. هن دڙي جي مٿانهين تهه ۾ سنڌو ماٿري جي دور جون باقيات مليون آهن. جيڪڏهن وڌيڪ کوٽائي ڪرائي وڃي ته هيٺين تهن مان ان کان اڳ جي رهاڪن جي باقيات ملڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي. (صديقي، ص-55)

## 83. هڙاپا (پنجاب)

سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جو هي اهم مرڪز ۽ صوبائي گادي وارو هنڌ موجوده صوبي پنجاب جي ضلعي ساهيوال ۾ اڄ واري هڙاپا ڳوٺ جي پرسان راوي ندي جي ڪپ تي آهي. هي قديم شهر موهن جي دڙي کان به اٽڪل 2 سال اڳ قديم آثارن جي ماهرن ڳولي هٿ ڪيو ۽ ان جي کوٽائي ڪرائي. (1) هن دڙي جي 12 پيرا کوٽائي ٿي، پر نتيجو گهڻو حوصلي افزا نه نڪتو. هي شهر سڄو پڪسرو بڻيل هو ۽ ڪيس چوڌاري ڪوٽ ٺهيل هو. هڙاپا جي کوٽائي مان اناج رکڻ جو گدام، مزدورن جا ڪوارٽر ۽ به قبرستان لڌا آهن. مزدورن جا ڪوارٽر رٿا سان ۽ قطار ۾ ٺهيل آهن. ڪوارٽرن جي قطارن جي وچ ۾ رستا ۽ گهرن جي وچ ۾ گهٽيون آهن. مزدورن جي بستي جي اولهه ۾ ڪارخانن جا نشان مليا آهن. جتي مزدورن جي ڪم لاءِ ٿلها ٺهيل آهن، ٿلهن جي وچ تي اُکري يا چلهه جا نشان آهن. اتي شايد ان چڙهيو يا ڪٽيو ويندو هو. ڇو جو اتان سڙيل ڪڻڪ ۽ جون جا داڻا هٿ آيا آهن. مزدورن جي گهرن جي ويڪر 56 فوٽ آهي، هر هڪ گهر ۾ به ڪمرا يا هڪ ڪمرو ۽ اڱڻ آهي. گهرن جا فرش پڪسرا آهن. گهر ٻن قطارن ۾ ٺهيل آهن. اتر واري قطار ۾ ستن ۽ ڏکڻ واري قطار ۾ اٺن گهرن جا قديم نشان مليا آهن. (2)

**اناج جا گدام:** هڙاپا مان مليل جاين مان اناج جا گدام پڻ اهميت لائق آهن. اهي گدام وڏا ۽ گهڻن مقصدن وارا آهن. هر گدام 30 فوٽ ڊگهو ۽ 2 فوٽ ويڪرو آهي. گدامن جي وچ ۾ وڏا رستا آهن. گدامن جون جايون 4 فوٽ اوچي ٿلهي تي ٺهيل آهن. جيئن برسات جو پاڻي گدامن اندر داخل ٿي، گڏ ٿيل اناج کي نقصان پهچائي نه سگهي.(3)

<u>ڀٽا:</u> مٿي ذڪر ڪيل مزدورن جي ڪوارٽرن پرسان 16 ڀٽا مليا آهن. اهي ڀٽا 3 کان 6 فوٽن تائين ڊگها آهن. ڀٽن مان مليل شهادتن جي بنياد ماهرن اندازو لڳايو آهي، هنن ڀٽن ۾ ٽامو يا ٻيا ڌاتو پگهاري انهن مان اوزار ٺاهيا ويندا هئا. ڀٽن ۾ ڪوئلا ۽ ڇيڻا ٻاريا ويندا هئا ۽ انهن ۾ لوهه جي نليءَ سان هوا ڦوڪي باهه ٻاري ويندي هئا.(4)

هڙاپا جي شهري رٿابندي، موهن جي دڙي سان مشابهت رکندڙ آهي. گهر ويڪرا ۽ صاف سٿرا آهن، جن جي وچ ۾ پٿر ۽ چوڌاري ڪمرا ٺهيل آهن. هر گهر ۾ سنان جون جايون، رڌ پچاءَ جي ڪوٺي ۽ سامان رکڻ لاءِ الڳ اسٽور روم ٺهيل آهن. گهرن جي وچ ۾ گهٽيون آهن. جن ۾ پاڻي جي نيڪال جون ناليون ٺهيل آهن. گهرن ۽ رستن ۾ پڪين سرن جو فرش ٺهيل آهي.(5) هتان مليل باقيات ۾ ٺڪر جا ٿانون ۽ موهن جي دڙي جهڙيون مهرون لڌيون آهن. ڌاتو جا ٿانون، هٿيار، اوزار ۽ زيور پڻ ساڳيا موهن جي دڙي مان مليل باقيات جهڙا آهن. هڙاپا مان پٿر ۽ پڪل مٽيءَ جا بت ۽ شڪليون مليون آهن.

هڙاپا جي رهواسين جي گذر سفر جو وسيلو پوکي راهي ڪرڻ ۽ مال چارڻ هيو. هو چوپائي مال جو کير، مکڻ ۽ گوشت غذا طور استعمال ڪندا هئا ۽ مال مان سواري جو پڻ ڪم وٺندا هئا. (6) هتان ڪڻڪ، جو، کجور ۽ ڪپهه جا آثار مليا آهن، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هو اهي فصل ڪندا هئا.

هن دڙي جي کوٽائي مان قبرستان پڻ لڌو آهي. هڙاپا جا رهواسي جنازي کي ساڙڻ بدران پوريندا هئا. هو جنازي سان گڏ عام استعمال جا ٿانون پڻ دفن ڪندا هئا. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سندن عقيدي

موجب مئل ماڻهو کي قبر ۾ انهن شين جي ضرورت پوندي هئا. جنازي کي قبر ۾ اماڻڻ کان اڳ سنواريو ۽ سينگاريو ويندو هو. ان کي سپ، عاج ۽ ٽامي جا زيور پارائي پوءِ دفن ڪيو ويندو هو.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Vats M.S. “Excavations at Harappa” 2 vol's, Delhi 1949.

يا صديقي، محمد ادريس، ”سنڌو ماٿر جي سڀيتا“ حيدرآباد 1979، ص-48

OR Wheller- Indus Civilization, P-22-24

2. صديقي، ص-49-50

3. صديقي، ص-49

4. Vats, M.S “Excavations at Harappa” 2 vols:

5. Vats, Same.

## 84. گنويري والا

گنويري والا جو قديم ماڳ پنجاب جي بهاولپور ضلعي ۾ واقع آهي. هن ماڳ جي کوٽائي تازو قديم آثارن جي ماهر ڊاڪٽر محمد رفيق مغل ڪرائي. هيءُ موهن جي دڙي جو هم عصر تهذيبي شهر آهي. ڊاڪٽر مغل انڪشاف ڪيو آهي ته گنويري والا سنڌو ماٿر جو مرڪز ۽ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي وچ تي واقع آهي. هي ماڳ ڪو ننڍو ڳوٺ نه هيو پر گهٽ ۾ گهٽ 200 ايڪڙن تي ڦهليل شهر آهي. ان شهر جي وسعت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته هي هڙاپا کان گهٽ ۾ گهٽ 4 ايڪڙ وڏو ۽ موهن جي دڙي کان 5 ايڪڙ ننڍو آهي.

گنويري والا، موهن جي دڙي وانگر مڙني خاصيتن جو حامل آهي. هن شهر جو نقشو به سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي ٻين شهرن جهڙو آهي. يعني هن شهر جو هڪ حصو قلعه نما بلندي تي آهي ته ٻيو حصو هيٺانهين هنڌ تي آهي. گنويري والا جي مليل آثارن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته هڙاپا، موهن جي دڙي ۽ گنويري والا جي باقيات ۾ هڪ تسلسل موجود آهي.

هتان مليل برتن، آرائشي سامان، مصوري جا نمونا، مٽي جون ٺهيل بيل گاڏيون، ڦيٿن جا نمونا هوبهو موهن جي دڙي مان مليل باقيات جهڙا آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌو ماٿر تي هڪ زبردست حڪومت هئي، جنهن جي دؤر ۾ هي شهر اپريا ۽ اسريا ۽ انهن شهرن وچ ۾ تمدني سلسلو ڳنڍيل هو.

## 85. بنون (خيبر پختون خواهه)

تازو بنون کان 13 ميل ڏکڻ ۾، توچي ماٿر ۾ ڪجهه قديم آثار مليا آهن. بنون جا 2 دڙا ڪوٽڏجي جي ڪلچر سان واسطو رکندڙ آهن، اهي توچي ندي جي ڪاہي ڪناري تي آهن. هنن قديم آثارن جو پتو پشاور يونيورسٽي جي آرڪيالاجي واري شعبي جي ماهرن لڳايو آهي.

هن ماڳ تان مليل باقيات مان پتو پوي ٿو ته هي سنڌو ماٿر جي ڳوٺاڻي ثقافت جي وارثن جي اهم بستي هئي. ہنهي دڙن جي کوٽائي مان ڪوٽڏجي جي ٽائيپ جا چوڙا، پٿر جا ڪاٽ ۽ ٻيو سامان مليو آهي.

خيبر پختون خواهه صوبي جي گومل ماٿر جي قديم آثارن مان ملندڙ سامان ۽ بنون مان مليل باقيات ۾ ڪافي مشابهت آهي. هي ماڳ هڪ زرعي آبادي پيو معلوم ٿئي ۽ هتان جا ماڻهو مالوند پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. (1) هن ماڳ جي ملڻ ڪري شهري تمدن کان اڳ جي ڳوٺاڻي ثقافت تي ججهو مواد ملي سگهي ٿو ۽ اسان جي تاريخ کان اڳ جي زماني بابت معلومات ۾ به اضافو ٿي سگهي ٿو.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Channa, Mehboob Ali, “Pre-Harappa Civilization in Indus Valley” An Article in “Sind Quarterly, 1978-1, p-18-19”

## 86. سري ڪولا

سري ڪولا جا قديم آثار موجوده خيبر پختون خواهه صوبي ۾ پشاور ۽ راولپنڊي کي ڳنڍيندڙ روڊ تي مليا آهن. هن قديم آثار کي ماهرن 1967ع جي آخر ڌاري ڳولهي لڌو. (1) جڏهن ته کوٽائي مئي 1968 ع ۾ ڪرائي وئي.

هن قديم بستي جا هڪ ٻئي هيٺان 4 تهه مليا آهن، جيڪي 4 مختلف دورن سان واسطو رکندڙ آهن. (2) سري ڪولا جو آخري تهه يعني زمين تي پهرين آبادي جو واسطو آخري پٿر واري دؤر سان آهي. هن تهه مان پٿر جا اوزار مليا آهن. ان کان مٿان واري ٻئي تهه مان ڳوٺاڻي ثقافت جي دور جا آثار مليا آهن.

هن تهه مان ملندڙ باقيات هوبهو ڪوٽڏجي جي قديم آثارن مان ملندڙ باقيات جهڙي آهي. (3) جڏهن ته ٿيون تهه ان کان پوءِ جي دور جو آهي. جتان هڪ قديم قبرستان جا آثار مليا آهن. چوٿين تهه مان وڏيڪ سڌريل آبادي جا آثار مليا آهن. هن تهه تي جوڙيل جاين ۾ پٿر جو استعمال ٿيل آهي. هتان ملندڙ پڪل مٽيءَ جا بت ۽ ٺڪر جا ٿانون خاص ڌيان ڇڪائيندڙ آهن. (4)

سري ڪولا جا قديم آثار سنڌو سڀيتا جي ڳوٺاڻي ثقافت جي دور سان واسطو رکندڙ آهن. هن بستي جي ٽئين تهه مان ملندڙ قبرستان خاص اهميت رکندڙ آهي. جيڪو برصغير ۾ ان نوعيت جو پهريون قبرستان آهي. جتي قبرون سڌين قطارن ۾ اوڀر کان اولهه طرف ٺهيل آهن. مڙدن جا مٿا اوڀر طرف ۽ پير اولهه طرف آهن ۽ اهي سڌا سمهاريل آهن. عورتن ۽ مرد الڳ الڳ قطارن ۾ پوريل آهن. (5) قبرن مان عام استعمال جون شيون نه مليون آهن. جيڪي ان دور جي ٻين قبرستان مان عام طور تي مليون آهن. سري ڪولا جي قبرستان مان عورتن، ٻارن ۽ مردن جي مليل لاشن مان هتان جي نسلي تاريخ تي بهتر روشني پئجي سگهي ٿي.(6)

حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Khan, F.A, “A Pre-historic settlement discovered near Taxila” The Pakistan Times, 14 June 1968.

2. Halim, M.A, “Preliminary report on Sarai Khola Excavation” 1968

3. Beruhard, Wolfram, “Preliminary report on the Human Skeletal Remains from the Pre-Historic Cemetery of Sarai Khola” Pakistan Archaeology, No: 6, 1969, Karachi, P-101-114

4. Beruhard, P-101

5. Halim, 1968

6. Beruhard, P-101-114


## 87. منديگڪ (افغانستان)

سنڌو سڀيتا جا قديم آثار، سنڌو ماٿر کان ٻاهر افغانستان تائين مليا آهن. منديگڪ جي هڪ ماڳ تان جيڪو افغانستان جي قنڌار پرڳڻي ۾ آهي، اتان جي کوٽائي موسيوزان ميري ڪاسل ڪرائي هئي. کوٽائي

دوران قديم آثارن وارن ماهرن کي ڏهين والار واري دڙي وٽ اوچتوئي اوچتو اهڙا ڳوٺ ملڻ بند ٿي ويا، جتان جو نيڪراڻ ڪوئيٽا واري نيڪراڻ سان مشاهبت رکندڙ هو. اتان هڪڙو ڪوٽ آيل شهر هٿ آيو. ان ڪوٽ جون پتيون هيٺان اڊنگائي سان ٺڪيل چورس پٿرن جون ۽ مٿان ڪچين سرن جو ٺهيل آهن. اوساري گاري جي ٿيل آهي. ڪوٽ جي چورس برج به آهن. ڪوٽ جو هي نمونو اوائلي ڪوٽڏجي (قديم آثار) واري ڪوٽ سان گهڻو ملي اچي ٿو.

منديگڪ جا قديم آثار ڳوناٺي ثقافت سان گڏ شهري تمدن سان پڻ واسطو رکندڙ آهن. شهر جي مٿئين تهه، جنهن جو واسطو شهري تمدن سان آهي، ان مان موهن جي دڙي مان لڌل "پروهت راجا" جهڙو هڪ پهڻ جو مٿو لڌو آهي. (1) هتان ٿانون تي چٽسالي جا نمونا، هن کان اڳ سنڌو ماٿر جي ٻين قديم ماڳن مان ملي چڪا آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. لئمبرڪ، ايچ.ٽي، "سنڌ-هڪ عام جائزو" ص-167-168

## 88. ڪالي بنگن (راجستان)

سنڌو سڀيتا جو هيءُ قديم ماڳ هندستان جي صوبي راجستان جي ضلعي گنگانگر ۾ مليو آهي. هي ماڳ پراڻي هاڪڙي (سرسوتي) ندي جي کاٻي ڪناري تي 12 ميٽر اوچي دڙي جي شڪل ۾ موجود آهي. ڪالي بنگن ۾ آثار قديمه جي ماهرن کي ڳوناٺي ثقافت سان گڏوگڏ شهري تمدن جا آثار پڻ مليا آهن. (1) هن بستي جي صفا هيٺين شروعاتي تمدن مان ڪوٽڏجي مان مليل ٿانون جهڙا ٿانون مليا آهن. جڏهن ته مٿيان تهه جيڪي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهن، اتان هڙاپا ۽ موهن جي دڙي مان مليل باقيات جهڙي باقيات ملي آهي. (2) هندستان جي قديم آثارن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته هن شهر جي اڏاوت جو نمونو سنڌو سڀيتا جي شهرن جهڙو آهي. رٿا به ساڳي آهي ۽ ساڳئي قسم جون شيون مليون آهن. (3)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Mughal, M.R, "The Present State of Research on the Indus Valley Civilization" P-3

2. سمراٽ، گنگارام، "سنڌو وسوئير" ص-137

3. Indian Archaeology [A Review] 1960-61 P-23 to 31

## 89. لوٿل

کنڀات جي نار جي ڪناري تي سنڌو سڀيتا جي وارثن جو خوبصورت شهر لوٿل هيو. هن شهر جي کوٽائي مان ساموندي جهازن جي هڪ وڏي گودي ملي آهي. جيڪا سڄي پڪين سرن جي ٺهيل آهي. (1) ان گودي جي ڊيگهه 71 فوٽ ۽ ويڪر 12 فوٽ هئي. گودي جي پرسان گودامن جا نشان مليا آهن. جن ۾ سمنڊ رستي ٻاهر ويندڙ يا ٻاهران ايندڙ سامان رکيو ويندو هوندو. لوٿل ۾ مليل ساموندي گودي تان سنڌو سڀيتا جي وارثن جو سميريا سميت ٻين ملڪن سان واپار هلندڙ هو. قديم آثارن جا ماهر لوٿل کي سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي وارثن جو ساموندي بندرگاهه وارو شهر سڏين ٿا.

لوٿل جي کوٽائي مان اتان جي رهواسين جي ساموندي سرگرمين بابت وڏيڪ ثابتيون مليون آهن. اتان مليل ٻيڙين جون تصويرون ۽ ساموندي جانور ڏيان ڇڪائيندڙ آهن. خاص ڪري مٽي مان ٺهيل لنگرن ۽ باداباني ٻيڙن جا نمونا ماهرن جي مٿين راءِ کي وڌيڪ وزن ڏين ٿا ته لوٿل سنڌوءَ جي رهواسين جو ساموندي بندرگاهه هيو. ڪجهه ماهرن موجب بندر جي گودي شهر جي زندگي جي ٻئي دؤر ۾ تعمير ڪئي وئي هئي ۽ اها چوٿين دور تائين استعمال ۾ ايندي رهي. اهو سڄي دور اٽڪل 210 ق-م کان 180 ق-م تائين جو آهي. (2) هن خطي کي سميريا وارا سمنڊ وارو ملڪ سڏيندا هئا ۽ اتان جا واپاري سمنڊ رستي پنهنجو سامان ڪٽي ايڏانهن ويندا هئا.

لوٿل ۾ ٿيل عمارت سازي، موهن جي دڙي ۽ هڙاپا سان مشابهت رکندڙ آهي. گهٽين جي رٿابندي، معياري پڪل سرن سان جاين جي اڏاوت ٿيل، پاڻي جي نيڪال لاءِ نالين جو وڇايل ڄار، هوبهو موهن جي دڙي جهڙو آهي. هتان مليل مهرن تي موهن جي دڙي مان مليل مهرن وانگر جانورن جون شڪليون ۽ تحريرون اُڪريل آهن، مخصوص شڪل شبيهه ۽ چٽن وارا ٺڪر جا ٿانون ۽ اناج جي ذخيري ڪرڻ لاءِ گدام به لوٿل مان مليا آهن. (3)

شهر جي نقشي ۾ ڪوٽ جي رٿا ۽ نشان پڻ مليا آهن. لوٿل مان قديم آثارن جي ماهرن کي مٽڪن ٺاهڻ جي صنعت جو پتو لڳو آهي. هن کان اڳ اهڙي صنعت جا آثار سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ شهر چانهون جو دڙو (نوابشاهه-سنڌ) مان مليا آهن. هي شهر، جنهن کي ججهي تعداد ۾ پنهنجون صنعتون هيون، سو ذري گهٽ يقين جي حد تائين ضلعي يا صوبي جو مرڪزي شهر هيو. (4)

حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. Wheeler, S.M, “Indus Civilization” 1960, P-5-52

2. لئبرڪ، ايچ ٽي، ”سنڌ-مسلمانن جي فتح کان اڳ“، ص-53-54

3. لئبرڪ، ساڳيو، ص-56-58

4. لئبرڪ، ساڳيو، ص-56-58

## 90. راکي ڳڙهي

ڀارت جي رياست هريانه مان راکي ڳڙهي جي قديم ماڳ تان سنڌو سڀيتا جا قديم آثار مليا آهن. ماهرن موجب راکي ڳڙهي جو قديم ماڳ موهن جي دڙي جي قديم آثارن کان به وڌيڪ ايراضي تي ڦهليل آهي. هي ماڳ 568 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هن ماڳ تان ٽامي جا برتن، هار سينگار جو سامان، مڃين ڦاسائڻ جا هڪ، هڏين جون ٺهيل وارن ۾ وجهڻ جون پنون، ٻارن جا رانديڪا، تور ڪرڻ جا وٽ ۽ وڏي انگ ۾ مهرون مليون آهن. مهرن تي چيتي جي شڪل چٽيل آهي. هتان انساني جسم جو 4 ڍانچا مليا آهن. جن ۾ 2 مردن، هڪ عورت ۽ هڪ ٻار جو ڍانچو شامل آهي. هي انساني ڍانچا اڄ کان 5 هزار سال آڳاٽا آهن. راکي ڳڙهي قديم سنڌ سڀيتا جي شهري تمدن جي دور سان واسطو رکندڙ ماڳ آهي. جتان سليقي سان رهڻ جا پڪسراوان گهر، ويڪريون ۽ ڏگهيون گهٽيون مليون آهن. گهرن اندر غلسخانه به ٺهيل آهن. هتان ملندڙ رانديڪن ۾ ڪتي جي شڪل جي مورتين جو وڏو انگ شامل آهي. (1)

1. http://www.haryana-online.com/rakhigarhi.htm

http://indiatoday.intoday.in/story/rakhigarhi-all-set-to-be-developed-as-a-heritage-site-as-plans-road-to-fame-through-harappa/1/260032.html

http://www.ancient-origins.net/news-history-archaeology/5000-year-old-skeletons-harappan-civilization-excavated-india-002920#ixzz3oIN5BUQ2

## 91. ڍولا ويرا

ڍولاويرا سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ قديم ماڳ آهي. جيڪو ڀارتي رياست گجرات جي ڪڇ ضلعي ۾ واقع آهي. هي قديم ماڳ 250 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هي ماڳ انڊين آرڪيالاجي جي ماهر جي پي جوشي 1967ع ڌاري ڳولي لڌو، جنهن جي کوٽائي آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا طرفان

1990ع ۾ بعد ۾ 2005ع ڌاري ڪرائي وئي. هي ماڳ موهن جو دڙو ۽ هڙاپا وانگر سنڌو سڀيتا جي 8 وڏن ماڳن ۾ شامل آهي. هن ماڳ تان سون، ٽامي ۽ چاندي جا زيور، مهرون، رانديڪا ۽ ٻيون شيون مليون آهن. جڏهن ته هي شهر به موهن جي دڙي وانگر شهري رٿابندي جو اعلى مثال آهي. هي ماڳ سنڌو سڀيتا جي دور جي رهواسين جو واپاري مرڪز هيو، جتان پرڏيهه سان واپار ڪيو ويندو هو. (1) هن ماڳ تان مليل هڪ پاڻي جو حوض يا تلاءُ خاص اهميت لائق آهي. جنهن کي ڀارت جا قديم آثارن جا ماهر موهن جو دڙو مان مليل حوض کان وڏو قرار ڏين ٿا. جڏهن ته اهو تلاءُ موهن جي دڙي مان مليل پاڻي جي حوض سان مشابهت رکندڙ آهي. تلاءِ يا حوض ۾ هيٺ لهڻ لاءِ ڏاڪا ٺهيل آهن. هن تلاءَ جي ويڪر 96 فوٽ آهي. جڏهن ته ڊيگهه 73 فوٽ ۽ اونهائي 32 فوٽ کان وڌيڪ آهي. (2) ماهرن موجب ان تلاءَ ۾ پاڻي ذخيرو ڪيو ويندو هو.

1. Possehl, Gregory. (2004). The Indus Civilization: A contemporary perspective, New Delhi: Vistaar Publications, ISBN 81-7829-291-2, p.67

2. http://asi.nic.in/asi_exca_2007_dholavira.asp

# سنڌو ماٿر ۾ شهري رياست جي
# معاشرتي حالت

## ناچ ۽ سنگيت

جذبات جي اظهار جو اولين ۽ موثر ذريعو راڳ رهيو آهي. انساني معاشري ۾ ناچ ۽ راڳ کي خاص مقام حاصل رهيو آهي. سنڌو سڀيتا جا وارث يعني موهن جي دڙي جا رهواسي راڳ ۽ ناچ جي باري ۾ چڱيءَ طرح باخبر ۽ شوق رکندڙ هئا. موهن جي دڙي مان نڪتل ناچڻيءَ جو مجسمو ۽ بانسري ان ڳالهه جا ثبوت آهن، ته سنڌو ماٿر جي سڀيتا جا وارث راڳ سان نه رڳو محبت رکندا هئا پر ان کي پنهنجي شوق جو ذريعو بڻاين. ان دور ۾ موسيقي جو فن ايتري قدر ترقي ڪري چڪو هو جو مجسما بڻائي سجاوٽ يا يادگار طور رکيا ويندا هئا. ناچ ۽ سنگيت سنڌو ماٿر جي ماڻهن جي روح جي غذا بنجي چڪو هو. فنڪارن، سنگتراشن ۽ نقاشن کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. سنگتراش پنهنجي ديس جي مشهور شخصيتن جهڙوڪ: ناچن يا ناچڻين ۽ ڳائڻن وغيره جا بت تراشڻ ۽ شهرن اندر چوڪن يا اهم جاين تي انهن کي نسب ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. سنڌو ماٿريءَ ۾ موسيقي، سُر ۽ سنگيت جو تعلق ڳوٺاڻي زندگيءَ سان بيحد گهرو ۽ ويجهڙائي وارو پئي رهيو آهي. سنڌي موسيقي جون پاڙون ڳوٺاڻي ثقافت ۾ وڏيڪ گهريون هيون. موهن جي دڙي مان هڪ اهڙي سيل (مهر) ملي آهي، جنهن ۾ هڪ شخص وچ ۾ بيهي ڍولڪ وڄائي رهيو آهي ۽ سندس چوڌاري ڪيترائي ماڻهو ناچ ڪري رهيا آهن.

## زيور ۽ جسماني ٺاهه ٺوهه

سنڌو سڀيتا جا وارث هر قسم جا زيور تيار ڪندا هئا. هو مٿي تي پائڻ جا زيور، ڳچيءَ ۾ پائڻ جا زيور، ٻانهن ۾ پائڻ جا زيور، نراڙ جا زيور، ڪنن جا زيور، هٿ جون گجريون، منگليون، ڪنگڻ ۽ ٻازو بند ٺاهيندا هئا. (1) هو اهي زيور ڪنجهي ۽ ٽامي سان گڏ هڏن، ڪوڏن ۽ سپن مان پڻ تيار ڪندا هئا. ٻيو ته ٺهيو پر اهڙا نفيس ڪم به ٿيندا هئا، جو موهن جي دڙي جا ماڻهو قميص جا بٽڻ پڻ ٺاهيندا هئا. جيڪي ڪوڏين مان تيار ڪيا ويندا هئا. انهن تي به مختلف ڊزائنون، نقش ۽ چٽ پڻ چٽيندا هئا. اهي بٽڻ رٿ جي چڪر يا ڦيٿي جي نموني تي ٺهيل آهن.(2)

موهن جي دڙي مان مٽيءَ جي هڪ ڀڳل مورتي لڌي وئي آهي، جنهن جي ڳچيءَ ۾ هار ۽ ٻانهن ۾ چوڙا پيل آهن.(3) موهن جي دڙي مان ٻه چوڙا به لڌا ويا آهن، انهيءَ سان گڏ هڪ پتلي به ملي آهي، جنهن کي هڪ ٻانهن ۾ ڪلهي کان ڪرائي تائين چوڙا پيل آهن. ٻي ٻانهن ۾ رڳو ڪرائي وٽ چوڙا پيل آهن. موهن جي دڙي واري دور ۾ ڪي زالون ٺونٺ کان وٺي ڪلهن تائين ٻانهين چاڙهينديون هيون.(4)

چانهون جي دڙي واري شهر ۾ زيور ايترا ته ٺهندا هئا جو اهو شهر آرڪيالاجي ماهرن طرفان ”زيورن جو شهر“ سڏيو ويو. چانهون جي دڙي مان سون، مٽيءَ، ٽامي ۽ سپيءَ مان ٺهيل چوڙيون، هار، ٽائيٽ،

ٻهه رڪيون، بازوبند، ڏند ڪوٽيون، ڪن ڪوٽيون، وارن جون ٽاچنيون، سرمي وجهڻ جون سرايون ۽ ڪانيون هٿ آيون آهن. (5) چانهون جي دڙي مان لڌل مٽيءَ جي تائيٽن مان هڪ تي ٻن هرڻن جون تصويرون اُڪريل آهن. مٽيءَ جي هڪ تائيٽ تي ڪنول جي گل جي ميووي جي تصوير اُڪريل ملي آهي. (6)

مٿين ثابتين مان معلوم ٿئي ٿي ته سنڌ جا هنرمند اوائل کان چوڙيگري جي فن کان واقف هئا ۽ هو هار ۽ ٻانهن جا چوڙا بهتر قسم جا جوڙيندا هئا. ان کان سواءِ ان وقت جا ڪاريگر اڄ وانگيان "ٻانهيون" به جوڙيندا هئا. جيڪي ٻانهيون ٺونٺ کان ڪلهن تائين پاتيون وينديون هيون. (7) موهن جي دڙي مان اهڙيون لاتعداد زنانيون مورتيون به مليون آهن، جن جي جسم تي ڪوبه ڪپڙو نه آهي، پر سندن ڳچيءَ ۽ سيني تي گهڻا هار ۽ مالهائون پيل آهن. (8) موهن جي دڙي مان مليل هڪ مجسمي ۾ عورت جا گهنڊيدار وار پوئتي لٽڪيل ڏيکاريل آهن، ڪن مورتين جي چوٽي پوئتي ٺهيل آهي، جيڪو اڄ به رواج آهي. عورتون وارن ۾ پنون ۽ بڪل وجهنديون هيون. مردن جي وارن جي ٺاهه ٺوهه جا طريقا الڳ هئا. راڄ جي چڱي مڙس جا وار ٻٽون هئا، مردن ۾ ڏاڙهي ٺاهڻ جا مختلف طريقا هئا، ڪن جون ڏاڙهيون ڪوڙيل ته ڪن جون وري چاپڙيون ڏاڙهيون هيون.

موهن جي دڙي جي دور ۾ سنڌ ۾ سونارڪو هنر به عروج تي هيو، چانهون جي دڙي مان سنڌ جي ڪاريگرن جون ٺهيل چوڙيون، هار، تائيٽ، ٻهه رڪيون، بازو بند، وارن جون ٽاچنيون، سرمي وجهڻ جون سرايون ۽ ڪانيون هٿ آيون آهن. (9)

هڙاپا ۽ موهن جي دڙي مان زيور اڪثر ڪري گهرن جي فرش هيٺان يا ٿڪين جي اندر احتياط سان پوريا ويندا هئا. هتان مليل زيورن مان اندازو ٿئي ٿو ته سنڌو ماٿر جون عورتون حسن ۽ جمال جي نکار لاءِ ڪثرت سان زيور استعمال ڪنديون هيون. سنڌي عورتون سينگار جون شوقين هيون. حسن جي نکار لاءِ سرمداڻيون ۽ سرايون گهڻي تعداد ۾ مليون آهن. ٽامي جا گول آئينا به مليا آهن. پيرن کي صاف ڪرڻ لاءِ پڪل مٽيءَ جا کهرا ٽڪر به مليا آهن.

## مصوري

جنهن وقت سنڌ اندر ڳوٺاڻي ثقافت اپري رهي هئي ته ان وقت ڳوٺاڻي ثقافت جا ماڻهو سادي سودي نموني جون تصويرون پڻ ڪڍندا هئا. اهڙا آثار اسان کي آمريءَ جي کوٽائي مان مليا آهن. عام طور تي آمري جا رهواسي هر ڏينهن جي خاص واقعي کي تصويرن ذريعي محفوظ ڪندا هئا. هو مٽيءَ، پٿر، هڏي ۽ هاٿي جي ڏندن تي ڏاڍيون سهڻيون ۽ دلڪش مورتون ٺاهيندا هئا. هو پنهنجي هٿيارن ۽ ٿانون تي نقش نگاري ڪندا هئا ۽ انهن کي عجيب طريقي جي چٽن سان سينگاريندا هئا. (10)

آمريءَ مان مليل ٿانون تي خاص نمونى جا چٽ چٽيل آهن. ٿانون جي تري تي ٿلهن ڪارن پٽين تي لاڳيتا ٽڪنڊا مليا آهن. ٽڪنڊن جي پاسن ۾ ڳاڙهو رنگ پريل آهي. اهي ٿانون تي چٽيل ٽڪنڊا چونئرن جي شڪل پيا لڳن. جڻ ته انهن مٿن ۽ نادين تي ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ جو نظارو چٽيل آهي. جنهن ۾ چونئرن جهڙا گهر هڪ ٻئي جي ويجهو ٺهيل آهن. آمريءَ جي ماڻهن ان دور ۾ پنهنجي ٿانون تي ساهوارن شين جا بوٽا يا شڪليون ڪڍڻ شروع ڪيون. انهن شڪلين ۾ ڳئون ۽ ڍڳي جي شڪل گهٽي ملي ٿي. اها شڪل هرڻن ۽ ڦاڙهن جي شڪل کان وڌيڪ بهتر قسم جي ٺهيل معلوم ٿئي ٿي. (11) ٻيو ته آمريءَ جي ٿانون تي مڇي جهلڻ جي رڇن ۽ چارين جا خاڪا پڻ نظر اچن ٿا ۽ رليءَ جي چٽن جو بهترين نمونو به هن ئي دور ۾ مليو ٿو.

نال جي قبرستان مان هيڊي يا سائي خاڪي رنگ جا ٿانون مليا آهن، جن تي جدا جدا نمونن ۾ ڪاري، نيري، هيڊي ۽ ڳاڙهي رنگ جون ڊيزائنون نڪتل آهن. ڪڙي ماهي مان مليل خاڪي رنگ جا ٿانون تي جانورن ۽ قدرتي منظرن جون تصويرون چٽيل آهن. موهن جي دڙي مان نيري رنگ واري چٽسالي ٿيل ٿانون پڻ مليا آهن.

راڻا گنڊئي مان مليل ٿانون تي پهريان ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جا تهه ڏنل آهن، انهن جي مٿان ڪاري رنگ جي مصالحي جي چٽسالي ٿيل آهي. ڪوٽ ڏيجيءَ جي مٽيءَ جي ٿانون تي عام پينٽنگ ڪئي ويندي هئي. شروعاتي دور جي ٿانون تي مور جون تصويرون ۽ مڇيءَ جا نمونا ملن ٿا. (12)

چانهون جي دڙي مان لڌل مٽيءَ جي تائيٽن مان هڪ تائيٽ تي ٻن هرڻن جون تصويرون اُڪريل آهن، مٽيءَ جي هڪ تائيٽ تي ڪنول جي گل جي ”ميووي“ جي تصوير پڻ اُڪريل آهي. اها ان زماني جي مصوري آهي. (13)

## رانديون

سنڌو ماٿري شطرنج جي جاءِ پيدائش هئي. موهن جي دڙي مان اهڙيون ڳوٽون ۽ پٿر مليو آهي، جنهن تي شطرنج جا خانا ٺهيل آهن. ان دور ۾ به شطرنج ائين کيڏي ويندي هئي، جيئن هن وقت کيڏي وڃي ٿي. موهن جي دڙي مان اهڙا ثبوت ملڻ کان اڳ ڪي ماهر شطرنج راند کي گنگا نديءَ جي ڪنارن تي جنم ورتل راند، ته ڪي وري ان کي ايران، عرب ۽ مصر جي ايجاد سمجهندا هئا. جڏهن ته هيءَ راند يورپ ۾ 11 صدي عيسويءَ ۾ پهتي. ڪجهه انسائيڪلوپيڊيائن جي مصنفن ان راند کي برصغير جي راند ڪوٺيو آهي، جيڪا ايران کان ٿيندي يورپ پهتي.

جڏهن سر جان مارشل موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪرائي ته اتان اهڙا پٿر مليا، جن کي پهريان تور جا وٽ سمجهيو ويو. پر پوءِ اهڙا وٽ الڳ الڳ مليا. جن جي تور ڪئي وئي ته معلوم ٿيو ته اهي مهرون شطرنج جي وڌيڪ ويجهو آهن. (14) بعد ۾ سر مورٽيمر ويلر ۽ ڊاڪٽر ايف اي خان به ان تي تحقيق

ڪئي ۽ ٻڌايو ته شطرنج سنڌو ماٿر جي ايجاد آهي. هڪ برطانوي ماهر ايف ڊي ڊگلس پنهنجي مقالي ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته شطرنج سنڌو ماٿر ۾ 5 هزار سال اڳ کيڏي ويندي هئي.

ڊاڪٽر سر مورٽيمر ويلر موهن جي دڙي مان نڪتل مهرن ۽ خانن واري تختي کي دنيا جي قديم ايجاد ڪوٺيندي ان ڳالهه تي زور ڏنو ته دنيا جي پهرين شطرنج هتي ايجاد ٿي، بعد ۾ دنيا جي اندر پکڙجي وئي. (15) شطرنج جون گوٽون ۽ ان جي پٽڙ واري تختي ڪراچيءَ جي قومي عجائب گهر ۾ رکيل آهي.

رانديڪا

سنڌو ماٿر جي وسندين مان بي انتها رانديڪا پڻ مليا آهن. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته ان دور جا والدين پنهنجي ٻارن جي دلچسپيءَ ۽ سندن راند روند تي ڪيترو ڌيان ڏيندا هئا. (16) هتان مٽيءَ، سپ، پٿرن ۽ هاٿي ڏندن جي هر قسم جا ارنديڪا مليا آهن. رانديڪن ۾ مٽيءَ جون ٺهيل ننڍڙيون گاڏيون، مٽيءَ جا ڏاند، ننڍن سگن وارا ڏاند، گينڊا، مينهون، شينهن، سوئر، پولڙا، سها، مڇيون، مانگر مڇ، ڪڇون، ڪڪڙيون، طوطا خاص طور ذڪر لائق آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1. George F. Dales, Some Specialized Ceramic Studies at Harappa, Chapter 5 of Harappa Excavation Reports 1986-1990, https://www.harappa.com/content/some-specialized-ceramic-studies-harappa

2. الانا، غلام علي، ”سنڌي ثقافت جا اهم پهلو“، اٺا مينهن ملير، ص-92-101

3. پرساد، دوارڪا ”سنڌ جو پراچين اتهاس“ ڀاڱو 2، 1944ع، ص-9

4. آڏواڻي، ڀيرومل، قديم سنڌ، حيدرآباد، ص-89 يا مولائي شيدائي، تمدن سنڌ

5. Mackay, E. Chanhu-Daro: Excavations 1935-1936. New York, 1943. (American Oriental Series, vol. 20.)

6. الانا، غلام علي، ”سنڌي ثقافت جا اهم پهلو- زيور ۽ هار سينگار جا سامان“، اُنا مينهن ملير، ص-92-101

7. Kenoyer, Jonathan Mark (1997). "Trade and Technology of the Indus Valley: New Insights from Harappa, Pakistan”. World *Archaeology* 29 (2: "High–Definition Archaeology: Threads Through the Past"): 262–280.

8. McIntosh, Jane R. (2008). *The Ancient Indus Valley: New Perspectives*. Santa Barbara, California: ABC-CLIO. pp. 281, 407. ISBN 9781576079072. Retrieved 15 November 2014

9. Untracht, Oppi. *Traditional Jewellery of India*. New York: Abrams, 1997 ISBN 0-8109-3886-3. p15.

10. ميمڻ، سراج الحق، آمري، نئين زندگي مارچ ۽ اپريل 1966ع

11. Mortimer Wheeler, The Indus Civilization: Supplementary Volume to the Cambridge History of India, New York, 1979

See Also: Charles Higham, Encyclopedia of Ancient Asian Civilizations, 2004, New York, P- 14

12. Ashish Nangia, Beginnings: Art from the Indus Valley Civilization, http://www.boloji.com/index.cfm?md=Content&sd=Articles&ArticleID=6714

13. الانا، غلام علي، ”سنڌي ثقافت جا اهم پهلو“، اٺا مينهن ملير، ص-92-101

14. Talpur, Prven, A Throw of Dice: 5000 Years Ago, http://parveentalpur.com/tag/chess/

15. Gupta, K.R.; Gupta, Amita. (2006). *Concise Encyclopaedia of India, Volume 3*. Atlantic Publishers & Distributors. pp. 964

16. Mohenjo-daro Tools and Artifacts Photo Gallery. *Archaeology Online*; retrieved 8 April 2012.

# سنڌو ماٿر ۾ شهري رياست جو معاشي تجزيو

سنڌو ماٿري اندر شهري رياست جي بنياد کان پوءِ علم ، ادب ۽ هنر جو چرچو وڌيو. فنڪار ۽ ڪاريگر کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. نئين پٿر جي دور ۾ انسان شڪار واري زندگي کان اڳتي اچي پوک تي گذران ڪرڻ لڳو. زرعي فصل ڪيائين ۽ مال ڌاريائين. اٽڪل 3000 ق م ڌاري سنڌو ماٿر جي رهواسين ڦيٿن واريون ڪاٺ جو گاڏيون استعمال ڪرڻ شروع ڪيون. جنهن رستي پنهنجي زرعي پئداوار کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين پهچائڻ يا ڍوئڻ لڳا. (1)

## زراعت

سنڌو سڀيتا جا وارث زراعت سان وابستا هئا. سنڌ جي زراعت بابت قديم آثارن جا ماهر ڊڪسن، بيبن، پاويل ۽ ٻين عالمن جي راءِ آهي ته شروعاتي دور ۾ اهي سنڌ جون عورتون ئي هيون، جن ڪاڌي خوراڪ لاءِ مختلف قسمن جا ٻج، ٻوٽا پنهنجي تجربي ۾ آڻي انهن جي پوک جا طريقا رائج ڪيا. علم نباتات جي ماهرن جو خيال آهي ته سنڌ ۾ پيدا ٿيل آڳاٽي ڪٽڪ جي تاريخ تمام پراڻي آهي. ماهر ائين پڻ چون ٿا ته چين ۾ سنڌ کان گهڻو عرصو پوءِ 2700 ق-م ۾ ڪٽڪ جي پوک جي ابتدا ٿي. روسي ماهرن جو چوڻ آهي ته دنيا ۾ ڪٽڪ جي پوک جي شروعات سنڌ مان ئي ٿي هئي.(2) سنڌ ۾ موهن جي دڙي مان ڪٽڪ جا ڪي ڪارا ٿيل پر سالم داڻا به مليا آهن، جيڪي پاڻهي پيدا ٿيل نه پر انساني محنت جو نتيجو آهن. ان کان علاوه هتي چانورن ۽ دالين جي پوک به ٿيندي هئي.

موهن جي دڙي جي قديم آثارن مان ڪٽڪ، جو ۽ هڙاپا مان مٽر ۽ تر مليا آهن. جڏهن ته موهن جي دڙي مان ڪجور جون ککڙيون به مليون آهن. اهڙي طرح هڪ مهر تي هڪ اهڙي تصوير اُڪريل آهي، جنهن تي ناريل جو وڻ ڏيکاريل آهي. اهڙي طرح هڪ مهر تي ڏاڙهون جو وڻ به آهي.

مهر ڳڙهه جي قديم آثارن مان ماهرن کي ڪٽڪ ۽ ڪپهه جي پوکائي جا آثار مليا آهن. سنڌو ماٿري جا رهواسي ساڍا 7 هزار سال اڳ ڪٽڪ جي پوکائي ڪندا ها. ناميارا آبپاشي ماهر ايم ايچ پنهور موجب پوکن جي واڌ ويجهه مهرڳڙهه (7 هزار ق م)، آمري (3700 ق م)، ڪوٽڏجي (3300 ق م) ۽ موهن جي دڙي (2350 ق م) جي اسرڻ جو سبب بڻي. سنڌو ماٿري ۾ ڪٽڪ 6 هزار ق م ڌاري پوکي وئي. ساڳي طرح ان ئي دور ۾ جون جي به پوکائي ٿي. ان سان گڏ منهن ۽ ڄئون پڻ ڌاري وئي. جڏهن ته ساڍا 4 هزار سال ق م ۾ ڦٽي جي پوک ڪئي وئي. (3)

سنڌو ماٿر ۾ ان دور ۾ ڪپهه جي پوک به ٿيندي هئي. سنڌو ماٿر جي اهم دريافت موهن جي دڙي مان مليل اهو ڪپهه جو ٽاڪيل ڪپڙو آهي، جيڪو ٽامي ۽ چانديءَ جي ٿالهيءَ جي پرسان مليو آهي. اها ڪپهه جي قديم ترين دريافت آهي. جڏهن ته ڪورڪو هنر سنڌ ۾ گهڻي قديم زماني کان موجود هيو. موهن جي دڙي مان سٽ ڪتڻ جا ائٽ مليا آهن. کوٽائي مان گهڻو ڪري هر گهر مان سٽ ڪتڻ جا چرخا مليا آهن. اهي چرخا قيمتي ڌاتن کان وٺي مٽيءَ جا به ٺهيل مليا آهن. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته سٽ ڪتڻ جو ڪم انهن ڏينهن ۾ عام هيو. هڪ هنڌان چانديءَ جي ٿالهيءَ جواهرن سان ڀريل ملي آهي جيڪي هڪ ڪپڙي جي ٽڪر ۾ ويڙهيل هئا. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ ڪپڙو پڻ ٺهندو هو. ۽ ڪوري موجود هئا.

ڪپهه مان ڪپڙي ٺاهڻ جي صنعت هيل تائين مليل ثابتين مطابق دنيا ۾ سڀ کان پهريان سنڌو ماٿر ۾ شروع ٿي. هتي جا آڏاڻا ۽ هتي جو ٺهيل سوٽي ڪپڙو خاص ڪري ململ جو ڪپڙو سڄي دنيا ۾ مشهور هيو. موهن جي دڙي جا ماڻهو سبيل ڪپڙو پائيندا هئا، جنهن جي ثابتي دڙي مان مليل اڪيچار شين مان ملي ٿي. اهي شيون دڙي جي مختلف تهن مان مليون آهن. موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندڙ ماهر

سرجان مارشل لکي ٿو ته؛ ”ڪپڙي لاءِ ڪپهه جو استعمال ان زماني ۾ اڪيلو سنڌ ۾ ٿيندو هو. جيڪا ڳالهه باقي دنيا ۾ به ٽي هزار ورهيه پوءِ ڏسڻ ۾ اچي ٿي.“ (4)

سنڌ جا ماڻهو ڪڻڪ، ڪپهه کان سواءِ سارين جا فصل پڻ پوکيندا هئا. اڳ سڄي دنيا ائين وسهندي هئي ته سڄي دنيا ۾ ڀهريان ڀهريان چانورن جي پوک فلپائين ۾ ٿي ٿي. پر سنڌو سڀيتا جي قديم آثارن جي کوٽائين مان معلوم ٿيو آهي ته فلپائن کان به ڪي صديون اڳ سنڌ جا هاري ناري سارين جي پوک ڪندا هئا. ڪجهه سال اڳ فلپائين جو ائگريڪلچر جو ڊائريڪٽر جنرل پاڪستان جي دوري تي آيو ته هو موهن جي دڙي تي به گهمڻ ويو، اتان هن هڪ پٽ جي مٽي پٽائي ڏسي چيو ته اڳ اسان ائين سمجهندا هئاسين ته چانور دنيا ۾ ڀهريان ڀهريان فلپائين ۾ ٿيا، پر هتي اچڻ کان پوءِ مون کي خبر پئي آهي، ته چانورن جي قديم پوک سنڌو ماٿر ۾ ئي ٿيندي هئي. ڇو جو ڇو جو پٽين تي لڳل گاري ۾ ڪڻڪ جي ٻهه سان گڏ سارين جا توتڙ ۽ چانورن جا اڌڙ به مون کي نظر اچن ٿا.

## هنر ۽ ڪاريگري

موهن جي دڙي مان جيڪي برتن مليا آهن، اهي سنڌو درياهه  جي چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل آهن. جن ۾ چن ۽ ابرق جا ذرا شامل آهن. اهي برتن ڪنڀر جي چڪ تي ٺاهيل آهن. ڪجهه ٿانون ڳاڙهسري مٽيءَ مان جڙيل آهن ۽ انهن تي ڪاري پالش ٿيل آهي. ڪجهه اهڙا برتن به مليا آهن، جيڪي ٻارن کي کير پيارڻ لاءِ استعمال ٿيندا هوندا. هتي ڪانسيءَ ۽ مٽيءَ جون اهڙيون سرمداڻيون به لڌيون آهن، جن جو منهن تمام سوڙهو آهي. ٻيا به هار سينگار جا پٿر جا ٺهيل اوزار مليا آهن. ڀاٽيءَ جا مٽ ۽ کٽاڻ ٺاهڻ جون برنيون به مليون آهن. برتنن کان سواءِ مٽيءَ جا ٻيا ڪيترائي سامان مليا آهن، جيئن مٽيءَ جا ڦيٿا، چوڙيون، گلدان، ڪٽورا، صراحيون، هنديون، مٽڪا ۽ ان رکڻ جا برتن به شامل آهن.

آمري جا ٿانون ڏسڻ بعد آمريءَ جي ڪنڀرن کي داد ڏيڻو پوي ٿو. هنن جون بهترين قسم جون دکيون جن تي ٿلهن ڪارن پٽين تي لاڳيتا ٽڪنبا ٺهيل آهن، ڏسي اچرج ڀيو لڳي ته اڄ به اتڪل ساڳيو هنر ۽ نمونو سنڌ اندر موجود آهي. ڪوٽڏيجي مان مليل ٺڪر جي ٿانون مان معلوم ٿئي ٿو ته اهي ٺڪر جي ٿانون ٺاهڻ ۾ ڪافي ترقي ڪري چڪا هئا. سنڌن ڪوزي گري جو هنر تمام اوچي درجي جو معلوم ٿئي ٿو. هو پنهنجن ٿانون تي عام طور پينٽند ڪندا هئا. (5) جهڪر جي دڙي مان ٽامي جي ٺهيل پالي جو منهن لڌو آهي، جيڪي اسان جا ڪاريگر هٿيار طور جوڙيندا هئا. نارو جي دڙي مان پڻ رانديڪن جون گاڏيون، چوڙا ۽ ٺڪر جا ٿانون مليا آهن. نال جي قبرستان مان ٽامي جون ڪهاڙيون ۽ چاقن جا ڦر لڌا ويا آهن. ڪوٽڏجي جي کوٽائي مان تيرن جا منهن ۽ راند ڪرڻ جا ٻلور مليا آهن.

موهن جي دڙي مان ٽامي ۽ مُٽ جا به ڪافي ٿانون مليا آهن. جيڪي گهريلو استعمال جي برتنن، ڪهاڙين، خنجرن، چاقن، ٻرڇين، ڪٽارن، تيرن، منڊين، ڪنن جي والين تي ٻڌل آهن. ان دور ۾ تمام

گهٽيون شيون ٽامي ۽ مٽ مان ٺاهيون وينديون هيون. سنڌو ماٿر جي سڀيتا جي وارثن جا اوزار ۽ هٿيار پٿر، ڪانسي ۽ ٽامي جا ٺهيل آهن. پر اهي مفيد، مضبوط ۽ عمدا ناهن. ۽ انهن سان ڪابه جنگ ڪري نه ٿي سگهجي. نيزن جا ڦر، ڪٺار، ڀالا، ڪهاڙيون، تير ڪمان، ٻڙچيون، تيشيون، گرز سنڌو ماٿر جي قديم شهرن ۽ ڳوٺن مان ججهي تعداد ۾ مليا آهن. اهي سڀ ٽامي يا مٽ جا آهن. نيزا ڏاڍا نازڪ آهن، جي انهن کي هٿ سان ٿورو زور ڏجي ته چِبا ٿي پون ٿا. ٽامي جي مليل گرزن ۽ ٻين اوزارن تي ڪجهه تحرير ٿيل آهي. مليل اوزارن ۾ ناچڻيءَ جو هڪ مجسمو، مينهن ۽ ٻڪريءَ جا مجسما به ذڪر ڪرڻ جهڙا آهن. هاٿي جي ڏندن مان ٺهيل به ڪافي شيون مليون آهن، جنهن مان پتو پوي ٿو ته هاٿي جي ڏندن جو ڪم هتي ترقي ڪندڙ هو.

## شڪار

سنڌو سڀيتا جا وارث گوشت پڻ واپرائيندا هئا، هو پالتو جانورن کان سواءِ جهنگلي جانورن جو شڪار ڪري به گوشت حاصل ڪندا هئا. هڪ مهر تي ٻن ماڻهن کي تير ذريعي شڪار ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. موهن جي دڙي جي هڪ جڳهه تان گهڻي انداز ۾ تير مليا آهن. تصويري تحرير ۾ به تير ڪمان جو نشان ملي ٿو. مٽيءَ جون پڪل گوليون يا گليليون به مليون آهن. جن مان ڪمان جي شڪل جي گليلي جي ذريعي پکين جو شڪار ڪيو ويندو هو. مڇي پڪڙڻ جون ڪنڍيون به وڏي تعداد ۾ مليون آهن. هتي جا رهواسي جانور به پاليندا هئا، جانورن جو گوشت رڌي کاڌو ويندو هو. چو جو گهٽين ۽ گهرن مان مينهن، ٻڪري، ورياهي ۽ ساموندي مڇيءَ جون تمام گهڻيون هڏيون مليون آهن.

## سائنس جي جنم ڀومي سنڌو ماٿر هئي:

موهن جي دڙي جا ماڻهو اڍائي هزار سال ق-م ۾ چوماسي وارين هوائن ۽ سنڌونديءَ ۾ ٻوڏ جو اڳواٽ اندازو لڳائڻ لاءِ پٿر جا ڪئلينڊر استعمال ڪندا هئا. فنلينڊ جي قديم آثارن واري ماهر ڊاڪٽر ايرڪا مائولا انهن پٿر وارن ڪئلينڊرن جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو آهي. يونائيٽيڊ نيوز آف انڊيا کي هن ٻڌايو آهي ته اهي پٿر دنيا جا پهريان سائنسي اوزار آهن. ڊاڪٽر مائولا دعوى ڪئي آهي ته سائنس جي جنم ڀومي ميسوپوٽيميا يا مصر نه پر سنڌ آهي. هن چيو آهي ته موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان لڌل انهن پٿرن کي گول پٿر، چليدار پٿر يا مخروطي پٿر وغيره سڏيو ويندو هو. هن موجب 40-45 سينٽي ميٽر قطر وارن انهن پٿرن جو وزن 40 ڪلوگرام (اٽڪل هڪ مڻ) ٿيندو. انهن پٿرن جي ٻنهي پاسن کان وچ وٽان 2 سوراخ آهن ۽ سندن لسي سطح تي ڪيترائي نشان آهن. جيڪي ڪوٽي ٺاهيا ويا آهن. ڊاڪٽر مائولا موجب انهن مان 3 پٿر اهڙا آهن جن تي اڪريل نشان اڃا تائين محفوظ آهن. فنلينڊ جي ماهر موجب اهي وڏا چليدار پٿر جيڪي موهن جي دڙي ۽ بمبئي ميوزمن ۾ محفوظ آهن، نه رڳو ڪئيلينڊر جو ڪم ڏيندا

هئا پر اهي (دوربين کان سواءِ) علم نجوم جي اوزار طور پڻ استعمال ڪيا ويندا هئا. جن ذريعي سج جي لهڻ ۽ اڀرڻ، ٻين آسماني تارن جي ظاهر ٿيڻ ۽ گم ٿيڻ ۽ ڌرتيءَ جي بدلجندڙ حالتن جو اڀياس ڪري سگهبو هو. انهن پٿرن کي سنڌو ماٿر جي قديم علم فلڪيات وارن آثارن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. مائولا موجب انهن مان 5 پٿر صحيح سلامت مليا آهن. جن مان هڪ مرڪزي ڪئيلنڊر جي حيثيت رکي ٿو. جيڪو سڄي معاشري لاءِ آهي. ۽ ٻيا ننڍا ڪئيلينڊر آهن جيڪي مختلف مقصدن جهڙوڪ زراعت، واپار، شڪار ۽ لاباري لاءِ استعمال ٿيندا هوندا. (6)

سنڌ ماٿر جا رهواسي مهينا چنڊ مطابق شمار ڪندا هئا. هتي  چنڊ جي حساب سان هلالي مهيني جو رواج هيو. ان حساب سان موسمن جو به شمار ڪندا هئا. هو چنڊ جي رفتار سان پنهنجا ڏڻ ملهائيندا هئا. موهن جي دڙي جا رهواسي هرهڪ موسم جا چار مهينا شمار ڪندا هئا. تور، ماپ ۽ جوتش جو علم هتي عام هيو.

ٻئي طرف رياضيءَ جي هڪ روسي ماهر آءِ اي ولدروسڪيءَ 1984ع ۾ بخارسٽ ۾ سڏايل تاريخ ۽ سائنس متعلق بين الاقوامي ڪانگريس کي ٻڌايو ته موهن جي دڙي مان هٿ آيل مهرن جي ڪمپيوٽر ذريعي اڀياس مان معلوم ٿيو آهي ته سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو ”علم فلڪيات“ بابت وڏي ڄاڻ رکندا هئا. هن ڪانگريس کي ٻڌايو ته هڪ مهر تي مڇيءَ جي شڪل لفظ ”من“ پيش ڪري ٿي، جنهن جي تامل ٻوليءَ ۾ معنى آهي مڇي ۽ مڇيءَ مان مراد تارن وارو چاٽل سڄاتل برج آهي. اهڙيءَ طرح ڇهن تارن واري جهڳٽي واري (دب اصغر) ۽ ستن مڇين واري جهڳٽي (دب اڪبر) جي نشاندهي ڪري ٿو. (7)

سنڌ جي قديم باشندن ڳڻڻ جو فن ايجاد ڪيو ۽ شين جو وزن ڪرڻ يا وقت ۽ فاصلي جي پيمائش جا آغاز به هتان ٿيو. ڇو جو ڳڻڻ جون مٽيءَ جون گوليون ۽ تورڻ جا وٽ اسان کي سنڌ جي قديم آثارن مان مليا آهن. سنڌي ماڻهو لکڻ پڙهڻ جي فن کان اڳ ڳڻڻ ۽ تورڻ جو فن ايجاد ڪيو. هڪ ماهر گريئرسن ٻڌائي ٿو ته سنڌو ماٿر جا رهواسي ڳٽپ ڪري ڄاڻندا هئا، هو انگ ڳڻڻ ۽ حساب ڪتاب رکڻ جا ماهر هئا. هو ويهون ويهون ڪري ڳڻيندا هئا ۽ سٺ ٻدران ٽي ڪوڙيون يا ٽي ويهون ڪري چوندا هئا. جيڪو طريقو اڄ به سنڌ اندر رائج آهي. (8)

موهن جي دڙي مان پٿرن جا نهايت صفائي سان تهيل ٽڪرا ملن ٿا. جيڪي وزن ڪرڻ لاءِ وٽن طور استعمال ٿيندا هوندا. انهن ۾ ڪي وٽ ته ايترا وڏا آهن، جو ڪين رسن سان ڪٽڻو پوندو هوندو. ڪي ته وري ايترا ننڍڙا آهن، جو انهن سان سون ۽ چاندي توريو ويندو هوندو. موهن جي دڙي مان مليل ننڍا وٽ خاڪي رنگ جي سليٽ جا هئا. تارازو گهٽ مليا آهن. تقريبن هڪ سو پنجاهه جڳهن تي پيمائش ڪرڻ سان اهو معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ اندر هڪ ئي وقت ۾ فوٽ ۽ ڪيوبڪ فوٽ ٻنهي طريقن سان پيمائش ڪئي ويندي هئي.

سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي وارثن وٽ دنيا اندر پهريون معاشي نظام موجود هو. ڪينادا جي ميٿاميٽڪس جي ماهر ڊاڪٽر بريان ويلس (Dr Bryan Wells) طرفان انڊين انسٽيٽيوٽ آف ميٿاميٽيڪل سائنس جي تعاون سان ڪيل تحقيق بعد ثابت ڪيو آهي ته سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي دور ۾ انتهائي بهتر

قسم جو معاشي نظام موجود هو. هنن وٽ ماپ، طور ۽ شين جو ملهه طئه ڪرڻ جو نظام موجود هو. اناج جي تور ڪئي ويندي هئي. جنهن لاءِ مختلف وزن جا وٽ ٺاهيا ويا هئا. (9) روزمره جي استعمال جي شين جي مٽاسٽا به ڪئي ويندي هئي، مزدورن کي پگهار ڏني ويندي هئي. جيڪا ناج ۽ روزمره جي استعمال جي شين جي صورت ۾ هوندي هئي.

## موهن جي دڙي جا ماڻهو جيوميٽري جي علم کان واقف هئا.

مشهور آمريڪن سنڌي محقق پروين ٽالپر پنهنجي ڪتاب" ادائي هزار کان ڏيڍ هزار سال قبل مسيح تائين سنڌو ماٿري جي سپيتا ۾ جاميٽري جا اهڃاڻ" ۾ تحقيق ڪري ڄاڻايو آهي ته موهن جي دڙي جا ماڻهو جيوميٽري جي علم کان واقف هُئا جنهن لاءِ هن موهن جي دڙي جي لپي (اسڪرپٽ) جي هر اکر کي ڪٽي ان کي ثابت ڪيو آهي ته انهن مان هرهڪ جيوميٽريڪل پئٽرن موجب جڙيل آهي- (10)

## مهرون

سنڌو سپيتا جي وارثن جي ڪامياب ترين تخليق اهي مهرون آهن، جيڪي موهن جي دڙي، هڙاپا ۽ ٻين شهرن مان مليون آهن. ايڏي وڏي تعداد ۾ مهرون مليون آهن جو ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هر شخص وٽ پنهنجي مهر هوندي هئي. اهي مهرون اسٽيٽائيٽ (Steatite) مان ٺهيل آهن. اهي مهرون ادائي انچ کان ادائي چورس انچ تائين مختلف سائيزن جون آهن. عام سائيز 7، 11 ۽ 2-1 انچ جون آهن. هي مهرون چورس شڪل جون آهن. جن تي جانورن جون تصويرون ۽ تحرير چٽيل آهي. ڪجهه مهرون مستطيل شڪل جون به آهن. جن تي فقط تحرير لکيل آهي. چورس شڪل جي مهرن جي پاسن تي به سوراخ دار ڪندا لڳل آهن ۽ مستطيل مهرن جي وچ ۾ آرپار سوراخ آهن. جن ۾ ڌاڳو ٻڌو ويندو هو. معلوم ٿئي ٿو ته انهن مهرن کي پٿرن مان ڪاٽي ٺاهيو ويو هوندو. بعد ۾ انهن ٽڪرن کي قينچي يا چاقو سان تراشي نقش نگار ۽ تحرير لکي ويندي هوندي. ان بعد انهن تي چن جا تهه چمائي کين باهه ۾ پچايو ويندو هوندو. گهڻين مهرن جا نقش موجوده دور جي پٽل جي مهرن وانگر ابتا ٺهيل آهن، جڏهن کين ڪنهن هنڌ لڳايو ويندو هوندو ته اصلي تصوير سڌي اڀري ويندي هوندي.

## ٻيڙيءَ کان جهاز تائين

اوائل ۾ انسان شڪار لاءِ ننڍيون ٻيڙيون تيار ڪيون. اهي ٻيڙيون ڪنهن وڏي وڻ جو ٿڙ وچ مان کوکلو ڪري ٺاهيون ويندیون هيون. ٿڙ جو هڪ پاسو ڪٽي ۽ پوءِ وچ واري ڳر ڪڍي ان ۾ ويهڻ جي جاءِ

ناهي ويندي هئي. ٽڙ اوائل ۾ پٿر جي ڪهاڙين سان ڪوڪلو ڪندا هئا ۽ ان کي ڪهري پٿر سان لسو ڪندا هئا. جيئن ماڻهو ان ٻيڙيءَ ۾ ويهي سولائي سان شڪار ڪري سگهي يا درياهن ۽ ڍنڍن رستي هڪ علائقي کان ٻئي علائقي ۾ وڃي سگهي.(11)

سنڌو سڀيتا جو پتو پوڻ کان اڳ دنيا وارن جي نظر ۾ ته پهرين جهاز راني جو فن فنيقي قوم ايجاد ڪيو. جن کي ڪنعاني به سڏيو ويندو هو. سندن ملڪ ڪنعان (فنيشيا) شام ۽ فلسطين جي ڪناري وارو ملڪ هو. جنهن ۾ هاڻي شام، لبنان ۽ اسرائيل جا ملڪ اچي وڃن ٿا.(12)

پر جڏهن سنڌ ۾ قديم آثارن جون کوٽايون ٿيون ۽ سنڌو سڀيتا پنهنجي عجائبات سان ظاهر ٿي ته ماهرن کي ان پراڻي راءِ کي تبديل ڪرڻو پيو. ڇو جو فنيشيا کان گهڻو اڳ جهاز رانيءَ جي فن جو پتو سنڌ ۾ پوي ٿو. جهاز رانيءَ جو فن سنڌ ۾ فنيقي قوم کان به گهڻو اڳ هتي موجود هو. جديد تحقيق ته ايتري قدر ثابت ڪيو آهي ته خود فنيشين لوڪ هتان سنڌو ماٿر مان ئي ڪنعان ويا ۽ اتي وڃي تهذيب ۽ تمدن جو بنياد وڌو. اهي هتان جا ئي لوڪ هئا جن ڪنعان ۾ فن جهاز رانيءَ کي عروج تي رسايو. قديم آثارن جو ماهر ڊاڪٽر هال ٻڌائي ٿو ته سنڌي ماڻهو فن جهاز رانيءَ ۾ پڙ هئا ۽ سندن واپار ڏکڻ ۾ دکن ۽ سيلون، اوڀر ۾ هند ۽ چين، اولهه ۾ ايران، عراق، يمن ۽ مصر تائين پکڙيل هو. ان ڳالهه جي تصديق بابل ۽ نينوا جي ڪتبن ۾ ملي ٿي. جن ۾ سنڌو ۽ سمير جو پاڻ ۾ گهاٽو سٻنڌ ٻڌايو ويو آهي. (13)

سنڌين جي جهاز رانيءَ جو ٻيو ثبوت اهو مليو آهي ته سنڌ جا ماڻهو سمير ۾ جڏهن پهتا ته اتان جي ماڻهن، جن اڳ ڪڏهن جهاز ڪونه ڏٺا هئا ۽ نه وري سامونڊي سفر کان واقف هئا، تن جهازن ۾ چڙهي آيل نون ماڻهن کي ’اوئنس‘ سڏڻ شروع ڪيو. اوئنس انهن راڪاسن کي چئبو آهي، جيڪي خشڪيءَ تي به هلي سگهن ۽ پاڻيءَ تي به تري سگهن. اهي سنڌو ماٿر جا باشندا ئي هئا، جيڪي سمنڊ جي خوفائتي مسافري طئه ڪري بابل پهتا. ۽ بابل ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي. بابل جي ڪتبن ۾ اوئنس جو مٿيون ڌڙ ماڻهوءَ جو ۽ هيٺيون ڌڙ مڇيءَ جو ٻڌايو ويو آهي. (14) بابل ۾ جڏهن سنڌي ماڻهو جهازن ۾ پهتا ته پهريون ڀيرو سمنڊ رستي ايندڙ ماڻهن کي ڏسي بابل واسي تعجب ۾ پئجي ويا ۽ هنن انهن کي عجيب ۽ غريب مخلوق سمجهي ڪين اهڙي راڪاس سان تشبيهه ڏني ۽ انهن جو پنهنجن ڪتبن ۾ عجيب طريقي سان ذڪر ڪيو. سنڌو ماٿر کان آيل ماڻهن کي ڳچيءَ کان پيرن تائين عجيب پوشاڪ ۾ ڏسي هنن مڇيءَ سان تشبيهه ڏني.

سنڌو سڀيتا جي دور ۾ مڪران جي سامونڊي ڪناري تي دشت نديءَ جي واديءَ ۾ ”ستڪگين در“ ۽ شادي ڪرونڊيءَ جي ماٿر ۾ ”ستڪگين ڪوهه“ سنڌ ۽ عراق وچ ۾ جهاز رانيءَ جا به وڏا مرڪز هئا. جتي سامونڊي جهاز لنگر هڻندا هئا.(15) ساڳئي ئي وقت ڪنيات جي نار جي ڪناري تي لوٿل نالي شهر جي کوٽائي مان سامونڊي جهازن ناهڻ جي هڪ گودي ملي آهي، جيڪا سڄي پڪين سرن جي ٺهيل آهي. (16)

واپار:

مسٽر پگٽ لکي ٿو ته؛ ”موهن جي دڙي ۽ هن علائقي جي ٻين شهرن ۾ يڪسانيت ۽ هڪ جهڙائي جيئن پڪيون سرون، برتن هڪ جهڙا ۽ معياري، هر جڳهه تي هڪ ئي رسم الخط مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته موهن جي دڙي تي واپاري طبقو حاوي هيو. جيڪو سمنڊ پار جي ڏوراهن ڏيهن ڏانهن پنهنجو مال وڪڻڻ ويندو هو ۽ ان واپار جي خاطر هنن ملڪ اندر هر جڳهه تي رستا ۽ سٺا شهر تعمير ڪرايا ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ پنهنجون ڪوٺيون قائم ڪيون.“ (17)

بابل ۽ نينوا جي ڪتبن ۾ سنڌ جي شربتي ململ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جنهن کي ’سنڌو‘ سڏيو ويندو هو. ان مان خبر پوي ٿي ته سنڌ جا هنرمند ململ جو ڪپڙو تيار ڪري پرڏيهه ۾ وڪرو ڪري ناڻو ڪمائيندا هئا، يا ان جي بدلي اتان شيون خريد ڪري هتي آڻيندا هئا. سنڌ جا رهواسي بابل ۽ نينوا ڏانهن مصالحو، سرهاڻ، ناريل ۽ نير پڻ کڻي ويندا هئا. (18)

ڪئليفورنيا يونيورسٽي آمريڪا جي ماهر جوناٿن مارڪ تحقيق بعد ثابت ڪيو آهي ته سنڌ جا رهواسي موهن جو دڙو واري دور ۾ افغانستان، ميسوپوٽيميا ۽ ايران سان ڪوڏن ۽ سپن جو واپار سمنڊ رستي ڪندا هئا. موهن جي دڙي جي رهواسين ان واپار کي ڪافي زور وٺايو. موهن جي دڙي مان اهڙي سپ ملي آهي ۽ اهڙيون سپون مڪران ۽ سبي جي علائقي مان پڻ مليون آهن. مڪران جي علائقي مان کوٽائي دوران هٿ آيل 6 هزار سال پراڻو هار جيڪو سپن جو ٺهيل آهي، ان ڳالهه جي ثابتي ڏئي ٿو ته هتي اهو واپار ۽ صنعتي شين جي ٻين ملڪن سان مٽاسٽا عروج تي هئي.(19)

سنڌو سڀيتا جي دور ۾ سنڌ مان ململ کان سواءِ نير ۽ دوائون به ٻين ملڪن ڏانهن موڪليون ويندڙيون هيون. موهن جي دڙي مان ڪاري رنگ جو سلاجيت ۽ ڦاڙهي جا سنگ به هٿ ڪيا ويا آهن. سنڌ جا باندر، مور ۽ عاج بيت المقدس تائين هتان جا واپاري کڻي ويندا هئا. (20)

## واپار لاءِ پرڏيهه ويندڙ شيون

ڪوٽڏيجي مان 3000 ق م ۾ سوٽي ڪپڙو، ڪاٺ ۽ ميندي ميسوپوٽيما موڪلي ويندي هئي. مصر جا فرعون سنڌ جي ميندي هٿن ۽ پيرن کي لڳائيندا هئا. جنهن جون ثابتيون مصر جي قديم ممين مان مليون آهن. (21)

هندوازم ڪتاب جو مصنف ڪي ايم سين ڄاڻائي ٿو ته سنڌو ماٿر جي سڀيتا جو بنياد وجهندڙن کي چاندي، ٽامي، جست ۽ پتل جي استعمال ڪرڻ جي ڄاڻ هئي ۽ هو لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. وڻن واپاري طبقو هو ۽ هو ڪن هنرن ۽ ڪاريگريءَ ۾ تمام هوشيار هئا. ان ئي وقت ۾ چانهون جو دڙو ”زيورن جو شهر“ سڏيو ويندو هو. زيور سون، چاندي، ٽامي ۽ ٻين ڌاتن مان ٺاهيا ويندا هئا.

جپان جي ماهرن جي هڪ ٽيم طرفان سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳن، درياهي وهڪرن ۽ ساموندي ڪناري تي آباد وسندين تي 5 سال تحقيق ڪئي وئي. ڪيوٽو جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ فار هيومنٽي اينڊ نيچر (Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto) جي پروفيسر ايميريٽس توشاڪي اوسادا (Professor Emeritus Toshiki Osada) جي سربراهي ۾ ماهرن جي هن ٽيم ۾ مختلف ملڪن جا 40 محقق ۽ سائنسدان شامل هئا. جپان جي هن ٽيم طرفان انڊيا ۾ سنڌو سڀيتا سان واسطو رکندڙ 2 قديم ماڳن جي کوٽائي ڪئي وئي. هن ٽيم طرفان کوجنا بعد ٻڌايو ويو ته سنڌو سڀيتا جي شهرن جو پاڻ ۾ واپاري نيٽ ورڪ موجود هيو. ان نيٽ ورڪ يا ڳانڍاپي سبب سنڌو سڀيتا جي رهواسين وچ ۾ گهڻ ثقافتي ۽ گهڻ لساني تهذيب جنم ورتو. ان کان اڳ اهو خيال ڪيو ويندو هو ته سنڌو سڀيتا جا شهر ڪنهن هڪ مرڪزي اٿارٽي جي اثر هيٺ هيا. پروفيسر اوسادا موجب ان دور ۾ سنڌو سڀيتا جي مختلف مقامي برادرين ۾ واپار رستي هڪ مضبوط نه پر ڍلي قسم جو سياسي ۽ انتظامي ڳانڍاپو موجود هو. جپاني ماهرن جي هن ٽيم طرفان ٿيل تحقيق (22) موجب سنڌو سڀيتا جي وارثن جي رياست مضبوط مرڪزيت جي بنياد تي قائم نه هئي پر انهن ۾ هڪ ٻئي جي ثقافت، ٻولي ۽ مفادن جي احترام جي بنياد تي لاڳاپا قائم هئا.

جپاني محققن موجب ان وقت سنڌو سڀيتا جا ٻه يعني موهن جو دڙو ۽ هڙاپا اهم مرڪز نه هيا پر 5 مرڪزي شهر هئا. جن ۾ موجوده پاڪستان ۾ گنويروالا، انڊيا جي رياست گجرات جي ضلعي ڪڇ ۾ ڍولا ويرا ۽ هريانا رياست جي هسار ضلعي ۾ راکي ڳڙهي ٻه اهم شهري مرڪز هيا. جپان جي هوسي يونيورسٽي (Hosei University) جي فزيڪل جاگرافي جي ماهر پروفيسر هدياڪي مائيموڪو (Hideaki Maemok) موجب سنڌو سڀيتا جا قديم ماڳ شهر ۽ وسنديون رڳو وڏن درياهن جي ڪنارن تي آباد نه هيون، پر ان وقت موجود ٻين پاٽي جي ننڍن ننڍن وهڪرن جي پرسان به آباد هيون، جيڪي هن وقت پنهنجو وجود وڃائي ويٺا آهن. ڍولا ويرا مان اهڙيون ثابتيون مليون آهن ته هن شهر رستي ساموندي واپار ٿيندو هو. ڍولا ويرا جا رهواسي عراق جي شهر ميسوپوٽيما سان واپار ڪندا هئا. (23) سنڌو سڀيتا جا ڪافي ماڳ نه رڳو درياهن پر ساموندي ڪناري پرسان به هوندا هئا. ان وقت سمنڊ جون ڇوليون ڍولا ويرا شهر سان ٽڪرائبيون هيون.

موهن جو دڙو هڪ واپاري منڊي هئي. هتان ويجهن علائقن کان سواءِ ڏوراهن ڏيهن ڏانهن واپار پڻ ڪيو ويندو هو. موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان لاتعداد بيل گاڏين جا آثار مليا آهن، جن مان اندازو ٿئي ٿو ته سامان ڪٽي اچڻ ۽ وڃڻ لاءِ بيل گاڏيون به استعمال ڪيون وينديون هيون. موهن جي دڙي جا ماڻهو جانورن کي بار ڍوئڻ ۽ گاڏين هڪلڻ لاءِ پڻ استعمال ڪندا هئا. موهن جي دڙي مان ڏاندن جون هڏيون ملڻ ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته ڏاند هتي بار ڍوئڻ ۽ سواري لاءِ پڻ استعمال ٿيندو هو. بيل گاڏين ۽ جانورن کان سواءِ هتي ٻيڙين ذريعي به سامان آندو ويندو هو. سنڌوندي جهاز راني َ لاءِ انتهائي موزون رهي آهي. ان دور ۾ وڏيون ٻيڙيون آساني َ سان هڪ شهر کان ٻئي شهر ڏانهن سامان ڪٽي وينديون هيون. ڪاٺ مان ٺهيل ٻيڙيون ضرور موجود هونديون، پر اهي وقت گذرڻ سان سڙي رک ٿي ويون هونديون. ان هوندي به ڪجهه اهڙيون ثابتيون مليون آهن، جيڪي ان سلسلي ۾ اسان جي رهنمائي ڪن

ٿيون. مثلن هڪ مهر تي ٻيڙي جي تصوير ملي آهي. ان مان ظاهر آهي ته هتان جا ماڻهو ٻيڙي ٺاهڻ ۽ ان کي هلائڻ جي مهارت رکندا هئا.

سنڌو ماٿر مان مختلف سامان پرڏيهه روانو ڪيو ويندو هو ۽ اتان وري هتي نه ملندڙ شيون ۽ سامان آندو ويندو هو. مثلن فيروزه، گيروب، رال، خاص قسم جا هڏا، هاٿي ڏند، سيپ، گهونگها وغيره موجود هجڻ مان ثابت ٿئي ٿو ته اهي شيون ٻاهران آنديون ويندیون هيون. ٻاهران گهرايون ويندڙ شين ۾ هيٺيون شيون ذڪر ڪرڻ لائق آهن:

1. سنگمرمر: راجپوتانا، 2. سون: ڏکڻ هندستان، افغانستان، ايران، 3. چاندي: ڏکڻ هند، افغانستان، ايران، آرمينا، 4. ٽامون: ڏکڻ هند، افغانستان، راجپوتانه، 5. قلعي: افغانستان، ايران، راجپوتانه، 6. فيروزه: ايران، خراسان، 7. سنگ جراحت: ڪاٺياواڙ ۽ بلوچستان، 8. ياقوت: ڏکڻ هندستان، 9. سليٽ جو پٿر: راجپوتانه، 10. عقيق: راجپوتانه، ڪاٺياواڙ، ڪشمير وغيره.

وسڪونسن ميڊيسن يونيورسٽي آمريڪا جي پرو فيسر جوناٿن مارڪ ڪينوئر 1986ع ۾ پرو فيسر جارج ايف ڊيلس سان گڏ موهن جي دڙي جي وڏيڪ کوٽائي ڪري اهم نتيجا سامهون آندا. (24) وسڪونسن ميڊيسن يونيورسٽي (University of Wisconsin – Madison) آمريڪا جي پروفيسر جوناٿن مارڪ ڪينوئر موجب 2600 سال قبل مسيح کان 1900 سال قبل مسيح تائين دنيا جي خشڪي توڙي بحري سيني واپاري رستن تي سنڌو سڀيتا جي واپارين جو مڪمل ضابطو رهيو هو.

## ٽرانسپورٽ

قديم آثارن جي ماهرن موجب سنڌو ماٿري جي معيشت واپار تي دارومدار رکندي هئي. سنڌو سڀيتا جي وارثن واپار سبب ئي ٽرانسپورٽ جي ٽيڪنالاجي ۾ مهارت حاصل ڪئي. سنڌو سڀيتا دنيا جي پهرين تهذيب هئي، جنهن ڦيٿي کي ٽرانسپورٽ طور استعمال ڪيو. هن سڀيتا جي وارثن ڏاند گاڏين جي ايجاد ڪئي. جيڪا قديم دور جي انسان جي هڪ وڏي سائنسي ايجاد ۽ ترقيءَ طرف اڳڀرائي هئي. ڏکڻ ايشيا جي قديم آثارن تي تحقيق ڪندڙ ماهرن مچيل ڊي پيٽراگاليا ۽ بردگيٽ آلچن موجب سنڌو ماٿري جي رهواسين واپار خاطر ڏاند گاڏيون ۽ ٻيڙيون ايجاد ڪيون. (25) اڄ به ڏکڻ ايشيا ۾ ڏاند گاڏين جو استعمال ٿي رهيو آهي. سندن ايجاد ڪيل ٻيڙيون ننڍيون هونديون هيون. ان قسم جون ٻيڙون اڄ به سنڌو درياهه ۾ مهاڻا مڇي جي شڪار لاءِ استعمال ڪندا آهن. ماهرن موجب هن ماٿري جا ماڻهو سمنڊ رستي واپار لاءِ ننڍا غوراب استعمال ڪندا هئا. اولهه انڊيا جي قديم ماڳ لوٿل جي کوٽائي بعد قديم آثارن جي ماهرن ان قسم جا ثبوت هٿ ڪيا آهن. ماهرن موجب لوٿل ۾ هڪ ساموندي بندر گاهه جي گودي جا به آثار مليا آهن. سنڌو ماٿري ۾ هڪ ڪينال نيٽ ورڪ به موجود هو. جيڪو درياهن مان نڪتل قدرتي وهڪرن تي مشتمل هو. قديم آثارن تي تحقيق ڪندڙ ماهرن مچيل ڊي پيٽراگاليا ۽ بردگيٽ آلچن موجب

سنڌو ماٿري ۾ ٽامي جي دور (copper age) 4300 ق م کان شروع ٿيو. ان دور ۾ هن ماٿري جا ماڻهو ترڪمنستان ۽ ڏکڻ ايران سان به واپار ڪندا هئا. ترڪمنستان ۽ ايران جي قديم آثارن مان ماهرن کي اهڙا آثار مليا آهن.

حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1. پنهور، ايم ايڇ، سنڌ جي ريجاڻي تاريخ، ڪراچي، 2013ع، باب ستون
2. قاسمي، مولانا رسالو الرحيم سنڌي، حيدرآباد، 1967ع
3. ايم ايڇ پنهور، سنڌ جي ريجاڻي تاريخ، ڪراچي، 2013ع، (باب ستون)
4. Marshall, Sir John “Mohen jo Daro and Indus Civilization” Vol: 1, P-VI
5. Khan, Dr. F.A, “Preliminary report on Kot Diji Excavation” 1956-58

.6 روانه هلال پاڪستان 31 ڊسمبر 1983ع

.7 روزانه هلال پاڪستان ڪراچي، 21 ڊسمبر 1984ع

8. Graersen, “Linguistic Survey of India” Vol: 1, Part 1, P-35-132

9. Dr Bryan Wells, “Indus Valley's Bronze Age civilisation 'had first sophisticated financial exchange system”, http://www.telegraph.co.uk/news/worldnews/asia/india/6584160/Indus-Valleys-Bronze-Age-civilisation-had-first-sophisticated-financial-exchange-system.html

10. Talpur, Parveen, Evidence of Geometry in Indus Valley Civilization 2500-1500 B.C. Sindhology Department, University of Sindh, Jamshoro. 1995

.11 انسان بڙا ڪيسي بنا، ص- 156-158

12. Philip, Hitti, “History of Syria” P-100

13. Hall, H.R, “Ancient History of Near East” P-171-174

14. Siecus, “History of Persia” Vol: 1, P-6

.15 اسٽيئن، آئرل ”آرڪيالاجيڪل ٽوئر آف گدروسيا“ ڪلڪتو، 1931ع، ص-71

16. Wheeler, S.M, “Indus Civilization” P-51-52

17. Piggott, Sturat “Pre-Historic India” 1950

18. Majumdar, R.L, “History and Culture of Indian People” Bombay, 1955, Vol: 2, P-611-612

.19 جوناٿن مارڪ ”سنڌو ماٿر ۾ ڪوڏن ۽ سپن جو واپار“ جي موضوع تي ڪئليفورنيا يونيورسٽي آمريڪا طرفان ڊاڪٽريٽ جي ڊگريءَ لاءِ مقالو لکندي اهڙو انڪشاف ڪيو آهي. ڏسو عبرت 7 نومبر 1981ع

.20 شيدائي، تمدن سنڌ، ص-29

21. Panhwar, M.H, Six thousand years of History of Irrigation in Sindh, April 2011 (PDF Edition)

22. Osada, Professor Emeritus Toshiki "Indus: Exploring the Fundamental World of South Asia" and "The Riddle of the Indus Civilization," Kyoto University Press, October 2013

23. http://asia.nikkei.com/magazine/20131219-Power-play/Culture/Japanese-researchers-help-unravel-mystery-of-the-Indus-civilization

24. Jonathan Mark Kenoyer, “Mohenjo-Daro”, http://www.mohenjodaro.net/

25. Michael D. Petraglia, Bridget Allchin,Top of FormBottom of Form The Evolution and History of Human Populations in South Asia, Netherlands 2007, Ref: https://books.google.com.pk/books?id=Qm9GfjNlnRwC&pg=PA18&lpg=PA18&dq=Evolution+%26+Human+Origins+in+Indus+valley&source=bl&ots=7VbPi2qT6i&sig=deYXzfGE5jXxOwV6eBYU7goPKM&hl=en&sa=X#v=onepage&q=Evolution%20%26%20Human%20Origins%20in%20Indus%20valley&f=false

# سنڌو سڀيتا جي وارثن جي ٻولي ۽ لپي

دنيا جي پراڻين تهذيبن جي کنڊرن مان مليل لکتن مان ظاهر ٿئي ٿو ته شروعات ۾ انسان شڪليون ٺاهڻ سکيو ۽ انهن کي لکڻ جو طريقو ڪري استعمال ڪرڻ لڳو. اهو طريقو دنيا جي چند سڌريل تهذيبن سميت سنڌو ماٿر جي قديم آثارن مان به ملي ٿو. انهيءَ صورتخطيءَ ۾ هرهڪ اُچار يا آواز لاءِ جدا جدا مورت هئي ۽ انهن مورتن کي ڳنڍي اکر يا جملو ٺاهيو ويندو هو. فرض ڪريو ته جي لکڻو آهي ته ماڻهوءَ شينهن کي ماريو، ته انهيءَ حالت ۾ شينهن جي شڪل ڪڍي ماڻهوءَ کي سندس سامهون يا پويان بيهاريو ويندو هو ۽ ان جو ڀالو شينهن جي پيٽ ۾ آرپار ڏيکاريو ويندو هو. شينهن جي شڪل اهڙيءَ طرح ڏيکاربي هئي جڻ ته اهو سور ۾ پيڙا وچان مري رهيو آهي. ان قسم جي لکڻيءَ کي پڪٽوگراف

يعني تصويري رسم الخط چئبو آهي. جيڪڏهن انسان مصوري نه سکي ها ۽ اوائل ۾ شڪليون ڪڍڻ نه سکي ها ته هو لپي يا صورتخطي ايجاد نه ڪري سگهان. ان ڪري انسان لکڻ کان اڳ مصوري ڪرڻ سکي هئي. ان بعد ئي هن پنهنجي خيالن کي چٽڻ ۽ شڪلين رستي ظاهر ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن مان ئي اڳتي هلي صورتخطي وجود ۾ آئي.

سنڌ ۾ آمري مان مليل ٿانون جي تهه تي جيڪي چٽ چٽيل آهن، انهن چٽن ۾ لکت جا پڻ نشان ملن ٿا. اهي سادا نشان مخروطي نموني جا پيا لڳن. اهڙي لکت اسان کي آمريءَ جي هيٺين تهه کان وٺي آمريءَ جي شهري تمدن (موهن جي دڙي واري تهذيب) واري دور جي تهه تائين ملي ٿي. آمري ۾ ٿانون تي لکت جا ڪل 39 نمونا مليا آهن. جن مان ڪي موهن جي دڙي جي لکت سان واسطو ۽ مشابهت رکندڙ آهن.(1)

جنهن وقت دنيا جي ٻين ٻن وڏين تهذيبن ميسوپوٽيما ۾ ڪيونيفارم ۽ مصر ۾ هيروگلافڪ اسڪرپٽ موجود هئي. ان وقت سنڌو ماٿري ۾ تصويري رسم الخط رائج هئي، مارڪ ملر (MARK MILLER) موجب سنڌو سڀيتا جي شهري مرڪزن مان مهرن، تائٹن، پٿر جي ڦرهين ۽ ڌات جي ٽڪرن تي ان لکت جون 985 کان وڌيڪ نشانيون يا حرف مليا آهن. جيڪي اڃا سوڌو پڙهجي نه سگهيا آهن. (2) جنهن سبب هڪ صدي گذرڻ باوجود اها ڳجهارت سلهجي نه سگهي آهي ته سنڌو سڀيتا جا وارث ڪهڙي ٻولي ڳالهائيندا ها. سنڌو ماٿر جي ماڻهن پڪٽوگراف رسم الخط ايجاد ڪئي. اها ساڳي صورتخطي اولهه ايشيا ۾ هتان سنڌ مان وئي. ان رسم الخط کي اولهه ايشيا ۾ رائج ڪرڻ جو سهرو سميري ثقافت جي وارثن تي آهي. جن جا پڻ سنڌو ماٿر جي وارثن سان ويجها ۽ گهاٽا لاڳاپا هئا.

سنڌ ۾ قديم آثارن جي کوٽائي کان اڳ ماهرن وٽ اها راءِ موجود هئي ته تحرير جو فن سڀ کان پهريان دجله ۽ فرات وارن ايجاد ڪيو. ان بعد مصري تهذيب وارن ۽ پين سکيو. موهن جي دڙي جي کوٽائي کان اڳ ماهر ان راءِ جا هئا ته لکڻ جو هنر سادا پنج هزار سال پهريان عراق جي شهر اريڪ ۾ ايجاد ٿيو. اريڪ شهر جي کوٽائي 1924ع ۾ جرمن ماهرن ڪرائي ۽ اتان کين هڪ تصويري تحرير ملي. جيڪا 3500 ق-م ڌاري مٽيءَ جي هڪ تختيءَ تي لکيل هئي.

ڪجهه ماهرن جو خيال آهي ته ميسوپوٽيميا جي سمير تهذيب جي لپي موهن جي دڙي جي لپيءَ جهڙي آهي. ٻئي طرف ايشيا مائنر جي تيل رهف ۽ بوگزڪوئي مان جيڪا نهايت پراڻي هٽائيٽ تهذيب ملي آهي، اها ۽ اتان جي پراڻي هٽائيٽ لپي سنڌو تهذيب ۽ سنڌو لپيءَ جهڙي آهي.

ايجپٽ مان سر پيٽراءِ کي اتان جي پهرين انساني آباديءَ جون جيڪي شيون مليون آهن ۽ جيڪا انهن جي پراڻي لپي ملي آهي، سا به سنڌو لپي سان ڪافي حد تائين مشابهت رکندڙ آهي.

پئسفڪ سمنڊ جي نيڪرني ۽ ايسٽرڪيو مان ٿورا سال اڳ هڪ حيرت انگيز پراڻي لپي ۾ لکيل ليک مليا آهن. ان لپيءَ جي جاچ ڪندي معلوم ٿيو آهي ته اها سنڌو لپيءَ جي ئي ڏيءُ هئي. آڪسفورڊ يونيورسٽي جي پروفيسر ڊاڪٽر ايس لئنگڊن (S. Langdon) جهڙي ماهر ان بابت چيو آهي ته،"

موهن جي دڙي جي تهذيب وارا ماڻهو پراڻي زماني ۾ پئسفڪ سمنڊ ۾ آمدرفت ڪندا هئا ۽ اها انهن جي ئي لپي ۽ تهذيب آهي. جيڪا ايسٽرڪيو جي ڪنڊرن ۾ ملي آهي.“

آمريڪا جي پراڻن رهاڪن مايا ماڻهن جي لپي ۽ سنڌو لپيءَ ۾ ڪافي هڪ جهڙائي آهي ۽ ان مان اهو چئي سگهجي ٿو ته پراڻي سنڌي لپي ڪافي پري پري تائين پکڙي. سنڌي ماڻهو جيڪي بعد ۾ آمريڪا ۾ ڳاڙها هندستاني سڏجڻ لڳا، سي سنڌو ماٿر مان آمريڪا پهتا هئا ۽ اتي وڃي پنهنجي ٻوليءَ ۽ لپيءَ کي عام ڪيو هئائون.

سنڌو سڀيتا جي عروج واري دور ۾ ڪيترائي قبيلا سنڌ مان لڏپلاڻ ڪري ٻاهر ويا. ڪي پنجاب واري واٽ وٺي اتر هندستان ڏانهن پکڙڻ لڳا ته ڪي وري سرحد پار ڪري ايران ۽ ان جي آس پاس وارن ملڪن ۾ رهڻ لڳا. ڪي قبيلا سمنڊ رستي سمير، بابل، نينوا ۽ فونيشيا وڃي پهتا. ڪجهه ماهرن موجب فونيشين يا پڻي لوڪ سنڌو ماٿر جي رهواسين جي ٻڻ ٻڌياد مان هئا. هنن يورپي ٻولين جي آئيوٽا پنهنجي اصلوڪي مورتي لپيءَ مان پيدا ڪئي. هندستان ۾ وري ان مورتي لپيءَ مان برهمي رسم الخط پيدا ٿيو. ان ڳالهه تي هاڻي ٻوليءَ جا ماهر متفق آهن ته سمير جي مورتي لپيءَ جون ڪيتريون نشانيون سنڌي صورتخطيءَ جون نشانيون آهن. جن کي سميرين محض پنهنجي ٻوليءَ جا آواز ڏئي لکڻ شروع ڪيو. لينارڊ وولي چوي ٿو ته سميرين ماڻهو اوپر کان اچي فرات جي ڪناري تي آباد ٿيا. سميرين تهذيب تي تحقيق ڪندڙ آمريڪا جي مشهور آرڪيالاجسٽ نوحا ڪريمر جو به ساڳيو خيال آهي. هيروڊوٽس به ان خيال جو آهي ته فونيشين ماڻهو ايريٿرين سمنڊ يعني هندي سمنڊ جي ڪناري کان ٻيڙين ۾ چڙهي آيا هئا. انجيل مطابق حضرت نوح جو اولاد اوپر کان ”شنار“ (ببيلان) پهتو هو. اهي اوپر جا ماڻهو سنڌي ئي هئا. چاڪاڻ ته ان دور ۾ تهذيبي طرح سنڌي تمدن ئي اوپر ۾ ثابت ٿي سگهيو آهي. اهي سمورا قبيلا پنهنجي اصلوڪي زبان، صورتخطي، مهرن ۽ لکيتن جي صورت ۾ پاڻ سان کڻي ويا. وقت گذرڻ سان انهن ئي نشانين کي ڪتب آڻي، انهن کي نيون معنائون ۽ نوان اچار ڏئي نوان رسم الخط ايجاد ڪيا ويا. هنئي ٻولي ۾ ته نه رڳو نشانيون ساڳيون ملن ٿيون پر خود ڪيترا لفظ هوبهو سنڌيءَ جا ملن ٿا. جيڪي موهن جي دڙي جي زماني جا آهن. چاڪاڻ ته هنئي ٻولي موهن جي دڙي جي زماني کان اٽڪل 2500 ورهيه پوءِ جي آهي.

## سنڌو ماٿر جي لوڪن جي ٻولي

سنڌو سڀيتا جي وارثن جي ٻوليءَ بابت لساني ماهرن ۾ وڏا اختلاف موجود آهن. ان جو وڏو سبب موهن جي دڙي سميت ٻين قديم آثارن مان مليل لکتن جو پڙهجي نه سگهڻ آهي. سنڌو ماٿر جا ماڻهو وڏن دستاويزن لاءِ ڦرها، چمڙي ۽ ڪپڙي جا ٽڪرا ۽ ڪاٺ جون تختيون ڪم آڻيندا هئا، جيڪي وقت گذرڻ سان ڳري، سڙي ۽ مٽيءَ ۾ ملي ويا. ان ڪري ان دور جي ٻوليءَ ۽ لکت بابت انتهائي گهٽ ثابتيون مليون آهن. جيڪي به مهرون ۽ ٻوليءَ بابت ٻيون شهادتون مليون آهن، سي انتهائي گهٽ ۽ اڻ پوريون

آهن. ڪي تختيون ۽ مهرون پڇي پرزا پرزا ٿي ويون آهن، ته ڪن تي وري هڪ اڌ اکر مس لکيل مليو آهي.

## ڇا سنڌو سڀيتا جا وارث لکي پڙهي نه سگهندا هئا؟ هڪ مفروضو

ڪجهه ماهرن اها به دعوى ڪئي ته سنڌو ماٿري جي قديم آثارن مان مليل لکتن جا نمونا اصل ۾ ڪابه لکت يا ٻولي نه آهي. پر اهي محض ڪجهه غير لساني نشانيون آهن. انهن ماهرن ۾ رچرڊ اسپروٽ( Richard Sproat) ، مائيڪل وٽزل (Michael Witzel) ۽ سٽيو فارمر (Steve Farmer) شامل آهن. جن مرڳو ان ڳالهه کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو ته سنڌو سڀيتا جي وارثن وٽ ڪو لکت جو نظام موجود هو. سندن دعوى مطابق سنڌو ماٿري جا ماڻهو اڻ پڙهيل هيا. هنن وٽ لکت جو ڪوبه نظام موجود نه هو. (3) سندن چوڻ موجب ان ڪري هاڻي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي انهن نشانين (لکتن) کي رسم الخط قرار ڏيڻ بند ڪرڻ گهرجي. هنن ماهرن موجب سنڌو ماٿري جي قديم آثارن مان مليل نشانيون محض ڪن مذهبي، سياسي ۽ سماجي عملن ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ هيون. جن جو ڪنهن لساني ڪارج يا ٻولي يا يادگيريءَ سان ڪوبه لاڳاپو نه هيو. هنن ماهرن جي موجب سنڌو لکت جا ڪي به ڊگها متن نه مليا آهن. ان ڪري مليل نشان ڪنهن رسم الخط جي نمائندگي نه ٿا ڪن. سندن چوڻ آهي ته هاڻي ان مفروضي کي رد ڪرڻ گهرجي ته دنيا جي پهرين الفابيٽ سنڌو ماٿري ۾ ايجاد ٿي.

قديم لکتن تي اڀياس ڪندڙ هڪ نامياري ماهر آسڪو پرپولا (Asko Parpola) سٽيو فارمر، رچرڊ اسپروٽ ۽ مائيڪل وٽزل جي ان ٿيوري کي رد ڪيو آهي ته سنڌو ماٿري جي رهواسين وٽ لکت جو ڪو نظام موجود نه هيو. سندن چوڻ آهي ته آئون انهي راءِ جو آهيان ته سنڌو سڀيتا جي وارثن وٽ لکت جو هڪ نظام هو. محض ننڍين تحريرن ملڻ جي آڌار تي انهن کي لکت جو درجو نه ڏيڻ ڪنهن به طرح عقلي دليل نه آهي. جيتوڻيڪ سنڌو متن سراسري ڏيگهه ۾ پنجن نشانين تي مشتمل آهي. اها خوبي ننڍڙن اسم وارن فقرن جي اظهار ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. اسان محض مهرن ۽ ٻين محفوظ ٿيل شين تي مڪمل جملن جي توقع ڪري نه ٿا سگهون. پوءِ به ليک اسمي فقرا، ٻوليءَ تي ٻيٺل رسم الخط جي ساک ڀرين ٿا. (4) سندس موجب مصري رسم الخط به ننڍين نشانين تي مشتمل هئي. انهن ۾ اڪثر ڪري ٻه يا ٽي نشانيون هيون، جنهن کي رسم الخط جو رتبو مليو. آسڪو پرپولا سٽيو فارمر، رچرڊ اسپروٽ ۽ مائيڪل وٽزل جي سنڌو ماٿري جي قديم آثارن مان لکڻ جو سامان برش، قلم وغيره نه ملڻ کي بنياد بڻائي سنڌو لکت کان انڪار ڪرڻ واري خيال کي رد ڪندي چيو آهي ته اهي شيون ممڪن آهي ته موجود رهيون هجن، جيڪي بعد ۾ ڳري سڙي فنا ٿي ويون هجن. هڙاپا وارين ٿانون تي چٽيل سنڌو متن مان اسان کي خبر پوي ٿي ته سنڌو لوڪ لکڻ لاءِ برش استعمال ڪندا هئا. سرڪوٽاڊا ۽ بالا ڪوٽ مان مليل چوڙين ۽ ٻئي سامان مان به برش استعمال ٿيڻ جون شاهديون ملن ٿيون. جيڪي برش بعد ۾ محفوظ نه رهيا هوندا. اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته ميسوپوٽيميا جهڙي پڙهيل لکيل تهذيب سان لهه وچڙ ۾

رهندڙ سنڌو جي واپارين ۽ شاهوڪار طبقي پنهنجو ڪو لکت جو نظام نه جوڙيو هجي. ماهر ان راءِ جا آهن ته سنڌو ماٿري جي رهواسين ضرور ڊگهيون تحريرون به لکيون هونديون، جيڪي ڪپڙي، چمڙي ۽ ڪن اهڙين ٻين شين تي لکيون ويون هونديون، جيڪي محفوظ رهي نه سگهيون. صرف اهي لکتون ئي محفوظ رهي سگهيون، جيڪي مهرن ۽ ٺڪر جي ٿانون تي موجود هيون. آسڪو پرپولا موجب سنڌو لکت جون نشانيون فقط ڪنهن هڪ قديم ماڳ مان نه مليون آهن، پر اهي وسيع ايراضي تي ڦهليل هن سپيتا جي ڪيترن ئي ماڳن تان مليون آهن. انهن لکتن ۾ هڪ جهڙائي موجود آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته انهن نشانين ۾ ڪو مفهوم ۽ معنى هوندي، انهن لکتن کي استعمال ڪري پري پري رهندڙ ماڻهو واپار يا ملڪي نظام لاءِ استعمال ڪندا هوندا. (5) جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌو لکت سموري ماٿري ۾ هڪ جهڙي رائج هئي. آسڪو پرپولا موجب جيڪڏهن اهي لکت جون نشانيون نه هيون ته اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته مختلف علائقن جا ماڻهو هڪ ئي وقت اهڙيون نشانيون استعمال ڪندا هجن.

مشهور آرڪيالاجي ماهر ماسيمو وڊيل (Massimo Vidale) به سنڌو ماٿري جي لکت جي وجود کان انڪار ڪندڙ ماهرن سٽيو فارمر، رچرڊ اسپروٽ ۽ مائيڪل وٽزل جي ان ٿيوري کي رد ڪيو آهي. ماسيمو وڊيل موجب فارمر ۽ سندس ساٿين جو نظريو مفروضن ۽ هوائي ڳالهين تي ٻڌل آهي (6) هن پنهنجي تحقيق ذريعي ثابت ڪيو ته سنڌو سپيتا جي وارثن وٽ لکت جو هڪ نظام موجود هو.

سٽيو فارمر، رچرڊ اسپروٽ ۽ مائيڪل وٽزل جي ان ٿيوري جو رد پارتي تامل ٻولي جي لساني ماهر مهاديون به تحقيق ذريعي ڏنو ۽ سندن ان دليل کي رد ڪيو ته سنڌو ماٿري جا ماڻهو اڻ پڙهيل هئا يا لکڻ نه ڄاڻندا هئا. مهاديون سنڌو لکت بابت فارمر ۽ سندس ساٿين جي ان بحث کي هڪ اجايو بحث قرار ڏنو آهي. مهاديون ان معاملي تي پنهنجي جوابي مقالي ۾ چوي ٿو ته قديم آثارن ۽ لسانيات جا تمام مضبوط ثبوت اهڙا موجود آهن، جيڪي ڏيکاري سگهن ٿا ته سنڌو رسم الخط هڪ تحريري سرشتو آهي. جنهن ۾ هڪ خطي جي ٻولي موجود آهي. جيتوڻيڪ هو ان ٻولي بابت گهڻو امڪان اهو ڏيکاري ٿو ته اها دراوڙي آهي. (7)

موهن جي دڙي جي کوٽائي بعد قديم آثارن جي مختلف ماهرن اتان مليل لکتن کي پڙهڻ يا سمجهڻ کان اڳ ئي مفروضي تحت سنڌي ٻولي جو واسطو مختلف ٻولين يا انهن جي شاخن سان منسوب ڪري ڇڏيو. جنهن جو ڪوبه علمي ۽ عقلي جواز موجود نه هو. ڪن ماهرن ان کي سامي صفت جي ٻولين جي شاخ قرار ڏئي ڇڏيو ته ڪن وري ان کي سنسڪرت جي ڌيءَ قرار ڏيڻ ۾ ڪابه جهجهڪ محسوس نه ڪئي.

يورپ جا محقق ۽ لساني ماهر جڏهن هندستان آيا ته هنن پهريان سنسڪرت جو مطالعو ڪيو، بعد ۾ پنهنجي محدود مطالعي جي آڌار تي هتان جي ٻين ٻولين کي سنسڪرت ٻوليءَ جون شاخون ظاهر ڪيو. هنن کي جنهن به ٻوليءَ جي سنسڪرت سان ٿوري به مشابهت نظر ٿي آئي ته تڪڙ ۾ اها راءِ پئي قائم ڪين ته اها ٻولي پڻ سنسڪرت جي پيٽ يا ڌيءُ آهي. تامل، تيلگو ۽ ڪناڙي ۾ سنڌي ٻوليءَ جون ڪجهه خاصيتون ڏسي ڏکو هنين ته سنڌي ٻولي انهن ٻولين جي گروپ مان جڙي راس ٿي ۽ اهي

دراوڙي ٻوليون آهن. يا وري سنسڪرت ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪافي هڪجهڙائي ڏسي سنڌي زبان کي سنسڪرت ڄائي ٿي سمجهين. پر اصل ۾ ائين ڪونه هو. ان جو ڪوبه ثبوت موجود نه هو. تامل تيلگو ۽ ڪناڙي ٻولين جي وارثن جون تهذيبون ايتريون قديم نه آهن، سندن تهذيبون سنڌو سڀيتا جي پيٽ ۾ ٻارڙيون لڳن ٿيون.

موهن جي دڙي، هڙاپا ۽ سنڌو ماٿر جي ٻين قديم آثارن جي کوٽائي بعد نين لکتن جي ملڻ ۽ وقت بوقت نوان انڪشاف يورپي ماهرن جي انهن نظرين کي رد ڪندا رهيا ۽ ماهر وقت بوقت پنهنجي خيالن ۾ تبديليون آڻيندا رهيا. پر هڪ اهڙو به ٽولو هيو، جيڪو هرويرو مذهبي ڪٽرپڻيءَ ۽ هٺ ڌرميءَ ڪري زوريءَ پنهنجي راءِ تي ٻڌ هٺي ويهي رهيو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي هتان جي اصل نج ٻولي مڃڻ کان انڪار ڪندو رهيو. ان ٽولي ۾ ڪٽر هندو، سنڌي زبان کي سنسڪرت ۽ ٻين دراوڙي نسل جي ٻولين مان نڪتل ٻولي سمجهڻ لڳا ۽ ٻيا وري ڪٽر مسلمان هرويرو سنڌي زبان جو واسطو عربي ۽ سامي نسل جي ٻولين سان ڳنڍڻ لاءِ جتن ڪرڻ لڳا. جڏهن ته ڪجهه تامل ٻولي ماهر نسلي ۽ قومي تعصب جي بنياد تي سنڌو سڀيتا جي ٻولي کي تامل دراوڙي قرار ڏيڻ لاءِ نهن چوٽيءَ جو زور لڳائڻ لڳا.

سنڌو ماٿري جي ٻولي تي تحقيق ڪندڙ ماهرن وٽ هن ٻولي بابت مختلف خيال موجود آهن. هيل تائين ان بابت پنج موقف سامهون اچي چڪا آهن.

سنڌي ٻولي جي حسب نسب بابت پهريون موقف ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ قائم ڪيو. جنهن موجب سنڌي ٻولي سنسڪرت زبان جي ورچڊا اپڀرنش مان ڦٽي نڪتي. ٽرمپ لڳ ڀڳ ڏيڍ سو سال اڳ اهو نظريو ڏنو. جنهن کي اڳتي هلي ٻولي ماهرن جي وڏي گروهه تحقيق بعد تسليم نه ڪيو. سنڌي زبان کي سنسڪرت ٻوليءَ مان نڪتل ڏيکارڻ واري گروپ جو اڳواڻ گريئرسن صاحب هو. سندس ان نظرئي کي سنڌ ۾ وڌيڪ مشتهر ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻي پنهنجي ٻن ڪتابن ذريعي ڪيو. هن ان ڳالهه کي هٿي وٺائي ته سنڌي زبان هند آريائي زبانن جي شمالي مغربي گروهه سان تعلق رکي ٿي ۽ ورچڊا اپڀرنش پراڪرت سان هن جو سڌو تعلق آهي.

سنڌي ٻولي بابت ٻيو موقف سنڌ جي عالم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو سامهون آيو. جنهن سنڌي ٻولي کي سنڌو ماٿري جي قديم انڊو آرين پري سنسڪرت زبان قرار ڏنو.

سنڌي ٻولي بابت ٽيون موقف ايم ڪي جيٽلي جو سامهون آيو. سندس موجب سنڌي ٻولي ڪنهن پراڻي انڊو آرين ٻولين جي نسل مان آهي.

چوٿون موقف سنڌي ٻولي جي ماهر سراج الحق ميمڻ جو سامهون آيو، جنهن سنڌي ٻولي کي سنڌو ماٿري جي اصلوڪي زبان قرار ڏنو ۽ سنسڪرت کي سنڌي ٻولي مان ڦٽل ڏيکاري، ان کي سنڌي ٻولي جي ڌيءُ قرار ڏنو.

پنجون موقف ڊاڪٽر غلام علي الانا جو سامهون آيو، جنهن جو چوڻ هو ته سنڌي ٻولي جون پاڙون سنڌو ماٿري جي سپيتا ۾ کتل آهن، سنڌي ٻولي ڪنهن ٻي ٻولي مان جنم نه ورتو آهي، پر اها سنڌو ماٿري جي ماڻهن جي پنهنجي اصلوڪي ٻولي آهي. (8)

موهن جي دڙي ۾ هڙاپا مان اٽڪل 800 کن مهرون ۽ ٽائيٽ لڌا آهن. جن تي شڪليون، تصويرون ۽ نشانيون اُڪريل آهن. انهن مان مکيه نشانيون ۽ سڃاڻپ ۾ اينڊڙ 400 کن ملن ٿيون. اها ان وقت جي سنڌي لپي هئي.(9) ڊاڪٽر جي آر هنٽر، مئڪي، سڊني سمٿ، سي جي گڏ تحقيق بعد اهو نظريو قائم ڪيو آهي ته برهمي رسم الخط موهن جي دڙي جي سنڌي لپي مان ڦٽي نڪتي. هنٽر ان خيال جو آهي ته برهمي، سبائين، صفائين، سائپريٽ (قبرص ملڪ) ۽ فونيشين رسم الخط، سنڌي رسم الخط مان ئي اپريا ۽ اسريا.(10) ڊاڪٽر هنٽر ته ان حد تائين خيال ڏيکاريو آهي ته ممڪن آهي ته ان وقت سنڌين کي ايراني نار تائين سامونڊي آمدرفت ۽ جهاز رانيءَ ۾ هڪ هٿي حاصل هئي. اها حقيقت انجيل ۾ ذڪر ٿيل هرم بادشاهه ۽ سليمان عليه سلام جي وچ ۾ ٿيل معاهدي جي روايت کي ثابت ڪري ٿي. جنهن معاهدي مطابق فونيشين (سنڌين) لوڪن کي ايزئنجبر ۾ بيڙڪ قائم ڪرڻ جي اجازت ملي هئي.

ڪوپن هيگن (فنلينڊ) جي چئن سائنسدانن آسڪو پرپولا، سپو ڪوسڪينيامي، سيمو پارپولا ۽ پنيٽي الٿو 1970ع جي ڏهاڪي ۾ دعوى ڪئي آهي ته هنن موهن جي دڙي جي قديم رسم الخط پڙهي ۽ سمجهي ورتو آهي. هنن موهن جي دڙي جي رسم الخط کي دراوڙي قرار ڏنو آهي. هنن اها راءِ ان بنياد تي قائم ڪئي آهي، چاڪاڻ ته سنڌي ٻوليءَ جا لفظ دراوڙي ٻولين ۾ موجود آهن. پر اهي ماهر ان حقيقت کي ويجهو نه پهچي سگهيا آهن ته اصل ۾ دراوڙي ٻولين تي آڳاٽي سنڌي ٻوليءَ جو اثر هو ۽ موهن جي دڙي جي ٻولي دراوڙي نه پر آڳاٽي سنڌي ٻولي هئي.

ڊاڪٽر پرپولا، سيموئل پرپولا ۽ روس جي ٻين عالمن ڪمپيوٽر ذريعي موهن جي دڙي جي قديم لکت کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي جي دعوى ڪئي آهي. هنن موجب ”موهن جي دڙي واري ٻولي، دراوڙي ٻولين جي ماءُ آهي. جنهن مان اهي دراوڙي ٻوليون ڦٽي نڪتيون.“(11) هنن ماهرن موهن جي دڙي مان مليل ڪن مهرن جون پڙهڻيون به ڏنيون آهن.

فنلينڊ جي ٻولي ماهر آسڪو پرپولا پنهنجي نتيجن جي آڌار تي سنڌو لکت جو لاڳاپو دراوڙي زبان سان ظاهر ڪيو آهي. آسڪو پرپولا سنڌو لکتن کي پڙهڻ جي لڳاتار ڪوشش ڪندڙ ماهرن ۾ وڏو نالو آهي. سندس چوڻ آهي ته سنڌو ماٿري جي جيڪا رسم الخط آهي، ان جو تعلق دراوڙي خاندان جي ڪنهن ٻولي سان آهي. (12) هن سنڌو لکت کي پڙهڻ جي ڪوشش دوران دراوڙي ٻولين کي بنياد بنايو. جنهن سبب پاڻ وڏين ڪوششن باوجود سنڌو لکت کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري نه سگهيو. ساڳي طرح آسڪو پرپولا وانگر سنڌو لکت جو دراوڙي نظريو رکندڙ ٻيو ماهر اروٿم مهاديون (IRAVATHAM MAHADEVAN) آهي. هن تامل نسل سان واسطو رکندڙ پارتي ماهر تامل ۽ برهمي لکتن تي ڪافي ڪم ڪيو ۽ قديم تامل ۽ برهمي لپين جي اڀياس (پاڇ) ۾ ڪامياب ويو. جنهن بعد مهاديون سنڌو لکت کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي. پر هن به آسڪو پرپولا وانگر سنڌو لکت جو بنياد تامل ۽ برهمي ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. (13) جنهن سبب ڪيس هي قديم سنڌو لکت پڙهڻ ۾ اڃا سوڌو ڪاميابي نصيب نه ٿي

آهي. آسڪو پرپولا ۽ اروٿم مهاديون طرفان سنڌو لکت کي پڙهڻ جون ڪوششون جاري آهن. خاص ڪري آسڪو پرپولا سنڌو لکت پڙهڻ لاءِ ايترو ته بنيادي ڪم ڪيو آهي، جو بقول اروٿم مهاديون هو ڪنهن به وقت ان ۾ ڪامياب ٿي سگهي ٿو. اروٿم مهاديون ان ڳالهه جي به نفي ڪري ٿو ته تامل نادو جا ماڻهو سنڌو سڀيتا جا وارث آهن. اروٿم مهاديون پاڻ به ان خيال جو آهي ته اڄ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي واري علائقي ۾ رهندڙ ماڻهو ئي ان تهذيب جا اصل وارث آهن. سندن ٻولي ۽ ثقافت ۾ صديون گذرڻ بعد فرق ضرور آيو هوندو.

يونيورسٽي آف واشنگٽن سيٽل آمريڪا جي ڪمپيوٽر سائنس ۽ لسانيات جي پارٽي ماهر راجيش رائو ( Rajesh P. N. Rao) به سنڌو لکت تي ڪمپيوٽر ذريعي تحقيق ڪري، نتيجا حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. راجيش رائو ۽ سندس ساٿين (14) جو تعلق ڀارت جي ڏکڻ ۾ دراوڙي ٻوليون ڳالهائيندڙ خطي سان آهي. هنن سنڌو لکت کي دراوڙي پسمنظر ۾ پرکڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. سندن تحقيق ۾ هندو مذهب ۽ نسلي برتري جي عنصر کي نظرانداز ڪري نه ٿو سگهجي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌو لکت تي سندن تحقيق دراوڙي نقطي جي چوڌاري ڦرندي رهي. (15) راجيش رائو ۽ سندس ساٿين موجب سنڌو رسم الخط اٽڪل 2600 – 1900 ق م ۾ ڏکڻ ايشيا ۾ سنڌو سڀيتا جي اندر وڌيو ۽ ويجهيو. انهيءَ سڀيتا پنهنجي پٺيان اندازن 4 هزار لکتون، مهرن، ننڍڙين ٽڪين، ٺڪر جي ٿانون، پٿر جي ٿانون، ٽامي جي ٿانون، اوزارن، هٿيارن ۽ ڪاٺ تي لکيل ڇڏيون آهن. موجوده لکتون نسبتن ننڍيون آهن ۽ سندن سراسري ڊيگهه 5 نشانين جيتري آهي، ۽ ڪنهن هڪ سطح تي ڊگهي ۾ ڊگهي لکت 17 نشانين تي مشتمل آهي. هن رسم الخط ۾ نشانين جو ڪُل تعداد اٽڪل 400 کن آهن. (16)

## سنڌ سڀيتا جي ٻولي ۽ لکت بابت مولانا ابو جلال ندويءِ جي دعوی

پاڪستان ۾ مولانا ابو جلال ندويءِ به سنڌو سڀيتا جي ٻولي ۽ لکت تي تحقيق ڪرڻ جي دعوی ڪئي آهي. هن پنهنجي هڪ مضمون ”قديم سنڌي نوشتي“ ۾ اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته سنڌو ماٿري جي سڀيتا يعني موهن جي دڙي مان مليل ٻولي ۽ لکت دراصل عبراني ۽ عربي جو بنياد آهي. هن اها به دعوی ڪئي هئي ته هو موهن جي دڙي جون ڪي مهرون پڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي. مولانا ندوي سنڌي تهذيب، تمدن ۽ رسم الخط کي عربي زبان جي تناظر ۾ پڙهڻ، پرکڻ ۽ جاچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن پنهنجي هڪ ٻئي مضمون ”فن ڪتابت“ ۾ لکت جو قديم دور کان جائزو ورتو آهي. هن اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته ” سنڌي رسم الخط هاڻي تائين جي معلومات جي حد تائين دنيا جو قديم رسم الخط آهي. هيءُ رسم الخط پهرين شڪلي هوندو هو. تصويرن جي ذريعي خيالن کي قلمبند ڪيو ويندو هو. سنڌ وارن تصويري لکت کي غير شڪلي ٻلڪ ابجدي ڪري ڇڏيو.“

مولانا ابو جلال ندوي جي تحقيق جو بنيادي مرڪز عربي ۽ عبراني علم ۽ ادب سان وابسته آهي. هو لکي ٿو ته ”2650 ق م کان 2150 ق م تائين سنڌ ۽ عراق جي وچ ۾ آمدرفت رهي آهي. اهو زمانو

عراق جي اندر سميري ۽ سامي تهذيبن جي عروج جو زمانو هو. انهن ڏينهن ۾ عراق ۾ به زبانون هڪ ”ايسمي نها“، يعني مردانا زبان توراني زبان جهڙي هئي، جيڪي سميري ڳالهائيندا هئا. ٻي زبان ”ايمي سل“ يعني زناني زبان هئي، جيڪا سميري عورتون ۽ سامي ماڻهو ڳالهائيندا هئا. اها زبان عربي، عبراني ۽ حبشي جي هم نسل، پر توراني آميز هئي. مولانا ابو جلال ندوي اهو نتيجو اخذ ڪيو آهي ته سنڌ سپيتا جي وارثن جو انهن ٻنهي زبانن سان واسطو هو. هو انهن ٻنهي کي نه سهي، پر هڪ زبان کي ضرور ڄاڻندا هئا. ان امڪان کي به رد ڪري نه ٿو سگهجي ته سنڌ ۾ ان مان ڪا هڪ زبان ڳالهائجندي ۽ لکي ويندي هئي.“

ابو جلال ندوي پنهنجي تحقيق ذريعي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌو ماٿري جي ماڻهن جي زبان ۽ لکت اصل ۾ مقامي نه هئي پر، اها چار يا پنج هزار سال پراڻي عربي زبان آهي. هن مذهب اسلام ۽ موجوده پاڪستان سان محبت جي بنياد تي سنڌو سپيتا جي ٻولي ۽ لکت کي بنا ڪنهن ثبوت جي عربي ۽ اردو سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن پاڻ هڪ مضمون ۾ اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته ”سنڌ ماٿري جي زبان جي تحرير نه سنسڪرت آهي ۽ نه وري دراوڙي، پر اصل ۾ اها عربي زبان آهي.“ هن هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي لکتن جي سلسلي کي اردو ابجدن سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ابو جلال ندوي اصل ۾ مذهب جي اثر هيٺ سنڌو سپيتا جي ٻولي ۽ لپي کي زبردستي سامي تهذيب سان ۽ عرب دنيا سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جنهن جا ڪي به عقلي ۽ سائنسي بنياد موجود ناهن. جيڪڏهن سنڌو لکت ۽ ٻولي جو واسطو سامي تهذيب سان هو ۽ هن پري پاڳي ترقي يافتا سنڌو ماٿري جا ماڻهو ان وقت سامي تمدن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جي ٻولي ڳالهائيندا هئا ته پوءِ سميري تهذيب مان مليل لکتن ۽ موهن جي دڙي مان مليل لکتن ۾ هڪ جهڙائي موجود ڇو نه آهي. سميري تهذيب جي لکت ۽ سنڌ لکت ساڳي هئي ته پوءِ سميري لکت پڙهجي سگهي آهي پر سنڌو لکت ان سان هڪ جهڙائي رکڻ باوجود ڇو اڃا تائين پڙهجي نه سگهي آهي. اصل ۾ مولانا ندوي جي تحقيق جو بنياد علمي، عقلي ۽ سائنسي بنيادن تي رکيل نه آهي پر هن مذهب جي اثر هيٺ بنا ڪنهن ثبوت جي موهن جي دڙي جي زبان کي عربي زبان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هڪ هنڌ تي مذهب سان محبت جي بنياد تي سموري جديد تحقيق ۽ نتيجن کي پاسي تي ڦٽو ڪندي اها دعوى به ڪئي آهي ته وادي سنڌ جا ماڻهو دين حنيف جي مڃڻ وارا هئا ۽ ملت ابراهيم سان تعلق رکندا هئا. ان ڪري مولانا ندوي جي سنڌو لکت ۽ ٻولي تي ٿيل تحقيق جي ڪي به علمي، عقلي ۽ سائنسي بنياد نه آهن. (17) ڊاڪٽر اين بي بلوچ ۽ ابوالجلال ندوي ان ڳالهه تي زور ڏنو ته سنڌي سنسڪرت زبان نه آهي، ابو الجلال ندوي جي چوڻ موجب سنڌي سنسڪرت ۽ تامل سان ڪوبه تعلق نه ٿي رکي. (18)

پاڪستان جو ناميارو آرڪيالاجي ماهر پروفيسر داني به ان نظرئي جو آهي ته سنڌو سپيتا جي وارثن جي ٻولي دراوڙي نه هئي. ڇاڪاڻ جو اڄ جي ڏکڻ هندستان ۽ آڳاٽي سنڌو ماٿري جي وچ ۾ وڏو فاصلو آهي. ڏکڻ هندستان ۽ قديم سنڌو ماٿري ۾ ثقافتي تسلسل جا به ڪي مثال موجود ناهن. ساڳي ڳالهه پارتي ماهر مهاديون به ڪري ٿو ته سنڌو ماٿري ۽ هيڏو پري دراوڙي ڏکڻ ۾ سڌو رشتو ممڪن ڪونهي. ڇو

ته وچ ۾ ايڏي وڏي فاصلي ۽ وقت جي وٿي آهي. اٽڪل 2000 سال ۽ 2000 ميل جي دوري آهي. (19) پاڪستان جي مشهور آرڪيالاجسٽ پروفيسر احمد حسين داني موجب سنڌو سڀيتا جا خالق دراوڙ نه هئا. هن انڊيا جي آرڪيالاجسٽن اسوڪا پارپولا ۽ پروفيسر مهاديون ۽ روسي محققن جي ان نظرئي کي رد ڪيو آهي ته موهن جي دڙي جا وارث دراوڙ هئا، ان بابت هن پنهنجي انٽرويو ۾ چيو آهي ته سنڌو سڀيتا جي ماڳن تي ٿيل تحقيقي مان ان ڳالهه جو ڪوبه ثبوت نه مليو آهي ته موهن جي دڙي جي تهذيب جا وارث دراوڙ هئا، جيڪڏهن دراوڙ سنڌو تهذيب جا خالق هئا ۽ هن ماٿري مان ئي لڏپلاڻ ڪري ڏکڻ هندستان ويا هئا ته پوءِ اتان هن وقت تائين موهن جي دڙي جي تهذيب جا آثار ڇو نه مليا آهن. جڏهن ته سنڌ تهذيب جا آثار گجرات، ملبار ۽ سنڌو ماٿري جي پر وارن ٻين خطن مان مليا آهن. پر دراوڙي ٻولي ڳالهائيندڙن جي خطي ڏکڻ هندستان مان ڪو هڪ به اهڙو آثار نه مليو آهي، جيڪو سنڌو سڀيتا سان هڪجهڙائي رکندڙ هجي يا ان دور جو هجي. (20)

سنڌ ۾ سنڌو لکت تي ڪم ڪندڙ هڪ ماهر سراج الحق ميمڻ موجب موهن جي دڙي ۽ سنڌو ماٿري جي ٻين وسندين مان مليل لکتون سنڌي ٻوليءَ جون آهن. سنڌي ٻولي سنڌو ماٿريءَ جي اصلوڪي ٻولي آهي. اها ڪٿان ٻاهران نه آئي هئي ۽ نه وري ڪنهن ٻي ٻولي مان ڦٽي نڪتي هئي. هن پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻولي“ ۾ اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته جيئن ته سنڌو ماٿري جي سڀيتا تمام گهڻي قديم آهي، ان ڪري ان جي ٻولي به سڀني ٻولين کان قديم هوندي. جنهن مان پوءِ ٻيون ٻوليون ڦٽي نڪتيون هونديون. سراج ميمڻ پروٽو سنڌي کي پروٽو دراوڙي، پروٽو آريائي ۽ هن خطي جي ٻين قديم ٻولين جي ماءُ قرار ڏئي ٿو. (21)

ساڳي طرح سنڌ جو هڪ ٻيو لسانياتي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا به سنڌي ٻوليءَ کي هتان جي اصلوڪي ٻولي قرار ڏئي ٿو. جنهن کي هو ”سنڌوئي“ جو نالو ڏئي ٿو. ڊاڪٽر الانا جي سنڌي ٻولي بابت اها راءِ آهي ته جيئن ته 5 هزار سال پراڻي سنڌي ڪلچر ۽ سڀيتا جو تسلسل اڄ به سنڌ ۾ موجود آهي. ته ٻولي ۾ به ساڳيو تسلسل هوندو. (22) ان ڪري ضروري آهي ته سنڌو سڀيتا جي وارثن جي ان ٻولي ۾ لکتن کي ان پسمنظر ۾ پڙهڻ گهرجي. (23) ساڳي طرح سنڌ جي هڪ ٻئي ماهر ايم ايڇ پنهور جي به اها راءِ آهي ته سنڌ ۾ هن وقت جيڪا ٻولي ڳالهائجي ٿي، اها پروٽو انڊين يعني آڳاٽي هند جي ٻولي هئي ۽ دراوڙن سان ان جو تعلق گهڻو آڳاٽو ڇڇي ڇڪو هو ۽ ٻولي ڪنهن به صورت ۾ دراوڙي ٿي نه ٿي سگهي. ان ڪري سنڌو لکتن کي دراوڙي کي بنياد قرار ڏئي پڙهڻ (Decipherment) جي ڪابه ڪوشش ڪامياب ٿي نه ٿي سگهي.

ٻوليءَ جا ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته پراڻي (پروٽو) سنڌي ٻولي ئي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي ٻولي هئي. سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون موهن جي دڙي واري سڀيتا ۾ کتل آهن. پروٽو سنڌي ٻوليءَ جون خاصيتون هندستان جي ٻين ٻولين ۾ هجڻ ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته انهن ٻولين جو اصل بڻ بڻياد پروٽو سنڌي هئي. بابل ۽ ميسوپوٽيميا ۾ سنڌي ٻوليءَ جون نشانيون ملڻ مان اها ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته سنڌو ماٿر جي ترقي يافته تهذيب جي وارثن واپار سانگي اتي پهچڻ بعد پنهنجي ٻوليءَ جو انهن ديسن ۾ ڦهلاءُ ڪيو. جنهن ڪري بابل ۽ ميسوپوٽيميا جي قديم آثارن مان ٻولي بابت مليل باقيات جو موهن جي دڙي

جي ٻولي سان هڪجهڙائي ان جو ثبوت آهي. ماهرن اهو ثابت ڪيو آهي ته مکيه دراوڙي ٻوليون تامل، تيلگو ۽ ڪناڙي اصل پروٽو سنڌي ٻوليءَ مان ڦٽي نڪتيون آهن. جڏهن ته سنسڪرت جي پيٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ گهڻي پراڻي آهي.

سنڌو لپي کي پڙهڻ لاءِ جاکوڙ ڪندڙ ماهرن مان ڪجهه هن لکت کي هند آريائي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش پيا ڪن ۽ سنڌو لکت کي سنسڪرت، دراوڙي يا براهمي لکت سان پيڙي ويدڪ پيا ثابت ڪن ته ٻيا وري ان جي پروٽو دراوڙي هئڻ جو يقين ڪري ان کي تامل ۽ تيلگو ٻولين کي اڳيان رکي پڙهڻ ۽ سمجهڻ طرف پنهنجون توانايون استعمال ڪري رهيا آهن. ساڳي طرح ماهرن جو هڪ گروپ وري سنڌو لکت کي سامي صفت جي ٻولي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪري. سنڌو ماٿري جي لپي کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪندڙ لسانياتي ماهرن پنهنجي اڳيان هن ماٿري کان هزارين ميل پري موجود زبانن کي اڳيان رکي سنڌو لکت کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر اصل ۾ سنڌو لکت جون پاڙون ان ئي ماٿري جي زبانن ۾ ڳولڻ گهرجن، جتي اها عظيم تهذيب اسري ۽ نسري هئي. پراڻي لکت جي باقيات سنڌو ماٿري کان هزارين ڪوهه پري نه پر ان ئي خطي ۾ ملي سگهي ٿي، جتي اها هزارين سال اڳ لکي وئي هئي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سنڌو لکت کي پڙهڻ جي ڪوشش وقت موجوده سنڌي ٻولي سميت هن ماٿري ۾ هن وقت موجود ٻين ٻولين سرائيڪي، پنجابي، ڪشميري ۽ ٻين ٻولين کي اڳيان رکي اها ڳجهارت پجڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

حوالا ۽سمجهاڻيون


1. سراج الحق، آمري، ماهوار نئين زندگي ڪراچي، مارچ اپريل 1966ع

See Also: J.G. Shaffer and B.K. Thapar, PRE-INDUS AND EARLY INDUS CULTURES OF PAKISTAN AND INDIA, PART ONE (J. G. SHAFFER), ISBN 978-92-3-102719-2

See Also: Richard F. S. Starr, Indus Valley Painted Pottery, The American Journal of Semitic Languages and Literatures, Vol. 58, No. 4 (Oct., 1941), pp. 421-426

2. MARK MILLER, Decoding the mysterious ancient Indus Valley script will shed light on powerful ancient civilization,

Ref: http://www.ancient-origins.net/artifacts-ancient-writings/decoding-mysterious-ancient-indus-valley-script-will-shed-light-powerful-020582#ixzz3zCyIdqDz

3. Steve Farmer, Richard Sproat and Michael Witzel, The Collapse of the Indus Script thesis: The myth of a literate Harappan Civilization, Ref: www.ejvs.laurasianacademy.com or http://www.safarmer.com/fsw2.pdf

وڌيڪ ڏسو: ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

4. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

5. Asko Parpola, Is the Indus script indeed not a writing system?

https://www.harappa.com/content/indus-script-indeed-not-writing-system

See also: Asko Parpola, Deciphering the Indus Script, https://www.harappa.com/script/parpola15.html

See also: Asko PARPOLA, Study of the Indus Script (Special Lecture), Paper read at the 50th ICES Tokyo Session on 19 May 2005 in Tokyo.

6. Massimo Vidale, The Collapse Melts Down: A Reply to Farmer, Sproat & Witzel, East and West, Vol. 57, No. 1/4 (December 2007), pp. 333-366

7. IRAVATHAM MAHADEVAN, The Indus 'non-script' is a non-issue, http://www.thehindu.com/todays-paper/tp-features/tp-sundaymagazine/the-indus-nonscript-is-a-nonissue/article661496.ece

8. Allana, Dr. Ghulam Ali, SINDHI LANGUAGE & LITERATURE AT A GLANCE, Sindhi Language Authority, Hyderabad, Sindh. 2009

9. سنڌي ٻولي، ص-122

10. Hunter, "Script of Harapa and Mohenjo Daro", P-22

11. The Daily Dawn, Karachi, Sunday, July 20th, 1969, P-17

12. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

13. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

See Also: https://www.harappa.com/script/mahadevantext14.html

14. Rajesh P. N. Rao, Nisha Yadav, Mayank N. Vahia, Hrishikesh Joglekar,

R. Adhikari, and Iravatham Mahadevan.

15. Rajesh P. N. Rao, Nisha Yadav, Mayank N. Vahia, Hrishikesh Joglekar,

R. Adhikari, and Iravatham Mahadevan, Entropy, the Indus Script, and Language:

A Reply to R. Sproat, https://homes.cs.washington.edu/~rao/IndusCompLing.html

16. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع (راجيش رائو ۽ سندس ساٿين جو مقالو)

17. ريفرنس طور ڏسو مولانا ابو جلال ندوي جا لکيل مقالا ۽ مضمون: 1. قديم سنڌي نوشتي (اردو)، سنڌي رسم الخط 800 ق م تک مستعمل تها (اردو)، سنڌي مهرين (اردو)، هڙاپا سڪرپٽ پڙهي جائي تو کيسي (اردو)
18. ندوي ابو الجلال، موهن جو دڙو ڪي زبانين، رساله تاريخ و سياست، نومبر 1953ع
19. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع
20. ناميارى آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر احمد حسين داني کان هي انٽرويو 6 جنوري 1998 تي اسلام آباد ۾ ورتو ويو. جيڪو هڙاپا بابت ويب سائيٽ تي موجود آهي. ( (http://www.harappa.com/script/danitext.html#1
21. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع ص: 228
22. Allana, Dr. Ghulam Ali, SINDHI LANGUAGE & LITERATURE AT A GLANCE, Sindhi Language Authority, Hyderabad, Sindh. 2009
23. ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

## سنڌو ماٿر جي شهري رياست جا مذهب ۽ نظريا

سنڌو ماٿر جا رهواسي زراعت سان منسلڪ هجڻ سان گڏوگڏ واپاري پڻ هئا. ان ڪري هنن وٽ زندگيءَ جي باري ۾ هڪ الڳ نقطي نظر هيو. سنڌي تهذيب ٻين تهذيبن جي ڀيٽ ۾ مادي مزاج جي هئي. واپاري طبقي وٽ مذهب ثانوي حيثيت رکندڙ هو، ان ڪري هتي مذهبي خيال وڌيڪ پرورش وٺي نه

سگهيا. واپاري هجڻ ڪري هنن وٽ روح بدران جسم، آسمان بدران زمين ۽ وحدت بدران ڪثرت کي اهميت حاصل هئي. هو ماڻهو قدرت تي گهڻ پاڙيندا هئا.

سنڌ ماٿر جي سڀيتا جو بنياد مذهب نه پر واپار تي ٻڌل هيو. موهن جي دڙي ۽ هڙاپا سميت سنڌو ماٿر جي ٻين اهم شهرن جي استحڪامت مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ان تمدن جو بنياد مذهب تي نه پر پرڏيهي واپار تي هيو.(1) قديم آثارن جو ماهر اسٽروٽ پگاٽ ان نقطي نظر جو آهي ته سنڌو سڀيتا جي واپاري پيشا ملڪي حڪمرانن جو سياسي نقطي نظر لاديني هيو. (2)

پروفيسر ڪي ايم سين پنهنجي مشهور ڪتاب ”هندو ازم“ ۾ لکيو آهي ته موهن جي دڙي يا هڙاپا جي کوٽائي مان گڏجي عبادت ڪرڻ جون ڪي جايون ڪونه مليون آهن. موهن جي دڙي ۽ هڙاپا سميت سنڌو ماٿر جي ٻين اهم شهرن جي استحڪامت مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ان تمدن جو بنياد مذهب تي نه پر پرڏيهي واپار تي هيو.(3)

سنڌي تهذيب ۾ شو ۽ ڳئون جي علامت ظاهر ڪري ٿي ته اهي ٻئي شيون زرخيزيءَ جون علامتون هيون. ڇو جو زراعت جو تعلق ڌرتيءَ ۽ ڏاند سان هيو. ان ڪري انهن ٻنهي شين جي وڏيڪ عزت ڪئي ويندي هئي. ٻيو جنسي ميلاپ جي حساب سان عورت ۽ مرد جي خاص عضوون کي وڏيڪ اهميت هئي. ڇو جو عورت جي خاص عضووي ۾ جڏهن مرد ٻج داخل ڪندو هو ته تخليق جو عمل ٿيندو هو. اهڙي طرح جڏهن زمين تي ٻج ڇٽبو هو ته اتان فصل پئدا ٿيندا هئا.

سنڌو ماٿر جا ماڻهو تخليق جي مادي تصور جا قائل هيا. انهن لاءِ تخليق هڪ مسلسل عمل هئي، هيءُ عمل بهار ۾ وڻن جي ڦوٽهڙي اچڻ سان شروع ٿيندو هو. ٻنين ۽ کيتن ۾ جوڙا وجي پيار ونديندا هئا ۽ تخليق جو عمل (جماع) ڪندا هئا. ماهرن موجب سنڌو ماٿر ۾ تخليق جو تصور جدلي يعني مادي هو، پر ٻين ديسن ۾ اهو تصور سلبي (روحاني) نظر اچي ٿو. قديم سنڌين جو خيال هيو ته ڌرتي ماتا يعني زمين انسانن ۽ جانورن کي کاڌو پهچائي ٿي. تنهن ڪري اها پوڄا جي لائق آهي. عورت ۽ زمين ۾ هڪ جهڙائي هجڻ فطري ڳالهه آهي، ان ڪري عورت ۽ ڌرتي تخليق جو سرچشمو شمار ڪيا ويندا هئا. ان زماني ۾ لنگ پرستي جو به رواج هيو. جيڪو پڻ تخليق جي عمل سان سلهاڙيل عضوو آهي. موهن جي دڙي مان اهڙا مجسما مليا آهن، جن ۾ مرد ۽ زال جي گڏيل تصوير آهي. جنهن مان قديم سنڌين جي نظرئي بابت پتو پوي ٿو. موهن جي دڙي مان هڪ مرد جو مجسمو مليو آهي، جنهن کي سرجان مارشل ديوتا سڏي ٿو. اهو مرد مڇيءَ جي يوگ آسڻ تي ويٺل آهي. هڪ اهڙي عورت جي تصوير به ملي آهي، جيڪا اونڌي منهن ٽنگون ٽيڙي پئي آهي، سندن خاص عضوي مان پيڙ جو ٻوٽو اسرندي ڏيکاريل آهي. جنهن مان عورت تخليق جي ماءُ هجڻ واري تصور کي هٿي ملي ٿي. (4)

## عورت جو ڪردار

وسڪونسن ميڊيسن يونيورسٽي (University of Wisconsin – Madison) آمريڪا جي پروفيسر جوناٿن مارڪ ڪينوئر چيو آهي ته سنڌو سڀيتا جي قديم آثارن تي تحقيق مان ثابت ٿيو آهي ته ان سماج ۾ عورت کي مرڪزي مقام حاصل هيو. عورت انتهائي طاقتور تصور ڪئي ويندي هئي. هڙاپا مان اهڙا ثبوت مليا آهن ته عورت جي مرڻ بعد سندس مڙس کي به ساڻس گڏ دفن ڪيو ويندو هو.(5) جڏهن ته پارت جي ڪجهه قديم قبيلن ۾ ويجهي ماضيءَ تائين مردن جي وفات بعد سندن زالن کي ساڻن گڏ دفن ڪيو ويندو هو. سنڌو لکت تي تحقيق ڪندڙ ڪيس ويسٽرن ريزرو يونيورسٽي (Case Western Reserve University) جي ماهر پروفيسر جيمس شيفر (James Shaffer) چيو آهي ته قديم دور جي ٻين سڀيتائن جي ڀيٽ ۾ سنڌو ماٿري جي سماج ۾ عورت کي مٿيرو مقام مليل هو ۽ عورت کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. فيصلن ۾ عورت جو مرڪزي ڪردار هوندو هو. ان وقت دنيا جي ٻين تهذيبن ۾ عورت مرد جي ماتحت يعني غلام تصور ڪئي ويندي هئي. (6)

سنڌو ماٿر جي قديم شهرن ۽ وسندين مان مندر، بت يا ڪا مذهبي مورتي ڪانه ملي آهي. سنڌو ماٿر جي رهواسين جو تخليق بابت عقيدو هيو ته عورت ۽ ڌرتي ماتا ئي هر شيءَ جي تخليق جو بنياد آهي. هتان جا رهواسي جڏهن واپار سانگي ٻاهرين ملڪن ۾ پهتا ته اتي به هنن ان تصور کي وڌايو ۽ ڌرتي ماتا جي پوڄا شروع ٿي. ڌرتي ماتا جي پوڄا واري تخيل جا خالق سنڌي هئا. عراق ۾ پڻ ڌرتي ماتا جي پوڄا ٿيندي هئي، جنهن کي عورت سان تشبيح ڏني ويندي هئي.

سنڌ اندر اوائل ۾ "ماءُ آدرشي سماج" هيو ۽ جنهن ۾ عورت کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو، زراعت عورتن جو ڪم هئي ۽ ٻوٽا پوکڻ ۽ زمين کي زرعي مقصدن لاءِ ڪتب آڻڻ جي شروعات به ٻهرين عورتن ڪئي. عورت ۽ زمين جيڪي زرخيزيءَ جي علامت هيون، انهيءَ ڪري اوائلي سماج ۾ ٻنهي عورت ۽ ڌرتيءَ کي مان ۽ مرتبو حاصل هيو ۽ انهن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. بعد ۾ جڏهن زرعي نظام پختو ٿيڻ شروع ٿيو ۽ زراعت به مردن جو ڪم بڻجي وئي ته ماءُ آدرشي سماج جي جاءِ پيءُ آدرشي سماج والاري ورتي. جنهن بعد ئي ذاتي ملڪيت جو بنياد پڪو ۽ پختو ٿيڻ لڳو. مرد معاشري جي حاوي ٿيڻ ۽ ذاتي ملڪيت جي واڌ ويجهه سبب سماج طبقن ۾ ورهائجي ويو. جنهن بعد ئي مذهب جي ضرورت پيش آئي. جيئن مٿئين طبقي جي مال، ملڪيت ۽ ڦرلٽ کي مذهبي بنيادن تي جائز قرار ڏنو وڃي. هيٺين طبقي کي مطيع ڪرڻ لاءِ ڪين مذهب جي بنياد تي اڻ ڏٺين قوتن جو ڊپ ڏنو ويو ۽ هن زندگيءَ جي آسائشن کي ڇڏي ڏيڻ جي عيوض هن زندگيءَ کان پوءِ ملندڙ آسائشن ۽ ثوابن جي لالچ ڏني وڃي. طبقاتي سماج جي طاقت وٺڻ بعد مذهب پنهنجي پوري قوت سان ظاهر ٿيو. ملڪ اندر پوڄارين جي طاقت وڌڻ لڳي. سنڌو ماٿر ۾ اهو دور 1500 ق-م بعد شروع ٿيو ۽ طاقت وٺڻ لڳو. ان دور کي سنڌو سڀيتا کان پوءِ وارو "ويدڪ دور" ڪوٺيو وڃي ٿو. ان ئي دور ۾ شولنگم جي پوڄا جو رواج پيو. جيڪو "پيءُ آدرشي سماج" جو اهم اهڃاڻ هيو. سنڌو ماٿر ۾ طبقاتي سماج 1500 ق-م ڌاري وڌيڪ پختو ۽ مضبوط ٿيو، واپاري طبقو ڪمزور ٿيڻ لڳو ۽ ملڪ ۾ پوڄارين ۽ پروهتن جو تعداد وڌڻ لڳو. جنهن سان مذهبي نظرين کي هٿي ملي.

انساني علم جا ماهر فريزر ۽ ٽائلر چون ٿا ته دنيا جي مڙني وحشي ۽ نيم مهذب قومن ۾ انساني قرباني جو رواج هيو. ماڻهو انهن بدنصيب لاشن کي ٻنين ۾ ٻج سميت دفن ڪندا هئا. اهو رواج مصر، عراق، آسٽريليا، ميڪسيڪو وغيره ۾ موجود هيو. پر اڃ تائين ڪوبه محقق اهو ثابت ڪري نه سگهيو آهي ته اهو رواج سنڌ ۾ به هيو. ڇو جو سنڌي ٻين قومن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مهذب هيا. هو اهڙين ڳالهين ۽ تصورن ۾ يقين نه رکندا هئا. هنن وٽ انسان جو قدر ۽ قيمت هئي. هو صرف درياهه ۽ زمين جي پوڄا ڪندا هئا. ۽ فصلن پچڻ وقت خوشيون ڪندا هئا. هو ڌرتيءَ ۽ درياهه جي لاءِ ڪابه انساني قرباني وغيره ڪونه ڏيندا هئا.

## لاش پورڻ جو طريقيڪار

موهن جي دڙي ۾ اڃا تائين ڪوبه باقاعدي قبرستان ڪونه مليو آهي. پر هڙاپا مان ٽن قسمن جا قبرستان مليا آهن. اتان مليل باقيات موجب سنڌو ماٿري ۾ لاش پورڻ جا ٽي طريقا رائج هيا.

مڪمل تدفين: جنهن موجب لاش کي مٽيءَ جي هيٺان مڪمل طرح پوريو ويندو هو. انهن لاشن سان قبر اندر استعمال جون شيون، برتن، اوزار، زيور به گڏ پوريا ويندا هئا. هڙاپا ۾ ڪيل کوٽائي دوران اتان ڪجهه قبرن مان لاش زيور پهريل به مليا. جتي لاشن کي مڻين جا هار ۽ ٽامي جون منڊيون پهريل ۽ سنڌن پرسان ڪجل پائڻ جون سرايون دفن ٿيل هيون. هڪ قبر جي پيرن کان مٽيءَ جو ڏيئو، ڪڪڙ جون هڏيون به رکيل هيون. هڪ عورت جي لاش کي ڪاٺ جي هڪ تابوت ۾ رکي دفن ڪيو ويو آهي، ان قبر ۾ 37 برتن به رکيل آهن. جن مان هڪ برتن تابوت جي اندر ۽ ٻه ٻاهر پيل آهن.

جزوي تدفين: هن طريقي هيٺ پهريان لاش کي کليل فضا ۾ رکيو ويندو هو. بعد ۾ ان جو گوشت سڙي وڃڻ بعد هڏن جي پڃري کي دفن ڪيو ويندو هو. موهن جي دڙي مان هڪ برتن مان هڪ انساني سر مليو آهي، ان جي پرسان هڏين جا ٽڪر پيل آهن. ان برتن تي ٻارنهن سنگي جانور جي شڪل، پپر جا پن ۽ شاخون ۽ ٻين قسمن جا نقش چٽيل آهن. هڪ هنڌان گهڻيون انساني هڏيون مليون آهن، انهن هڏين جي پرسان مختلف اوزار به مليا آهن. جن ۾ مٽڪا، چقمقي پٿر جا اوزار ۽ ٻيون شيون شامل آهن. هڙاپا جي هڪ قبرستان مان ٻه ٻه درجن انساني ڍانچا مليا آهن. انهن جا گوڏا مڙيل آهن. ڪافي لاش وڏن خاڪدانن ۾ رکي دفن ٿيل آهن. ٻارن جا لاش ٿابت حالت ۾ وڏن مٽڪن ۾ وجهي پوريل آهن. انهن برتنن جا منهن ڍڪڻ سان ڍڪيل آهن.

خاڪستري تدفين: هن طريقي هيٺ لاش کي ساڙي ان جي رک ڪنهن برتن ۾ وجهي دفن ڪئي ويندي هئي. اهڙي خاڪ لاءِ جدا قسم جا ويڪرا برتن خاص تيار ڪيا ويندا هئا. موهن جي دڙي جي ايڇ ايريا ۾ هڪ گهر جي فرش هيٺان 41 ڍانچا مليا آهن. انهن مان 40 ڍانچا مردن ۽ عورتن جا ۽ هڪ ڍانچو

ٻار جو آهي. انهن ڍانچن مان ڪن کي زيور پهريل آهن. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته مرڻ وقت انهن ماڻهن کي اهي زيور پهريل هئا. جن سان گڏ سندن هڏن کي دفن ڪيو ويو هوندو. (7)

لاشن سان ڪٽڪ، جو، ململ جو ڪپڙو، ڳڙ جهڙي شيءَ ۽ ٿانون گڏ پوريا ويندا هئا. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته ان دور جي ماڻهن جو عقيدو هو ته مرڻ بعد به کين انهن شين جي ضرورت پوي ٿي. يا اهو خيال ٻيهر جنم وٺڻ سان لاڳاپيل هو.

آمري ڪلچر جا ماڻهو لاشن کي تانگهن پٽڙ جي اوساري ٿيل ڪمرن ۾ پوري ڇڏيندا هئا، ۽ لاشن سان گڏ ٿانون ٿپا ۽ هار سينگار جو سامان به رکندا هئا. ان مان ظاهر آهي ته هنن وٽ عقيدو هو ته ماڻهو مرڻ بعد ٻيو جنم وٺي ٿو ۽ هن کي انهن شين جي ضرورت پيش اچي ٿي. ٻيو ته ماهرن کي آمريءَ مان پوريل دکيون ۽ ڪنيون مليون آهن، انهن بابت ماهرن جي قياس آرائي آهي ته انهن ۾ مڙدن کي ساڙڻ بعد سندن لاشن جي خاڪ ۽ هڏيون محفوظ ڪري پوريندا هئا. (8)

آمريڪا جي ماهر اومائل، اين مورا سنڌو سڀيتا تي لکيل پنهنجي ڪتاب " دي ڊانسنگ شئڊوز" ۾ چيو آهي ته جيئن موهن جي دڙي مان ڪنهن به وڏي عبادتگاهه جا آثار نه مليا آهن، جيڪا ان ڳالهه جي شاهدي آهي ته سنڌ ماٿري جي شهري رياست ۾مذهب کي رياستي سرپرستي حاصل نه هئي. موهن جو دڙو سميت ٻين شهرن ۽ وسندين ۾ مذهبي رواداري جو نظام هو، مذهب هر ماڻهو جو خانگي معاملو هو. مذهب جو شهري ڪارونهوار سان ڪو به واسطو نه هو.

حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1. اشرف، محمد، تاريخ و سياست، رسالو، جولاءِ 1951ع

2. Piggott, “Pre Historic India” 1950

3. اشرف، محمد، تاريخ و سياست، رسالو، جولاءِ 1951ع

4. Marshall, Sir John, "Mohen jo Daro and Indus Civilization" Vol: 1-3, London 1931

5. Jonathan Mark Kenoyer, "Mohenjo-Daro", http://www.mohenjodaro.net/

6. Traci Watson, Surprising discoveries from the Indus Civilization, National Geographic News

Mon, 29 Apr 2013 14:15 UTC

See also: http://www.sott.net/article/261407-Surprising-discoveries-from-the-Indus-Civilization

7. صديقي، محمد ادريس، "سنڌو ماٿر جي سڀيتا" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1979، ص-38

8. Lambrick, H.T, "Sindh-A General Introduction" P-104

# سنڌو سڀيتا جي وارثن جا پرڏيهه سان لاڳاپا

قديم تهذيبن ۽ ٻولين تي کوج ڪندڙ ماهرن جي ذهنن ۾ ان وقت عجيب غريب سوال اڀريا ۽ هو مونجهاري ۾ پئجي ويا. جڏهن هنن ڏٺو ته قديم قومن جي نه صرف ٻولي پر ريتون رسمون ۽ حسب نسب به هڪ ئي هو. هنن پوري جڳ جي کوج ڪرڻ بعد اندازو لڳايو ته انسانذات ڪنهن هڪ ئي مرڪز تان نڙي پکڙي آهي ۽ پوءِ وقت گذرڻ ۽ مختلف ملڪن جي آبهوا ۽ ڀين موسمي حالتن سندن شڪليون، ٻوليون ۽ ڪلچر بدلائي ڇڏيا آهن. تڏهن به ڪي اهڙيون هڪجهڙايون مڙني ملڪن جي ٻولين، ريتن رسمن ۽ ڏند ڪٿائن ۾ ملن ٿيون، جن مان پروڙ پوي ٿي ته قديم انسان ڪنهن وقت هڪ ٻئي سان گڏ

رهندا هئا ۽ پوءِ ڏار ٿيڻ ڪري منهنجن تبديليون اچي ويون. جڏهن ته مڙني قديم قومن جي ٻولين، ريتن رسمن ۾ هڪجهڙايون صرف مٿئين خيال جي ئي تصديق نه ٿيون ڪن، پر اهو به چئي سگهجي ٿو ته قديم قومن وچ ۾ اهي هڪجهڙايون، سندن هڪ خطي کان ٻئي خطي تائين لڏ پلاڻ، اتي وڃي پنهنجون آباديون قائم ڪرڻ يا انهن خطن وچ ۾ واپاري ناتا ۽ لاڳاپا هئڻ ڪري به پيدا ٿي سگهيون هونديون. انساني تاريخ جا ماهر ان ٻئي خيال کي وڌيڪ قبول ڪن ٿا. جنهن جون اڳتي هلي مضبوط شهادتون ملن ٿيون.

قديم دؤر جي مختلف تهذيبن وچ ۾ هڪجهڙايون ملڻ جيئن قديم مصر جي تهذيب، عراق جي تهذيب ۽ سنڌو سيتا جي قديم ماڳن مان مليل سامان، لکتن ۽ گهرن جي اڏاوت ۾ مشابهت، ان ڳالهه جا وڌيڪ پختا دليل آڏو آندا ته قديم دؤر ۾ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ لڏپلاڻون ٿينديون رهيون. ڪيئي قبيلا ۽ برادريون موسمي ڦيرين گهرن ڪري هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ وينديون رهيون. لڏپلاڻ جي عمل ۾ اچڻ جو سبب اهوئي هيو جو موسمي تبديلين، يعني گهٽ برساتين، سردين، طوفانن، ٻوڏن، زلزلن ڪري سرسبز ميدان صحرائن ۾ تبديل ٿي ويندا هئا ته وري ڪي ٿوٽ سڪل ۽ انساني تهذيب کان نا آشنا خطا بدلجي سرسبز ۽ آباد ٿي ويندا هئا. اهڙي طرح موسمي ڦيرين گهيرين کان سواءِ لڏپلاڻ آبادي جي واڌ ڪري به عمل ۾ ايندي هئي. سنڌ مان جيڪا لڏپلاڻ ٿي ۽ هتان جا ماڻهو قديم دؤر ۾ ٻين خطن ۾ وڃي آباد ٿيا. ان جي پويان به اهي عمل ڪارفرما هيا. ڪيترائي انساني تاريخ جا ماهران ڳالهه سان هم خيال آهن. فرگوسن ته چوي ٿو ته ”سنڌ مان سنڌوندي رستي ذاتين پٺيان ذاتيون ۽ بي شمار ماڻهو ٻاهر ويا آهن، جن تهذيب جو ڦهلاءُ ڪيو آهي“ (1)

دنيا جي گهڻن قديم قومن جي تهذيب ۽ تمدن، ٻوليءَ ۽ ڪلچر ۾ سنڌو ماٿر جي ٻولي ۽ ڪلچر جي ڇاپ ملڻ، ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته هزارين سال اڳ جڏهن سنڌ ڌرتيءَ تي انساني اوسر ۽ تهذيب جي ابتدا ٿي ته هتان جا ماڻهو قافلن جي صورت ۾ خشڪيءَ توڙي سمنڊ رستي دنيا ۾ ڦهلجڻ لڳا. هو پنهنجن ٻيڙين ۽ غورابن ۾ چڙهي، نين انساني آبادين کان خالي توڙي تهذيب جي ابتدائي مرحلن ۾ سفر ڪندڙ انساني آبادين تائين وڃي نڪتا. هيءَ لڏ پلاڻ سنڌو ماٿر مان ان وقت ٿيڻ لڳي، جڏهن موهن جو دڙو، هڙپا، چانهون جو دڙو، ڪوٽڏيجي پنهنجي تهذيب جي اعليٰ منزل تي رسيل هيا.

سنڌو ماٿر جا وارث ان دؤر ۾ دنيا جي هيٺين خطن تائين وڃي پهتا. جتان اهڙيون شهادتون مليون آهن.

## آسٽريليا

گاڊ فري بلنڊن لکي ٿو ته ”برفاني دؤر جي شروع ٿيڻ ڪري زمين جي سطح پاڻيءَ کان مٿي ابري آئي ۽ سمنڊ محدود ٿيڻ لڳا ۽ سامونڊي پاڻي پنهنجي موجوده سطح کان ٽي سو فوٽ هيٺ ٿي ويو. ان ڪري

خشڪ زمين جي هڪ پٽي مٿي ابري آئي. اهڙي طرح آسٽريليا جو حصو ڏکڻ ايشيا (هند) سان ملي ويو. ان ئي دور ۾ ايشيا (هند، سنڌ) جا جانور ۽ قديم باشندا انهن رستن کان هتي پهتا.“ (2)

ماهران ڳالهه تي متفق آهن ته جڏهن برفاني دور ختم ٿيڻ تي هو ته آسٽريليا طرف گرم هوائون گهلڻ لڳيون ۽ سرديون ختم ٿيون ته ايڏانهن هند، سنڌ جي گرم علائقي جا ماڻهو چراگاهن ۽ رهائش جي تلاش ۾ وڌڻ لڳا. هتان هجرت ڏکڻ هندستسان ٿيڻ لڳي ۽ هتان جا قديم باشندا هجرت ڪري مليشيا ۽ آسٽريليا طرف ويا. هتان جا جانور ۽ قديم باشندا ليموريا کنڊ رستي قديم پٿر دور ۾ آسٽريليا طرف ويا ۽ اتي پنهنجي تهذيب ”سون“ جو بنياد وڌائون. ”سون ڪلچر“ بابت اسان بڌائي آيا آهيون ته اڄ کان 5 لک سال اڳ سنڌو ماٿر ۾ موجود هيو. انهن ئي ماڻهن هجرت ڪري وڃي آسٽريليا کي آباد ڪيو ۽ بحر رومي نسل هن ئي ”سون ڪلچر“ وارن جو پونئير آهي. اهڙي طرح انسان جو ”جاوا نسل“ جيڪو آسٽريليوي نسل جو پڙاڏاڏو ڪوٺيو وڃي ٿو، سو پڻ 40 هزار ق - م کان اڳ جو ڪونهي. پر ”سون ڪلچر“ ان کان تمام گهڻو پراڻو آهي. يعني ”جاوي انسان“ کان اڳ ”سون انسان“ موجود هيو. (3) جنهن آسٽريليا، جاوا، سوماترا ۽ سريلنڪا جا ٻيٽ آباد ڪيا.

”سون ڪلچر“ بابت ٿامس پيٽرسن لکي ٿو ته ”سون ڪلچر ايشيا جي سر زمين تي پيٽين ڪلچر ۾ تبديل ٿيو. هن سون ڪلچر بدستور آسٽريليا جي گئمبيرين ڪلچر کي وجود ۾ آندو.... تاسمين ڪلچر آسٽريليا ۾ آخري زماني واري پليوسين دؤر ۾ پهتو ۽ هن ۾ سون ماٿر جي اوزارن جا ڪيترا نمونا پسجن ٿا“ (4)

ان بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته جنهن نسل کي محقق آسٽريليوي نسل ڪوٺن ٿا، سو دراصل سنڌو ماٿر جي رهواسين جو نسل آهي. جيڪي هتان ئي آسٽريليا کنڊ طرف لڏي وڃي ويٺا (5). ان لڏ پلاڻ جو ٻيو ثبوت اهو به آهي ته نيوگني، آسٽريليا کنڊ ۾ هڪ چامڙن جو نسل ملي ٿو، جن بابت ماهر چون ٿا ته اهي ڏکڻ ايشيا مان هجرت ڪري آيا.

ڏکڻ ايشيا مان هجرت جيڪا آسٽريليا طرف ٿي، ان جا ثبوت ٻوليءَ جي ماهرن ڏنا آهن. سنڌ جا رهواسي جيئن ته سنڌ مان ڏکڻ هندُ طرف ويا، ان ڪري ڏکڻ هند جي ٻولين تامل، تيليگو ۽ ڪناڙي تي داروڙن جي ٻوليءَ جو اثر پيو ۽ اتي اڄ جيڪي به ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، انهن ۾ پروٽو-سنڌي ٻولي جا لفظ ۽ ٻيون گرامري خاصيتون ملن ٿيون. دکن ۽ چوٽا ناگپور جي رهواسين ۾ سنڌينن واريون خاصيتون جسماني توڙي ڪلچرلي ملن ٿيون.

ڏسڻ ۾ ته اهو به اچي ٿو ته انڊونيشيا جو ملڪ، جنهن ۾ جاوا، سوماترا، بالي، سيليبسين، بورنيو وغيره اچي وڃن ٿا. تنهن جو نالو پڻ سنڌ ۽ سنڌونديءَ جي نالي پٺيان رکيل آهي. اصل ۾ اهو ”اندس نوسيا“ (Indus-Nusia) آهي. جنهن جو مطلب آهي سنڌوءَ جو پراڙ وارو ملڪ. (6)

مٿين شهادتن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌو سڀيتا جا وارث موهن جي دڙي واري تهذيب يافته دور ۽ ان کان اڳ هجرتون ڪري، آسٽريليا طرف ويا ۽ هنن جاوا، سوماترا، سريلنڪا وغيره طرف وڃي پنهنجون آباديون قائم ڪيون.

## عراق (ميسوپوٽيميا)

تازو ميسوپوٽيميا جي شهر اُر(Ur) جي کوٽائي ليو ناربولي ۽ ڪش (Kish) شهر جي کوٽائي پروفيسر لئگڊن ڪرائي. پنهي شهرن جي صفا هيٺين تهن مان جنهن تهذيب جا آثار مليا آهن، سا ڪانسيءَ دور (Bronze Age) جي آهي. ان کان اڳ جي هتي ڪنهن به ابتدائي انساني آباديءَ جا آثار نه ملڻ مان اندازو لڳايو ويو ته عراق اندر هي وسندڙ پهرين آبادي آهي. (7) هن کان اڳ هن انساني آباديءَ وارن پنهنجي تهذيب جا ابتدائي ڏاڪا ڪنهن ٻئي هنڌ طئه ڪيا هئا. بعد ۾ اتان لڏي اچي هتي آباد ٿيا. پروفيسر رابرٽ بريفالٽ، ميسوپوٽيميا جي رهاڪن ۽ سندن تهذيب تي ڳالهائيندي چيو آهي، ”بابل ۾ جتي اسان کي پهريان ئي پوري ترقي يافته تهذيب نظر اچي ٿي ۽ ڪو به ابتدائي قديم مرحلو نظر نه ٿو اچي، ان ڪري فرض ڪرڻو پوي ٿو ته بابل وارن تهذيب جو پهريون مرحلو ڪنهن ٻئي هنڌ تي طئه ڪيو هوندو.“ (8)

ڪيترن ئي انساني تهذيب جي ماهرن سميرين تهذيب جو جنم گهر سنڌو ماٿر کي سڏيو آهي ۽ ثبوت سان ٻڌايو آهي ته سنڌو سڀيتا جي وارثن اتي وڃي تهذيب جو ڦهلاءُ ڪيو. انساني تهذيب جو هڪ ماهر فرئنڪفرٽ چوي ٿو ته، ”ميسوپوٽيميا جا اوائلي رهاڪو ايران جي مٿانهن پٽن کان آيا، جن جي تمدن سنڌ تائين ڦهليل هئي.“ (9) يعني ايران جا مٿانهان پٽ، سنڌو ماٿر جا ئي هئا ۽ ايران جي مٿانهن پٽن ۾ وڌ کان وڌ قديم تهذيب سنڌ ۾ ئي ملي آهي. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته اهي سنڌو ماٿر جا رهاڪو ئي هئا، جن عراق کي وسايو. هڪ ٻيو ماهر هال پڻ سمير جي لوڪن بابت چوي ٿو ته، ”سندن مشابهت ڀارت جي دراوڙن (آڳاٽن سنڌين) سان ملندڙ آهي. ان ڪري خاطري آهي ته سميرين لوڪ ڀارت واسي آهن، جيڪي خشڪيءَ رستي يا سمنڊ رستي پرشيا (ايران) کان ٿيندا، ٻن ندين ٽائگرس (دجله) ۽ يوفرٽيس (فرات) جي ماٿرين ۾ پهتا. سندن اصل گهر ڀارت ۾، شايد سنڌ هو ۽ جتان ئي هو ايشيا مائنر پهتا.“ (10)

## ڇا سنڌو تهذيب ميسوپوٽاما جي تهذيب مان ڦٽي نڪتي هئي؟

سنڌ سڀيتا جي ماڳن تي سربستي تحقيق نه ٿيڻ کان اڳ ڪجهه ماهر ان خيال جا هئا ته سنڌو تهذيب ميسوپوٽاما جي تهذيب مان جنم ورتو هو. ان خيال کي بعد ۾ قديم آثارن جي ماهرن مڪمل طرح رد ڪري ڇڏيو آهي. ناميارِي آرڪيالاجسٽ ۽ آبپاشي ماهر ايم ايچ پنهور موجب اڳ عام تاثر اهو ڏنو ويندو هو ته نيل ۽ دجلا - فرات جي ماٿرين جون تهذيبون وڌيڪ سڌريل ۽ وڏي علائقي تي پکڙيل هيون ۽ سنڌو تهذيب ميسوپوٽامي ثقافت مان ڦٽي نڪتي هئي. جڏهن ته حقيقت اها آهي ته نيل ۽ دجلا - فرات جي ماٿرين جي تهذيبن جي ڀيٽ سنڌو ماٿري جي تهذيب جي ذهين پٽي جيتري به مس هئي. (11) سنڌو

تهذيب اٽڪل 5 لک چورس ميلن تي پکڙيل هئي. سنڌو تهذيب مهر ڳڙهه جي زماني 7500 ق م کان 1000 ق م تائين يعني سادا 5 هزار سالن کان وڌيڪ هلي.

قديم سپيتائن جي ماهرن موجب ميسوپوٽيميا يعني الهندي ايشيا ڏانهن هتان سنڌ جي رهاڪن وڃي بيٺڪون وڌيون. ليناربر وولي، سميرين بابت چوي ٿو ته اهي اوپر کان اچي فرات جي ڪناري آباد ٿيا هئا ۽ اسان کي خبر آهي ته عراق جي اوپر ۾ پريو پاڳيو پرڳٹو سنڌو ماٿر ئي آهي، جنهن جي ئي مهاڏي تان لڏپلاڻون عمل ۾ آيون.

انسائيڪلوپيڊيا برٽينڪا ۾ بيون تاريخون ته ايئن ٻڌائين ٿيون ته قديم زماني ۾ ڪي لوڪ ميسوپوٽيميا ۾ اچي رهيا. سندس اصل نسل جو پتو ڪونهي. پر اهي شمير (Shumer) سڏجڻ ۾ آيا ۽ انهن مان سميرين نالو نهيو. سمير نالي وارا ماڻهو ڏکڻ عراق ۾ سمنڊ ۽ خشڪيءَ جي رستي آيا ۽ فرات جي ماٿريءَ ۾ انهن ئي اچي تهذيب ۽ تمدن جو بنياد وڌو. بابل جي ڪتبن ۾ انهن کي "اونس" ڪري سڏيو ويو آهي، يعني ته اهي راڪاس جن جو مٿيون ڌڙ ماڻهو جو هو ته هيٺيون مڇيءَ جو. چو جو اهي ماڻهو سمنڊ رستي ٻيڙين ۾ اتي پهتا، جيڪا ڳالهه اتان جي ماڻهن لاءِ حيرت جوڳي هئي. "انجيل" مقدس اسان کي ٻڌائي ٿو ته حضرت نوح جو اولاد اوپر کان شنار (ئيلان) پهتو هو. يعني سميري لوڪ اوپر يعني سنڌو ماٿر کان آيا. انجيل مقدس ۾ شمير بدران شنر (Shuner) نالو ڪم آيل آهي، جيڪو سنڌور يا سنڌ کي ويجهو آهي. (12) يا سنڌ لفظ جو بگاڙ ئي معلوم ٿئي ٿو. پوڪوڪ، شنار لفظ بابت ائين ئي چوي ٿو ته اهو آهي، "سنڌور" ۽ سميري سنڌونديءَ جا رهاڪو آهن. (13) سميري اصل ۾ پاهريان آهن ۽ اهي سامي ناهن، ان تي ڪيترائي ماهر متفق آهن. "مورخن جي تاريخ عالم" (Historian's History of the World) جي ترتيب ڏيندڙن وڏي بحث مباحثي ۽ تحقيق بعد ظاهر ڪيو آهي ته، "سميري قطعن سامي ڪو نه هيا ۽ نه ئي بنيادي طور تي، نه فعلي، ڪرداري ۽ زبان جي لحاظ کان ئي." ان نظرئي رکندڙ ماهرن ۾ پروفيسر هٽي، ڊاڪٽر فرينڪفرٽ، ڊاڪٽر سي ايل وولي ۽ ليونارڊ ڪانرال سر فهرست آهن. (14)

هر ۽ ڦيٿو تهذيب جو بنياد سمجهيا وڃن ٿا. سي سنڌ مان عراق پهتا هئا. عراق جو سڀ کان قديم ۽ پهريون شهر "عُر" يا "اُر"، "عُري" يا "هري" آهي. جيڪو "هر" يا "هري" جو بگڙيل اُچار آهي. چو جو سنڌي ماڻهن ئي پهريان عراق ۾ کيتي باڙي جي شروعات ڪئي ۽ هر سان اتان جي زمين کي کيڙي، ان مان سون جهڙا فصل اُپايا. اتان جي اصلي باشندن پنهنجي شهر جو نالو "هر" جي پويان رکيو. چو جو هر ذرخيزيءَ جي علامت آهي.

آثار قديمه جي ماهرن موهن جي دڙي جهڙي هڪ سيل "ڪش" جي دڙي مان هٿ ڪئي آهي. جيڪا سارگن جي زماني جي آهي ۽ ان تي لکيل ٻوليءَ بابت چون ٿا ته اها "سنڌو لپي" ئي هئي، جيڪا ان زماني ۾ چاتل سڃاتل هئي. (15) تازي تحقيق مطابق سميري تمدن جي قديم لکتن ۾ لفظ "ادا" معنى "پاءُ" ملي ٿو. ساڳيو لفظ فقط سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي آهي. يعني اهو سنڌي لفظ عراق ۾ ان ڪري ويو جو سنڌي اتي رهندا هئا ۽ عراق سان واپاري ناتا هئن. (16)

قديم دور ۾ سنڌي واپاري ۽ جهازران جيڪي سنڌ کان سامان کڻي عراق ويندا هئا، انهن اتي ننڍيون ننڍيون واپاري بستيون ۽ شهر پڻ آباد ڪيا. عراق ۾ سنڌين جي هڪ اهڙي بستي ملي آهي، جيڪا 4 هزار سال اڳ اٽڪل 2000 ق - م ۾ سنڌي واپارين اتي آباد ڪئي هئي. عراقي شهرن جي قديم کنڊرن مان سنڌي مصنوعات عراق جي اڪادي دور (2334 ق م) جي شروع کان ئي ملڻ شروع ٿيون ۽ اهي شيون عروج يافته سنڌي تهذيب سان واسطو رکن ٿيون. يعني اڄ کان ساڍا چار هزار سال اڳ جون آهن.

عراق جي قديم شهر اُر جي کوٽائي مان انهن ڳالهين جا ٺوس ثبوت مليا آهن ته اتي سنڌي ماڻهو بحري ۽ خشڪيءَ رستي ايندا هيا. ان شهر مان موهن جو دڙو سميت چانهون جي دڙي جون ٺهيل مهرون، زيور ۽ برتن وغيره مليا آهن.

عراق ۽ سنڌ جو واپاري ناتو (1892-1750 ق م) جي زماني ۾ عراق ۾ بابل جي پهرين شاهي خاندان جي فرمانروا حمورابي جي زماني ۾ ختم ٿي ويو. حمورابي خاندان جي زوال بعد 1595 ق - م ۾ عراق ۾ گهرو ويڙهه ۽ افراتفري مچي وئي. عراق ان ئي دور ۾ باقي دنيا کان الڳ ٿلڳ ٿي ويو.

اسان مٿي ڏنل حقيقتن جي روشنيءَ ۾ چئي سگهون ٿا ته عراق ۾ تهذيب ۽ تمدن کي وڌائيندڙ سنڌو ماٿر جا رهواسي هئا ۽ بابلي تهذيب جو جنم گهر سنڌ هو. سنڌو سڀيتا جي وارثن جا عراق سان واپاري ناتا ۽ رشتا هئا، جيڪي جيئن جو تيئن گهاٽا ۽ اڻ ٽٽ ٿيندا ويا.

## نار جون رياستون

قديم آثارن جي هڪ ماهر ڊاڪٽر رفيق مغل تازو پنهنجي رپورٽ ”سنڌو سڀيتا تي نئين روشني“ ۾ لکيو آهي ته گلف جي رياستن جهڙوڪ: اومان، بحرين ۽ ڪويت ۾ قديم دڙن جي کوٽائيءَ کان پوءِ معلوم ٿيو آهي ته سنڌو ماٿر جي ماڻهن عربي سمنڊ ٽپي، گلف (نار) جي رياستن جي واپار تي وڃي قبضو ڪيو هو. جنهن جي ثبوت ۾ بحرين ۾ ”ٿاربري“ جي دڙي مان لڌل ٺڪر جا ٿانون، مهرون ۽ مٽيءَ جا اهڙا ٺڪر مليا آهن، جن تي جڳ مشهور موهن جي دڙي واري لپيءَ ۾ لکتون مليون آهن. اهڙي طرح اٽلي جي ماهرن اومان جي دڙن جهڙوڪ ”راس الحمارا“ ۽ ”راس الجفيا“ مان پڻ ساڳيون شيون کوٽي ڪڍيون آهن. ساڳي ريت ڪويت جي سامونڊي ڪناري کان ٿورو پري ”فاعلقا“ ٻيٽ وٽ پڻ هڪ ٻي ٺيم موهن جي دڙي واريون مهرون هٿ ڪيون آهن. هنن واپاري ناتن ۾ سنڌو ماٿري مان جيڪي شيون اوڏانهن موڪليون ويندليون هيون، تن ۾ پاچين، ڪپهه، مور پکي، ٽامي ۽ قيمتي پٿر جي ثابتي ملي آهي. ڊاڪٽر رفيق مغل وڌيڪ ٻڌايو آهي ته بغداد ۽ دمشق مان پڻ سنڌو ماٿر واريون مهرون مليون آهن. گلف رياستن ۾ چانور پهرين سنڌو ماٿر جي ماڻهن واپار وسيلي متعارف ڪرايا هئا. اهڙي طرح ڪجي به سنڌو ماٿر ذريعي عربستان پهتي. چو جو ڪجيءَ جون ککڙيون سر جان مارشل کي موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان مليون آهن. (17)

بحرين ۾ فرانسيسي ماهر موسيو بي کوٽائي دوران موهن جي دڙي جون مهرون هٿ ڪيون آهن. تازو اومان ۽ ابوظهبي جي النار جزيري ۾ کوٽائي دوران موهن جي دڙي جا برتن مليا آهن. (18)

سنڌو سڀيتا جا وارث 4300 ق م ڌاري ترڪمنستان ۽ ايران سان به واپار ڪندا هئا. ڏکڻ ايشيا جي قديم آثارن تي تحقيق ڪندڙ ماهرن مچيل ڊي پيٽراگاليا ۽ برڊگيٽ آلچن موجب ايران ۽ ترڪمنستان جي قديم آثارن مان اهڙا ثبوت مليا آهن ته سنڌو ماٿري جي رهواسين جا ڏکڻ ايران ۽ سينٽرل ايشيا ترڪمنستان سان واپاري لاڳاپا هئا. چاڪاڻ ته اتان موهن جي دڙي جي مهرن، زيورن ۽ هٿ جي ٺهيل ٿانون جا نمونا مليا آهن. مصر مان به اهڙا آثار مليا آهن ته سنڌو ماٿري جي رهواسين جو مصر سان به واپاري لاڳاپو موجود هو. (19) ماهرن موجب مصر، عراق، ايران ۽ سينٽرل ايشيا جي ٻين ملڪن سان اهو واپار سنڌو ماٿر جي شهرن موجوده بلوچستان جي دشت ندي پرسان آباد قديم شهر ستڪاجن در، پسني جي پرسان مليل قديم ماڳ سوڪهتا ڪوهه، سونمياني جي پرسان بالاڪوٽ سميت گجرات جي شهر لوٿل ذريعي ٿيندو هو. اهي قديم شهر سنڌو سڀيتا جا پرڏيهه سان واپار جا مرڪز هيا.

حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Frgossen, “History of Indian and Eastern Architecture” Vol: 1, Introduction P-4

2. بلنڊن، گاڊ فري ”سرزمين اور باشندي-آسٽريليا“ ص- 12-3

3. Bowte, John, “The Concise Encyclopaedia of World History” P-19

4. The Chamber’s Encyclopaedia, Vol: 1, P-805

5. چنا، محبوب علي ”سنڌ ماٿر جا اصل رهواسي دراوڙ آهن“ ٽماهي مهراڻ 3-1973

6. پٺاڻ، ممتاز ”سنڌ جي عظمت“ نئين زندگي ڪراچي 1971ع ص-9

7. سمراٽ، گنگارام ”سنڌ سووير“ ص – 98-99

8. بريفالٽ، رابرٽ ”تشڪيل انسانيت“ ص-96

9. Journal, Sindh Historical society, Vol: VIII, P-71

10. Hall, “The Ancient History of Near East” P-173-174

11. پنهور، ايم ايڇ، سنڌ جي ريجاڻي تاريخ جا ڇهه هزار سال، (سنڌي ايڊيشن)، ڪراچي، 2013ع

12. Lal, Chaman “Hindu America” P-46

13. Pecocke, “India in Greece” P-45-47

14. چنا، محبوب علي ”سنڌي ادب ڪي مختلف رجحانات“ ص-2-3

15. Langdon, S. “A new factor in the Problem of Sumerian origins”, Journal, Royal Asiatic Society (1931), P-593-6

16. بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ 1962ع

17. مغل، ڊاڪٽر رفيق ”سنڌو سپيتا تي نئين روشني“

18. اختر، جمنا داس ”قديم سنڌ اور اس ڪي روابطه“ روزانه جنگ ڪراچي، مڊويڪ مئگزين 27 جولاءِ 1983ع، ص-12-13

19. Doniger, Wendy (30 September 2010). The Hindus: an alternative history. Oxford University Press. p. 67. ISBN 978-0-1-9959334-7.

# سنڌو ماٿر جي عوام جو نسلي جائزو

سنڌ اندر باقي دنيا جي پيٽ ۾ پهريان پهريان تمدني زندگيءَ جو آغاز ٿيو. هتان جي ئي سنڌي ماڻهن پنهنجي پروٽو سنڌي ٻولي کي لکت جي صورت ڏني. هتان ئي قبيلن جا قبيلا لڏپلاڻ ڪري ڏورانهن ڏيهن ڏانهن ويا ۽ اتي وڃي تمدني زندگيءَ جي شروعات ڪئي. 1500 ق-م تائين سنڌو ماٿر جي سڀيتا پنهنجي عروج تي هئي. جنهن بعد ويدڪ دور شروع ٿيو. ويدڪ دور ڪان 3 هزار سال اڳ سنڌ جا ماڻهو پرڏيهه سان واپار ڪندڙ هئا. سنڌ جي ماڻهن ڏکڻ هندستان پهچي پنهنجي تهذيب جو ڦهلاءُ ڪيو. جنهن ڪري اتان جي تهذيب ۽ ٻوليءَ تي پروٽو سنڌي ٻوليءَ جو اثر پيو. جيڪو اڄ به ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ موجود آهي. سنڌو سڀيتا جي وارثن دراوڙي نسل جي ماڻهن تي پنهنجي ڇاپ ڇڏي. دراوڙي ٻولين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ ملڻ ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته هنن هڪ سڌريل تهذيب ”سنڌو“ جو اثر قبول ڪيو. جيڪڏهن ڪو ائين سمجهي ٿو ته سنڌي تهذيب دراوڙ نسل جي ماڻهن جي تخليق آهي ته اهو گاڏيءَ کي گهوڙي جي اڳيان جوڙڻ ٿيندو. ڇاڪاڻ ته دراوڙن جي اصل ديسن ۾ ڪنهن به اهڙي شاندار تهذيب جا ثبوت نه مليا آهن، جهڙيون شاهديون سنڌو ماٿر ۾ مليون آهن. ماهرن ثابت ڪيو آهي ته موهن جي دڙي جا ماڻهو دراوڙ نسل جا نه پر آڳاٽا سنڌي هئا.

آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا (دهلي) جي هڪ ماهر اين ڪي بوس پنهنجي ڪتاب (1) ۾ 260 هڏاون پڃرن جي ماپ ۽ جاچ ڪرڻ بعد ان نتيجي تي پهتو آهي ته، موهن جي دڙي جا ماڻهو موجوده سنڌين جهڙا هئا. يعني سنڌ اندر هڪ ئي قوم سنڌي رهندڙ هئي. جن جا هڏا موهن جي دڙي مان لڌا ويا آهن. اڄ جيڪي سنڌ اندر مختلف ذاتيون ۽ قبيلا آهن، تن جا ابا ڏاڏا موهن جي دڙي جا وارث هئا.

## سنڌ سڀيتا جا وارث دراوڙ نه هئا

پاڪستان جي مشهور آرڪيالاجسٽ پروفيسر احمد حسين داني موجب سنڌو سڀيتا جا خالق دراوڙ نه هئا. هن انڊيا جي آرڪيالاجسٽن آسڪو پارپولا ۽ پروفيسر مهاديون ۽ روسي محققن جي ان نظرئي کي رد ڪيو آهي ته موهن جي دڙي جا وارث درواڙ هئا، ان بابت هن پنهنجي انٽرويو ۾ چيو آهي ته سنڌ سڀيتا جي ماڳن تي ٿيل تحقيقي مان ان ڳالهه جو ڪوبه ثبوت نه مليو آهي ته موهن جي دڙي جي تهذيب جا وارث درواڙ هئا، جيڪڏهن درواڙ سنڌو تهذيب جا خالق هئا ۽ هن ماٿري مان ئي لڏپلاڻ ڪري ڏکڻ هندستان ويا هئا ته پوءِ اتان هن وقت تائين موهن جي دڙي جي تهذيب جا آثار ڇو نه مليا آهن. جڏهن ته سنڌ تهذيب جا آثار گجرات، ملبار ۽ سنڌو ماٿري جي پر وارن ٻين خطن مان مليا آهن. پر دراوڙي ٻولي ڳالهائيندڙن جي خطي ڏکڻ هندستان مان ڪو هڪ به اهڙو آثار نه مليو آهي، جيڪو سنڌو سڀيتا سان هڪجهڙائي رکندڙ هجي يا ان دور جو هجي. (2) احمد حسين داني جي ان راءِ سان پارت جو مشهور

آرڪيالاجسٽ بي بي لال به متفق آهي. احمد حسين داني ۽ بي بي لال آرين جي سنڌو ماٿر تي حملي ۽ ان سبب هن تهذيب جي خاتمي کي به رد ڪيو آهي.

## آرين جو سنڌ تي حملي وارو مفروضو

مختلف ماهرن طرفان آرين جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ هتان جي اصلي باشندن کي غلام بڻائي انهن جو قتل عام ڪرڻ يا مڙني ماڻهن کي سنڌ مان نيڪالي ڏئي چڙڻ يا سندن سموري تهذيب ۽ ان جي شهرن ۽ وسندين کي مڪمل طور فنا ڪري ڇڏڻ وارو تصور هڪ مفروضو پيو لڳي. آريا نه ڪا قوم، نه وري قبيلو يا ماڻهن جو ڪو گروهه هيو. ان ڪري اهو تصور ڪرڻ ته سنڌو سڀيتا جو خاتمو نام نهاد آريا قبيلن آندو، عقلي ۽ سائنسي بنيادن تي بيٺل نه آهي.

آريا اصل ۾ ڪا قوم، قبيلو يا نسل نه هو، پر سنڌو ماٿر ۾ رهندڙ ماڻهن جو هڪ طبقو هو. آريا اهي ماڻهو سڏبا هئا، جيڪي هارپو ڪندا هئا. هارين کي موهن جي دڙي جي دور کان وٺي هندو ڌرم جي عروج واري دور ۽ ان کان پوءِ به آريا چيو ويندو هو. جڏهن ته هارپو نه ڪندڙن کي اڻ سڌريل يعني اڻ آريا چيو ويندو هو. هندن جو ديوتا ’هري‘ اصل ۾ ’هر‘ مان نڪتل آهي ۽ آباديءَ جو ديوتا تصور ڪيو ويندو آهي. ان ڪري سنڌو ماٿر ۾ آباديءَ ۽ خوشحالي جي علامت طور هارين کي آريا ڪوٺيو ويندو هو. سنسڪرت زبان ۾ به آرين جي معنى اوچي ذات، شريف ۽ آزاد آهي. سنسڪرت زبان ۾ آريا لفظ ڪنهن نسل، قبيلي يا قوم جي نالي طور ڪتب نه آيو آهي. جيئن يورپي محققن هڪ مفروضو قائم ڪري تاريخ ۾ آرين جو افسانو گهڙي شامل ڪيو. يورپي محققن طرفان آرين جو افسانو گهڙڻ پويان به نندي کنڊ جي ماڻهن کي غلام رکڻ جو هڪ نفسياتي حربو هو. يورپ خاص ڪري جرمنيءَ جا ماڻهو پاڻ کي آريا يعني سڌريل نسل جا سمجهندا هئا ۽ برصغير تي پنهنجي قبضي کا جائز ڄاڻائڻ لاءِ هنن هتان جي تاريخ کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انگريز محققن ۽ حڪمرانن پاڻ کي آرين جا وارث ڄاڻائي دنيا آڏو ۽ غلام قومن آڏو اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته هو قديم دور کان وٺي سڌريل ۽ طاقتور هئا. هنن ئي سڄي دنيا کي تهذيب يافته بڻايو. سندن ڪمزور قومن مٿان قبضو جائز هيو. ڇو جو هو تهذيب جا علمبردار هئا ۽ دنيا کي مهذب ڪرڻ لاءِ ماضيءَ جيان پيهر نڪتا هئا.

رياضيءَ جي هڪ روسي ماهر آءِ اي ولدروسڪيءَ 1984ع ۾ بخارسٽ ۾ سڏايل تاريخ ۽ سائنس متعلق بين الاقوامي ڪانگريس کي ٻڌايو ته موهن جي دڙي مان مليل مهرن جي ڪمپيوٽر تي اڀياس مان معلوم ٿيو آهي ته موهن جي دڙي جا رهواسي آريا نه پر دراوڙ (مقامي) هئا.(3) گهڻا ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته سنڌو ماٿر جي سڀيتا جا اصل باشندا هتان جا ڏڌوڪا سنڌي هئا. (4)

موهن جي دڙي جي کوٽائي جي شروعات ۾ سنڌ جي قديم لوڪن بابت عجيب قسم جا رايا قائم ڪيا ويا. انگريزن ۽ ٻين يورپي محققن پنهنجي نسلي برتري ثابت ڪرڻ لاءِ موهن جي دڙي جي ماڻهن کي هتان

جا قديم باشندا تصور ڪرڻ بدران بنا ڪنهن ثبوت جي سندن نسلي ڳانڍاپو يورپين نسل جي ماڻهن سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن ته هندو مذهب جي اثر هيٺ هندو عالمن سنڌي لوڪن کي مسلمانن سان اڻبڻت سبب انهن کي هندستان جي اپرندن علائقن جي ماڻهن سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي. يورپي محققن سر جان مارشل، ميڪي، ڪرنل سيول ۽ مسٽر گوها موهن جي دڙي مان مليل لاشن جي بنياد تي دعوى ڪئي ته موهن جي دڙي ۾ آسٽريلوي، بحر رومي، الپائني ۽ منگوليائي يعني چئن مختلف نسلن جا ماڻهو آباد هئا. هنن اها به دعوى ڪئي ته مليل کوپرين مان اڌ کان وڌيڪ هڪ نسل يعني بحر رومي نسل جي ماڻهن جون کوپريون آهن. يعني ته سنڌو ماٿر جي سڀيتا جا خالق هتان جا اصل باشندا نه پر ٻاهران آيل هئا. سربستي تحقيق کان اڳ ماهر ان راءِ جا هيا ته ڪولن ۽ سنٿالن جي صاحبيءَ ۾ دراوڙ لوڪ ڪاهي آيا، جن ڪولن ۽ سنٿالن کي هٽائي وچ هندستان ڏانهن پچائي ڇڏيو ۽ پاڻ اتر هندستان جا والي ٿي ويٺا. يا هو پونچ سمنڊ طرف رهندڙ قومن مان هيا ۽ پوءِ ميسوپوٽيميا واري واٽ وٺي هتي آيا. جن اچي سڀيتا جو بنياد وڌو. اها ڳالهه بعد ۾ ٿيل تحقيق جي بنياد تي غلط ثابت ٿي. ڇو جو موهن جي دڙي جا وارث ٻاهران ڪونه آيا هئا. پر سنڌ جا اصل باشندا هيا. ڪول ۽ سنٿال پڻ اصل ۾ سنڌ جا باشندا هيا، جيڪي بعد ۾ هتان ڏکڻ هندستان ڏانهن لڏي ويا. آڳاٽا سنڌي هتان ئي پونچ سمنڊ وارن ملڪن طرف ويا ۽ ميسوپوٽيميا پهتا. هاڻي پونچ سمنڊ وارن ملڪن ۾ موهن جي دڙي جي ماڻهن جي ٿوري باقيات ملڻ مان اهو نظريو قائم نه ٿو ڪري سگهجي ته هو هئا ئي اتان جا. جڏهن ته ان نسل جا ماڻهو وڏي اڪثريت ۾ هتي سنڌو ماٿر ۾ ئي رهندڙ هيا. پر پونوچ سمنڊ طرف سندن باقيات ايڪڙ ٻيڪڙ ملي آهي. جيڪي به واپار سانگي اوڏانهن ويا هئا. خود قديم آثارن جو ماهر ايس وي ونڪٽ ان بابت چوي ٿو ته؛ ”دراوڙي (آڳاٽا سنڌي) قبيلا سمنڊ رستي يا خيبر لڪ جي راهه کان هن ملڪ ۾ داخل ڪونه ٿيا هئا، پري هي ماڻهو اصلي هتي جا ئي باشندا هئا ۽ سندن خمير هن ڌرتيءَ جي مٽيءَ مان آهي.“ (5)

1943ع ۾ انساني علم ۽ ٻوليءَ جي هڪ روسي محقق پروفيسر سٽرووُ انهيءَ نام نهاد آريا نسل جي يورپي افساني جي قلعي کولي ڇڏي. جنهن ۾ هن ايشيا ۽ ڪاڪيس مان لڌل مواد ۽ ڪتبن کي پڙهي ثابت ڪيو ته اهو آرين جو اچڻ هڪ محض ڍونگ آهي.(6)

## جينياتي تحقيق جي بنياد تي سنڌو ماٿري تي آرين جو حملو مفروضو قرار

ايسٽونيا ۽ انڊيا جي جينياتي سائنسدانن سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي آرين جي حملي کي غلط قرار ڏنو آهي. سينٽر آف سيليولر اينڊ ماليڪيولر بائيولاجي، (Centre for Cellular and Molecular Biology (CCMB), Hyderabad) هندو يونيورسٽي حيدرآباد، يونيورسٽي آف ٽارٽو ايسٽونيا (University of Tartu, Estonia) ۽ چيٽيند اڪيڊمي آف ريسرچ اينڊ ايجوڪيشن چنائي (Chettinad Academy of Research and Education, Chenna) جي سائنسدانن جي گڏيل ٽيم طرفان برصغير ۾ رهندڙ مختلف نسلن جي ماڻهن جو جينياتي جائزو ورتو ويو. ماهرن جي ان ٽيم طرفان انڊيا

جي 30 نسلي گروپن جي ڊي اين اي ٽيسٽ ڪئي وئي. گهٽ ۾ گهٽ 1300 ماڻهن جي به الڳ الڳ بنيادن تي ڊي اين اي ڪئي وئي. ان ڊي اين اي ڊيٽا کي اولهه ايشيا، وچ اوڀر ۽ ڪاڪاسس جي مختلف نسلي گروپن جي ماڻهن جي ڊي اين اي ٽيسٽن جي نتيجن سان ڀيٽيو ويو. جنهن مان اهڙي ڪابه ثابتي نه ملي تي سينٽرل ايشيا رستي يورپ جي ماڻهن يعني نام نهاد آرين ڪا برصغير ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي هئي. (7) يا سنڌو سڀيتا جي وارثن جي شهرن تي قبضو ڪري کين هتان لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو هو.

ان کوجنا بعد ماهرن جي ٽيم جي سربراهه ڊاڪٽر ڪمارا سامي ٿنگاراج (Dr Kumarasamy Thangaraj) چيو آهي ته ان دور جي ماڻهن جي جينياتي تجزئي بعد ثابت ٿيو آهي ته 1500 ق م ۾ آرين جو هن خطي تي ڪوبه حملو نه ٿيو هو، نه وري ان دور ۾ يورپ کان سينٽرل ايشيا رستي آرين جي هن خطي طرف ڪا لڏپلاڻ ٿي هئي. ڇاڪاڻ ته ان دور جي ماڻهن جي جينياتي کوجنا بعد هتي آرين جي هجڻ جو ڪوبه ثبوت نه مليو آهي. سينٽر آف سيليولر اينڊ ماليڪيولر بائيولاجي جي اڳوڻي ڊائريڪٽر ۽ هندو يونيورسٽي جي وائيس چانسيلر ڊاڪٽر لال جي سنگهه (Dr Lalji Singh) چيو آهي ته هاڻي وقت اچي ويو آهي ته ان جينياتي تحقيق بعد اسان کي هن خطي جي تاريخ نئين سر لکڻ گهرجي. هن وڌيڪ چيو آهي ته ان ڳالهه جو ڪوبه ثبوت موجود ناهي ته آرين ان دور ۾ سنڌو سڀيتا تي ڪا ڪاهه ڪئي هئي يا وري يورپ کان هندستان طرف ڪا لڏپلاڻ ٿي هئي. ڊاڪٽر لال جي سنگهه چيو آهي ته آرين ۽ دراوڙن ۾ ويڙهه واري ٿيوري بلڪل بي بنياد هئي. هن چيو آهي ته سنڌو سڀيتا جي وارثن کي دراوڙ قرار ڏيڻ به بي بنياد آهن. (8) سنڌو سڀيتا جا وارث دراوڙ نسل جا ماڻهو نه هيا نه وري مٿن آرين ڪو حملو ڪري کين لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو هو.

يورپي آرين جو تصور پهريون پيرو فرانسيسي ماهر جوزف آرٿر (Joseph Arthur, Comte de Gobineau) پيش ڪيو. هن 1855ع ڌاري پنهنجي ڪتاب (An Essay on the Inequality of the Human Races) ۾ آريا نسل جي برتري جو تصور پيش ڪيو. سنڌس ان تصور کي 19 صدي جي وچ ڌاري برطانوي جرمن نسل جي هڪ ٻولي ماهر ۽ آرڪيالاجسٽ ميڪس مولر (Max Muller) هٿي ڏني. ميڪس مولر آريا نسل کي دنيا جو اعلى نسل قرار ڏيندي، ان نسل ۽ سندس ٻولي کي باقي دنيا ۽ خاص ڪري ڏکڻ ايشيا جي ٻولين جو بنياد قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انڊو آرين ٻولين جو بي بنياد مفروضو ۽ فارمولو قائم ڪيو. جنهن کي اڳتي هلي برطانوي محققن بنياد بنائي سنڌو ماٿري تي يورپي آرين جي حملي جي بي بنياد ٿيوري کي اڳتي وڌايو. جنهن جو حقيقتن سان ڪوبه واسطو نه هو. اصل ۾ ان ٿيوري جو بنياد جرمن نسل پرستي ۽ برطانوي بيٺڪيت سوچ تي ٻڌل هو، ڇاڪاڻ ته جنهن وقت موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي قديم آثارن جي کوٽائي يورپي آرڪيالاجسٽن ڪئي ته هنن لاءِ اها حقيقت تسليم ڪرڻ انتهائي ڏکئي هئي ته جنهن ديس تي هو قابض آهن، ان جي ماضي ڪا ايتري شاندار ٿي سگهي ٿو. سنڌو ماٿري تي آرين جي حملي جي ٿيوري جو خالق جرمن اسڪالر ميڪس مولر هيو. هن 19 صدي جي وچ ڌاري ان ٿيوري جو تصور اڳيان آندو. ميڪس مولر آرين جي سنڌو ماٿري تي حملي ۽ قبضي جو تصور جوڙي هن خطي تي قبضو ڪندڙ ماڻهن کي نسلي ۽ ٻولي جي بنياد تي يورپين ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. (9)

آريا لفظ جي ويدڪ دور ۾ ڪا نسلي معنى نه آهي. ويدن ۾ لفظ آريا فقط تهذيب يافته ۽ سڪئي ستابي ماڻهوءَ لاءِ ڪم آيل آهي. ويدڪ انڊيڪس جوڙڻ وارن مصنفن موجب آريا لفظ جي اصل معنى آهي، ’هارپو‘ ڪندڙ. (10) سنڌو سيپتا واري دور کان پوءِ ويدڪ دور ۾ سنڌي ماڻهو قديم زماني ۾ اتر هندستان پهتا ۽ هنن وٽ ’آريو‘ ۽ ’آري‘ لفظ صرف هاري جي معنى ۾ استعمال ٿيندا هئا. ويدن جي زماني ۾ (1500 ق-م بعد) اهو لفظ ’آريو‘ صرف هارين مان بدلجي مذهب جي بنياد تي ذاتين جي معنى ۾ استعمال ٿيو ۽ ويدڪ دور جي ٽن ذاتين برهمڻ، کتري ۽ وئش لاءِ ڪتب اچڻ لڳو. ويدڪ دور کان اڳ ذات پات جي بنياد تي ننڍ وڏائي نه هئي. ڏنڌن جي بنياد تي ڪتنب ٺهيل هئا. ان ڪري خود اهي ماڻهو جيڪي پوئين دور ۾ شودر سڏجڻ لڳا تن کي به آري ۽ آريو سڏيو ويندو هو. چاڪاڻ ته هارپو ته اهي به ڪندا هئا. جيڪڏهن ائين نه هجي ها يعني ان ۾ ڪا ذات پات جي معنى هجي ها ته هندو رشي ڪڏهن به شودر سان لفظ آريو نه ڳنڍين ها. (11)

سوال آهي ته جيڪڏهن آريا هتان جي اصل وارثن کان ڪو الڳ نسل نه هو ۽ هو ٻاهران نه آيا هئا ته ويدن ۾ ذڪر ڪيل قبيلا ڪير هئا. ان جو سڌو سنئون جواب اهو آهي ته اهي ويدن جا مصنف ۽ اهي قبيلا اصل هندستان جا ئي رهاڪو هئا. تمدني بنياد تي اهو پڪيءَ طرح چئي سگهجي ٿو ته انهن ۾ مکيه قبيلا موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي سنڌي تهذيب واري دور ۾ لڏي اوڏانهن ويا. پنهنجي آبائي وطن سنڌ کي وسارڻ جي بدران هنن سنڌ ۽ سنڌوءَ جي ساراهه ۾ ڪتاب لکڻ شروع ڪيا. ساڳئي وقت پنهنجي اصلوڪي مادري زبان سنڌيءَ کي جا ظاهر آهي ته سندن لڏڻ واري دور ۾ ايتري پختي نه هئي، پنهنجي نئين علائقي، اتر هندستان جي مقامي ٻولين سان گڏي، هڪ نئين زبان کي جنم ڏنو. جنهن جو نالو رکيائون ’سنسڪرت‘ يعني سڌاريل ٻولي. موهن جي دڙي واري رسم الخط هنن مان ڪجهه ماڻهو ڄاڻندا هئا ۽ پنهنجي نئين ٻولي پيدا ڪرڻ سان گڏ نئين لپي ”برهمي“ به وجود ۾ آندائون.(12)

پويان ٿي ويد اتر هند ۾ تخليق ٿيا، پر پهريون ويد سنڌ ۾ سنڌوءَ جي ڪنارن تي رچيو ويو. ان ۾ جابجا سنڌ ۽ سنڌوءَ جو ذڪر ملي ٿو. پهرين ويد ۾ پراڻي سنڌي ٻوليءَ جو اثر ملي ٿو. بعد ۾ اتر هند ۾ ان تصنيف ۾ وقت بوقت واڌارا ۽ تبديليون ٿينديون رهيون. پوءِ ان جي ٻولي مڪمل طور تي بدلجي وئي پر اها به سنسڪرت نج نه هئي. سنڌي گاڏڙ سنسڪرت هئي.

سنڌ مان موهن جي دڙي جي ٻولي اتر ۽ اوڀر هندستان، بهار ۽ بنگال تائين پهتي. چو جو ويدن ۾ سنڌ، سنڌي ماڻهن ۽ سنڌو درياهه جي واکاڻ جا باب ملن ٿا ۽ ويدن جا مصنف سنڌ کي پنهنجو اصلوڪو وطن سڏين ٿا. جيڪڏهن ويد ڪن ٻاهرين آيلن يعني نام نهاد آريا نسل جي ماڻهن جي تخليق آهن ته پوءِ هنن پنهنجن اصلوڪن وطنن جو انهن ۾ ذڪر چو نه ڪيو. اتان جي تمدن جي پرچار چو نه ڪئي. يا اتان جي ماڻهن جي ساراهه جا گيت چو نه سرجيا. پر هنن ان جي بدران سنڌ ۽ سنڌوءَ کي چو ساراهيو؟ ان جا پڄڻ چو ڳايا اٿن. سنڌوءَ کي چو پنهنجا گيت ارپيا اٿن. اهو صرف ان ڪري آهي جو اهي سنڌ جا اصلوڪا رهواسي هئا.

ٻئي طرف هندو سنڌي ليکڪن پيرومل ۽ ٻين وري موهن جي دڙي جي لوڪن کي تامل، تيلگو ۽ ڪناڙي نسلن جي ماڻهن جي باقيات قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن پيرومل لکي ٿو ته؛ ”سنڌ جا

قديم لوڪ هاڻوڪن ڪولن ۽ سنٿالن جا ابا ڏاڏا هئا. جن پهريان سنڌ اچي وسائي. جڏهن سمنڊ سنڌ ڌرتي ڇڏي.“ (13)

آرين ۽ اڻ آرين ۾ ويڙهه جو سبب

1500 ق-م ڌاري جڏهن ”ماءُ آدرشي سماج“ جي جاءِ مڪمل طرح ”پيءُ آدرشي سماج“ ورتي ۽ زرعي نظام وڌيڪ پڪو ۽ پختو ٿيو ته ذاتي ملڪيت جو تصور وڌيڪ گهرو ٿيو ۽ سنڌي سماج آهستي آهستي طبقن ۾ ورهائجڻ لڳو. جنهن بعد ئي هيٺين ۽ مٿئين طبقي ۾ اختلاف وڌڻ لڳا، جن اڳتي هلي جهيڙن جي صورت اختيار ڪئي. هندن جي مذهبي ڪتاب ’رگ ويد‘ ۾ جن جنگين جو ذڪر آهي، اهي جنگيون ڌرتي ڌڻين ۽ ٻاهرين حملي آورن ۾ نه هيون، پر اها ويڙهه اصل ۾ هيٺين ۽ مٿئين طبقي ۾ شروع ٿي. انهن جنگين کي محقق سنڌين ۽ ٻاهران آيلن ۾ لڙايون ڪري پيش ڪن ٿا. جيئن آئون مٿي چئي چڪو آهيان ته آريا اهي ماڻهو هئا، جيڪي اوائلي اشتراڪي سماج ۾ هارپو ڪندا هئا ۽ سماج جي ٻين طبقن جي پيٽ ۾ وڌيڪ محنتي هئا. انهن آرين (هارين) ئي دولت گڏ ڪرڻ شروع ڪئي ۽ جڏهن دولت ججهي مقدار ۾ جمع ٿي ۽ وڌيڪ دولت جمع ڪرڻ جو حرص پيدا ٿيو ته هو (آريا) اوائلي اشتراڪي سماج (راڇوٽي سماج) جا مخالف ٿي بيٺا ۽ پاڻ کان ڪمزور، غير صالح ۽ سست ماڻهن کي پنهنجو غلام بنائي ورتو ۽ پاڻ پئسي ۽ دولت جي بنياد تي سڌريل، شريف، ۽ اوچي ذات جا ٿي ويا. جڏهن اهي آريا (سڌريل) مٿئين طبقي جا ماڻهو هيٺين طبقي وارن جو استحصال ڪرڻ لڳا ته منجهن جنگيون ۽ جهيڙا جنم وٺڻ لڳا. ان ڪري هيٺين طبقي جا ماڻهو لڏي ٻين ڏيهن ڏانهن ويا، ۽ اتي وڃي نئين زندگيءُ جي شروعات ڪين. ان مان اهو مطلب وٺڻ بلڪل غلط ٿيندو ته ڪو ٻاهران آيلن اچي سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ هنن هتان جي اصل رهواسين کي ڌڪي سنڌ مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ پاڻ اچي ڪاري جا مالڪ ٿي ويهي رهيا.

جديد تحقيق ذريعي ثابت ٿيو آهي ته موهن جي دڙي جا وارث  هند جي مٿين حصن کان آيل دراوڙ نه پر هتان جا اصلي رهواسي آڳاٽا سنڌي هئا. جن هن ماٿري ۾ سنڌو سڀيتا جو بنياد رکيو. جڏهن ته تحقيق بعد اهو به ثابت ٿيو آهي ته سنڌ تي ٻاهرين قبيلن (آرين) جو حملو ۽ سنڌن طرفان هن تهذيب جو مڪمل خاتمو آڻڻ وارو نظريو به فرضي آهي، ان جو حقيقتن سان ڪوبه تعلق نه آهي. سنڌو ماٿري ۾ 1750 ق م کان آبهوا ۾ تبديلي اچڻ لڳي ۽ آبهوا خشڪ ٿيڻ لڳي ته برساتون پوڻ گهٽجي ويون، جنهن سبب درياهن جي وهڪرن ۾ لاٽ اچڻ لڳي، برساتي وهڪرا خاص ڪري هاڪڙو درياهه جنهن جي وهڪري جو گهڻو دارومدار برساتن تي هو، آهستي آهستي بند ٿي ويو. جنهن ڪري هاڪڙي درياهه جي ڪنارن تي آباد شهر ۽ وسنديون پاڻي کوٽ سبب ويران ٿيڻ لڳيون. فصل گهٽجي ويا، ماڻهن آهستي آهستي زرخيز پٽن طرف لڏپلاڻ شروع ڪئي. سنڌو ماٿري ۾ سوڪهڙي جو اهو دور سايا 8 سو سال جاري رهيو. جنهن هن پري پاڳي ماٿري کي ڏڪر جي وڪڙ ۾ آڻي ڇڏيو. اوج تي پهتل سنڌو سڀيتا

آهستي آهستي ڍرڪڻ لڳي. جنهن کي ڪجهه آرڪيالاجي ماهر سنڌو سڀيتا جو زوال قرار ڏين ٿا. سنڌ جو آرڪيالاجي ماهر ايم ايچ پنهور موجب هاڻي اهو اڳوڻو نظريو رد ٿي چڪو آهي ته موهن جي دڙي جي زوال سان ڏکڻ ايشيا ۾ شهري زندگي جو خاتمو اچي ويو. موهن جي دڙي جي زوال بعد به سنڌو ماٿري ۾ جهڪر ۽ جهانگار تهذيب جي صورت ۾ شهري زندگي هلندي رهي. (14) ڪافي ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته 1450 ڌاري سنڌو ماٿري ۾ شهري تمدن جو مڪمل خاتمو نه اچي ويو هو، پر هن ماٿري ۾ هڪ نئين پر ڪجهه گهٽ ترقي يافته تهذيب پوءِ به جاري رهي. جنهن کي ماهر جهڪر ۽ جهانگار تهذيب جو نالو ڏين ٿا.

حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1. Boss N.K, “Human skeletal Remains from Harappa”

2. نوٽ: ناميارو آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر احمد حسين داني کان هي انٽرويو 6 جنوري 1998 تي اسلام آباد ۾ ورتو ويو. جيڪو هڙاپا بابت ويب سائيٽ تي موجود آهي. (http://www.harappa.com/script/danitext.html#1)

3. روزانه هلال پاڪستان ڪراچي، 21 ڊسمبر 1984ع

4. Moinul Haq. S, Ancient India, P-12

5. ونڪٽ، ايس وي ”ونڊر ديٽ واز انڊيا“، بحوالا تاريخ مغربي پاڪستان، رشيد اختر ندوي، اردو بورڊ لاهور

6. الحق، سراج ”سنڌي ٻولي“، ص-103

7. http://indiatoday.intoday.in/story/indians-are-not-descendants-of-aryans-study/1/163645.html

http://timesofindia.indiatimes.com/india/Aryan-Dravidian-divide-a-myth-Study/articleshow/5053274.cms

http://hinduonline.co/Articles/HinduHistory/AryanInvasionTheory.html

8. http://www.dnaindia.com/india/report-new-research-debunks-aryan-invasion-theory-1623744

9. Stephen Knapp, "Advancements of Ancient India's Vedic Culture'

http://www.stephen-knapp.com/aryan_invasion_theory_the_final_nail_in_its_coffin.htm

10. Keith and MacDonnell, “Vedic Index” Vol:1, P-64-66

11. الحق، سراج ”سنڌي ٻولي“ ص-109-110

12. الحق، سراج ”سنڌي ٻولي“، ص-111

13. آڏواڻي، ڀيرومل، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1972ع، ص-10

14. پنهور، ايم ايچ، پيرائتي سنڌ ڪٿا، ص- 74

# سنڌو سڀيتا جي زوال جو مفروضو

قديم سنڌو سڀيتا جا شهر مختلف زمانن ۾ وري وري آباد ٿيل ٿا ڏسجن. ڇو جو قدرتي آفتن خاص ڪري سنڌوءَ ۽ هاڪڙو نديءَ ۾ ٻوڏين يا جڳهين برسات پوڻ يا وري چوماسي جون برساتون گهڻجي وڃڻ ۽

برساتي نديون سڪي وڃڻ يا وهڪرا تبديل ٿيڻ سبب شهر تباهه ٿي ويندا هئا. وري جڏهن حالتون معمول تي اينديون هيون ته ماڻهو واپس اچي پنهنجا جهڳا ڀيهر جوڙيندا هئا. هو ٻئل شهرن جي دڙن کي سنوت ۾ آڻي اتي نوان شهر تعمير ڪندا هئا. ائين ڪيترين ئي اٿلن پٿلن ڪري هڪ ٻئي جي مٿان شهر ٻڌبا رهيا ۽ اهي زمين جي سطح کان مٿي ٿيندا رهيا. موهن جو دڙو، چانهون جو دڙو، هڙاپا، آمري ۽ ڪوٽڏيجي وغيره مان هڪ ٻئي هيٺان مختلف زمانن جا شهر مليا آهن. آمريءَ جي کوٽائي مان معلوم ٿيو آهي ته هتي هڪ ٻئي مٿان 4 شهر دفن ٿيل آهن. جن مان پهريان ٻه ته ڳوٺاڻي ثقافت سان تعلق رکن ٿا. باقي مٿين ٻن تهن مان هڪ تهه موهن جي دڙي جي شهري تهذيب جي دور سان واسطو رکندڙ آهي، باقي بلڪل مٿيون تهه جهانگر تمدن سان واسطو رکندڙ آهي. (1) ڪوٽڏجي، آمريءَ کان پوءِ جي دور جي رهائشي بستي آهي، جيڪا پڻ ڪيترا ڀيرا برباد ۽ آباد ٿيندي رهي. هتي هڪ ٻئي مٿان 11 شهر دفن ٿيل آهن. جيڪي مختلف زمانن سان تعلق رکن ٿا. هن بستيءَ جا اوائلي تهه شهري رياست جي بنياد پوڻ کان اڳ ڳوٺاڻي ثقافت سان تعلق رکندڙ آهن، ۽ باقي مٿيان تهه مشهور سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان واسطو رکندڙ آهن. (2) موهن جو دڙو ۾ هڪ ٻئي مٿان ست شهر لڌا ويا آهن. آبڪلاڻيءَ ۾ سنڌونديءَ جي ٻوڏ ۽ چوماسي ۾ جبلن تان پاڻيءَ جي چِرن لهڻ سبب هيءُ شهر هڪ ڀيرو زبون ٿيو ٿي ته پاڻي جي لهڻ بعد ماڻهن ڪجهه عرصي بعد اتي نئون شهر ٻڌو ٿي. ائين شهرن مٿان شهر ٻڌائون، جن مان اجا تائين ستن شهرن جو پتو پيو آهي. انهن ستن تهن هيٺان پاڻي نڪتو آهي. قديم آثارن جي ماهرن موجب پاڻي هيٺان پڻ اڏاوتن جا آثار ملن ٿا. جيڪڏهن موهن جي دڙي ۾ مٿي چڙهي آيل سم جي پاڻيءَ جي ڪنهن طريقي سان سطح گهٽ ڪجي ته ڪجهه وڌيڪ تهه دريافت ٿي سگهن ٿا. (3) موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندڙ سر جان مارشل کوٽائي دوران لنڊن جي هڪ اخبار ۾ لکيو ته، اسان هيل تائين کوٽائي ۾ هڪ ٻئي هيٺان نون شهرن جا کنڊر ساڳي مال ۽ مٽيءَ جي تهن هيٺان لڌا آهن. هڙاپا ۽ موهن جي دڙي ۾ ٻوڏ اچڻ جا آثار مليا آهن. ان ڪري ماهر ان راءِ جا آهن ته هن سڀيتا جي اهم شهرن جي بربادي‌ءَ جو سبب هڪ وڏي ٻوڏ به هئي.

قديم آثارن جو ماهر ماڻڪ پٿاوالا سنڌونديءَ ۾ ٻوڏن بابت لکي ٿو ته، سپ کان اول سنڌو ماٿر جي رهواسين هن وسيع ۽ اڻ جهل نديءَ (سنڌوءَ) جي نظام کي سمجهڻ جون ڪوششون ڪيون ۽ موسمي ٻوڏن کان بچڻ لاءِ اپاءَ سرجيا. ان سلسلي ۾ هنن بند تعمير ڪيا ۽ پيمائشون ڪيون.

سنڌو سڀيتا جي پوئتي پوڻ بابت آرڪيالاجي جي ماهرن ڪجهه وڌيڪ ثابتيون هٿ ڪيون آهن. جيو سائنس ٽيڪنالاجي جي مدد سان ڪيل تحقيق مان ثابت ٿيو آهي ته ماحولياتي تبديلي سنڌ سڀيتا جي تباهي جو اهم سبب هئي. ووڊس هول اوشينوگرافڪ انسٽيٽوشن ( Woods Hole Oceanographic Institution) جي هڪ جيالاجسٽ ليو گيوسان (Liviu Giosan) ۽ سندس ساٿين 2003ع کان 2008ع تائين پاڪستان ۾ عربي سمنڊ جي ڪناري سميت ٿر ۽ پنجاب صوبي ۾ قديم دور جي ندين خاص ڪري سرسوتي هاڪڙو جي وهڪرن واري لنگهه تي قديم آثارن جي جاچ ڪئي. ووڊس هول اوشينوگرافڪ انسٽيٽوشن جي ماهرن جي ٽيم ۾ آمريڪا، برطانيه، پاڪستان، انڊيا ۽ رومانيا جا جيالاجي، جيومورفولاجي، آرڪيالاجي ۽ رياضيات جا ماهر شامل هئا. (4) ماهرن جي هن ٽيم

سيٽلائيٽ ذريعي سنڌوندي سميت سرسوتي هاڪڙو ندين واري علائقي جي ڦوٽو گرافي ڪئي. ان سان گڏوگڏ ٽوپو گرافڪ ڊيٽا (topographic data) به حاصل ڪئي. مختلف هنڌن تي کوٽايون ڪري مٽي جا نمونا به حاصل ڪيا. هنن پنهنجي تحقيق ذريعي ثابت ڪيو ته ساڍا 4 هزار سال اڳ مون سون جي برساتن جي گهٽجڻ سبب ندين جي وهڪرن ۾ لاٿ اچڻ لڳي. جنهن سبب ڀنهي درياهن جي ڪنارن تي آباد سنڌو تهذيب جا شهر ۽ وسنديون غير آباد ٿيڻ لڳيون، پاڻي جي اٺاٽ سبب فصلن ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي، جنهن سبب خوراڪ جي کوٽ پئدا ٿيڻ فطري ڳالهه هئي. اهو ئي سبب هو جو هي عظيم شهري تمدن آهستي آهستي تنزلي طرف وڌڻ لڳي ۽ شهرن جو اوج ختم ٿيڻ لڳو.

ووڊس هول اوشينوگرافڪ انسٽيٽيوشن جي ماهرن هاڪڙو سرسوتي ندي جي سڪي گم ٿي وڃڻ بابت به تحقيق ڪئي. ماهرن موجب سرسوتي هاڪڙو ندي سنڌو درياهه وانگر سڌو سنئون هماليه جي جابلو سلسلي مان نه نڪرندي هئي، پر اها سنڌوندي جي ئي هڪ شاخ هئي. جيڪا وڏيڪ برساتون پوڻ سبب وهندي هئي. پر جڏهن 3 هزار 900 سال اڳ برساتن جو زور ٽٽي پيو ته سرسوتي هاڪڙو ندي به پنهنجو وجود وڃائي ويٺي. (5)

ڪيمبرج يونيورسٽي جي آرڪيالاجي واري شعبي طرفان سنڌو سڀيتا بابت نئين تحقيق ۾ هن تهذيب جي اوسر ۽ زوال بابت ڪيترائي انڪشاف ڪيا ويا آهن. ڪيمبرج يونيورسٽي جي آرڪيالاجي شعبي جي پروفيسر ڊاڪٽر ڪيمرون پيٽرائي (Cameron Petrie)، جيالاجي شعبي جي پروفيسر ڊيوڊ هوڊيل (David A. Hodell) ، گيٽس جي ماهر ڊاڪٽر ياما دڪشٽ (Yama Dixit) ڀارت جي هريانه واري علائقي ۾ قديم ڪوٽلا ڏهر (Kotla Dahar) ڍنڍ جي سڪي ٿوٺ ٿي ويل حصن مان آڳاٽي دور جا ڪوڏن ۽ سپين جا خول گڏ ڪري انهن منجهه آڪسيجن آئسوٽوپس جو مشاهدو ڪيو. جنهن مان هنن اهو نتيجو اخذ ڪيو ته سنڌو سڀيتا جي زوال جو سبب ماحولياتي تبديليون هيون. برساتن جي گهٽ پوڻ ۽ پاڻي جا ذخيرا سڪي يا گهٽجي وڃڻ ڪري هن تهذيب جو مرحلي وار زوال شروع ٿيو. (6) ڇاڪاڻ ته سنڌ سڀيتا جي واڌ ويجهه جو سبب پاڻي جو وافر مقدار ۾ دستياب هجڻ هو.

ڊاڪٽر پيٽرائي پنهنجي مقالي ۾لکي ٿو ته " 2 هزار ق م ۾ آبهوا ۾ تبديلي اچڻ ڪري سنڌ جا وڏا شهر آهستي آهستي ڦٽڻ لڳا، برساتون گهٽ پوڻ ۽ پاڻي جي کوٽ سبب ماڻهو لڏپلاڻ ڪرڻ لڳا. جنهن سبب هي ڀريا ڀاڳيا شهر ويا غير آباد ٿيندا. ان وقت سنڌو ماٿري جي آبهوا ۾ ڪهڙي تبديلي آئي، ان بابت ڪيمبرج يونورسٽي جي آرڪيالاجي شعبي جي پروفيسر ڊاڪٽر ڪيمرون پيٽرائي (Cameron Petrie)، جيلاجي شعبي جي پروفيسر ڊيوڊ هوڊيل (David A. Hodell) ، گيٽس جي ماهر ڊاڪٽر ياما دڪشٽ (Yama Dixit) سڪي ٿوٺ ٿي ويل ڍنڍ جي ڀپاس بعد ٻڌايو آهي ته گليشيئرز تي برف ڳرڻ بعد درياهن ۾ پاڻي جي کوٽ ٿيڻ لڳي. جنهن ڪري درياهن به پنهنجا وهڪرا تبديل ڪري ڇڏيا. درياهي پاڻي جا وهڪرا گهٽ ٿيڻ ۽ ان سان گڏوگڏ برساتون گهٽ پوڻ سبب سنڌو ماٿري جي زراعت تي ناڪاري اثر پيا، زراعت گهٽجڻ لڳي، سوڪهڙي وڌڻ سبب ڏڪار منهن ڪيو. جيڪو ڪيئي صديون هن ماٿري جي بربادي جو سبب بنيو. ان ئي ڏڪار سبب سنڌو سڀيتا جا وڏا وڏا شهر به پنهنجو اوج برقرار رکي نه سگهيا. (7)

ٻاهرين حملي ڪندڙن هٿان سنڌو سڀيتا جي بربادي جو خيال ڊاڪٽر وهيلر ۽ اسٽورٽ پگٽ قائم ڪيو. جنهن جي اڳتي هلي ٻين ڪافي ماهرن ۽ خاص ڪري برصغير جي ماهرن نفي ڪئي آهي. چاڪاڻ جو موهن جي دڙي ۽ هڙاپا واري تهذيب ڪان پوءِ تهذيب جي ارتقا رڪيل نظر نه ٿي اچي. هندستان جي قديم آثارن جي ماهر ڊاڪٽر فضل احمد خان آرين جي حملي واري تصور کي ڪمزور ڪيو آهي، هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي بربادي وارن تهن جي مٿان جهڪر ۽ جهانگر ڪلچر جا تهه مليا آهن. ان ڪان سواءِ بيڪانير جي علائقي ۾ به ڪيترن هندن تي کوٽائي ٿي آهي، هتي ڪيترن ئي هنڌن تي مٿين سطح تي پوري رنگ جا برتن ۽ اوزار مليا آهن. جن جي تاريخ محققن 600 ق-م تجويز ڪئي آهي. پوري رنگ جي تهذيب جي تهه هيٺان ٻوڏ جي آنڌل مٽيءَ جو هڪ موٽو تهه آهي ۽ ان تهه هيٺان سنڌو سڀيتا جي باقيات ملي آهي. جيڪا هڙاپا ۽ موهن جي دڙي مان مليل باقيات سان هڪجهڙائي رکي ٿي. موهن جي دڙي جي هيٺين تهه مان هڪ اهڙي مهر ملي آهي، جنهن تي ٻوڏ جي آنڌل مٽيءَ جو ٿلهو تهه آهي. ان ڪري هن سڀيتا جي شهرن ۽ خاص ڪري موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي بربادي جو سبب هڪ وڏي ٻوڏ هئي. ان وڏي ٻوڏ بعد به هي تهذيب مڪمل فنا نه ٿي پر ان جو تسلسل جاري رهيو. جنهن جا آثار اسان کي موهن جي دڙي واري تهذيب بعد جهڪر ۽ جهانگر تمدن جي صورت ۾ ملن ٿا. جهڪر جي قديم آثارن جي کوٽائي مان ماهرن کي اهڙا آثار مليا آهن. جيڪي 1650 ق م ڪان پوءِ جي دور جا آهن. جهڪر ڪان پوءِ جهانگارا تهذيب جي جاري رهڻ ثابت ڪري ٿو ته شهري زندگي جاري رهي. وڏين ٻوڏن بعد ماڻهن ٻيهر شهري زندگي جو آغاز ڪيو. آبپاشي جي ماهر ايم ايچ پنهور موجب هاڻي اهو اڳيون نظريو رد ٿي چڪو آهي ته موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي وڏين ٻوڏن ۾ تباهي بعد تهذيب جو ڦيٿو ڦرڻ رڪجي ويو. اڳ اهو تاثر ڏنو ويندو هو ته موهن جي دڙي جي زوال سان سنڌو ماٿري مان تهذيب ۽ تمدن جو مڪمل خاتمو اچي ويو پر اهو تصور بعد ۾ ٿيل تحقيقن غلط ثابت ڪيو آهي. موهن جي دڙي ۽ ٻين شهرن جو زوال ڪو هڪ ئي وقت نه ٿيو هو، پر هڪ طرف ڪجهه شهري مرڪز زوال طرف وڌي رهيا هئا ته ان ئي وقت ٻيون شهري آباديون اسري رهيون هيون. هڪڙن شهري مرڪزن جي جاءِ ٻيا شهر والاري رهيا هئا. ارتقا جو اهو سلسلو ڪڏهن تيز ته ڪڏهن سست رفتار ۾ جاري هو.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


1. Casal, J.M. “Fresh digging at Amri” Archaeological Dep’t: of Pakistan, 1964, Vol: 1

2. Khan, Dr. F.A, “Kotdigi- Preliminary Report on Kotdigi Excavations” 1956-58, Karachi.

3. Mackay, E.J.H, “Further Excavation at Mohen jo Daro” 2 Volumes, Delhi, 1938.

4. This work was funded by the National Science Foundation, the Leverhulme Trust, Woods Hole Oceanographic Institution, the University of Aberdeen, and Louisiana State University. The Woods Hole Oceanographic Institution is a private, non-profit organization on Cape Cod, Mass., dedicated to marine research, engineering, and higher education. Established in 1930 on a recommendation from the National Academy of Sciences, its primary mission is to understand the oceans and their interaction with the Earth as a whole, and to communicate a basic understanding of the oceans’ role in the changing global environment. For more information, please visit www.whoi.edu.

5. http://planetsave.com/2012/05/30/ancient-harappan-civilization-collapsed-because-of-changes-in-the-climate/

http://www.sci-news.com/archaeology/article00350.html

http://www.pnas.org/content/early/2012/05/24/1112743109.full.pdf+html

6. Dixit Y., Hodell D.A. and Petrie C.A. (2014). Abrupt weakening of the summer monsoon in northwest India 4100 yr ago. Geology DOI: 10.1130/G35236.1.

Yama Dixit, David A. Hodell, and Cameron A. Petrie, Abrupt weakening of the summer monsoon in northwest India ~4100 yr ago', Geology, G35236.1, February 24, 2014, doi:10.1130/G35236.1

7. http://www.science20.com/news_articles/climate_change_linked_indus_civilization_decline-130550

http://geology.gsapubs.org/content/42/4/339

## ماخذات

1. Archaeological Survey Report, 1924-25
2. Archaeological Survey Report, 1926-27, Plate: XIII
3. Alexander Carson, How Trading Abroad Built the Indus Valley Civilization, https://ant3145indusvalley.wikispaces.com/Trade+and+Economics+in+the+Indus+Valley
4. Aleem Maqbool, “Mohenjo-Daro: Could this city be lost forever?”

http://www.bbc.co.uk/news/magazine-18491900

5. Allana, Dr. Ghulam Ali, Sindhi Language and Literature at a Glance, Sindhi language Authority, Hyderabad, 2009

6. Allana, Dr. Ghulam Ali, SINDHI LANGUAGE & LITERATURE AT A GLANCE, Sindhi Language Authority, Hyderabad, Sindh. 2009

7. Andrew Robinson, Ancient civilization: Cracking the Indus script, Nature 526, 499–501(22 October 2015), Ref: http://www.nature.com/news/ancient-civilization-cracking-the-indus-script-1.18587#/ref-link-4

8. Baloch, N.A, “In Search of the Indus Culture Sites in Sind”, Bulletin of Institute of Sindhology, Jamshoro, Vol: III, July 1973

9. Basham, A.L. The Wonder that was India. New York: Grove Press, Inc., 1959

10. Beruhard, Wolfram, “Preliminary report on the Human Skeletal Remains from the Pre-Historic Cemetery of Sarai Khola” Pakistan Archaeology, No: 6, 1969, Karachi

11. Bland Ford, H.F, “Quarterly Journal of the Geological Society” Vol: xxx (1875)

12. Boss N.K, “Human skeletal Remains from Harappa”

13. Bowte John, “The Concise Encyclopaedia of World History”

14. Casal, J.M. “Fresh digging at Amri” Archaeological Dep’t: of Pakistan, 1964, Vol: 1

15. Chaman Lal, “Hindu America”

16. Channa, Mahboob Ali, “Pre-Harappan Civilization in Indus Valley” Sind Quarterly, 1978-1

17. Chatterji, S.K, “Modern Review” December 1924

18. Chad Greenwood, “Economics of The Indus Valley Civilization”

http://www.csuchico.edu/~cheinz/syllabi/asst001/fall97/2chd.htm

19. Cooke Taylor, “Manual of Ancient History”

20. Cousens H. “The Antiquities of Sindh”

21. Crammer, Dr. Noah, Report in Daily Dawn Karachi, December 1960

22. Clark, Sharri R. Representing the Indus Body: Sex, Gender, Sexuality, and the Anthropomorphic Terracotta Figurines from Harappa, University of Hawai’I Press (Honolulu), 2003, Volume 42, Number 2

23. Dani Ahmed Hassan, “Shahbaz Garhi”, Archaeological Guide Series No: 2, Peshawar, 1964

24. Dani, Ahmed Hasan, Origins of Bronze Age cultures in the Indus Basin, a geographic perspective, Expedition, Winter 1975, www.penn.museum/documents/publications/expedition

25. Dani, A. H. and B.K. Thapar, THE INDUS CIVILIZATION, UNESCO 1996, ISBN 978-92-3-102719-2

26. Donal B. Buchanan, A Short Introduction to the Study of the Indus Script with Comments on the Corner Symbols, The Epigraphic Society Occasional Papers * Volume 28

Ref:https://www.academia.edu/4612343/A_Short_Introduction_to_the_Study_of_the_Indus_Script_With_Comments_on_the_Corner_Symbols

27. Good, I. L., J. M. Kenoyer, and R. H. Meadow. 2009. “New Evidence for Early Silk in the Indus Civilization.” Archaeometry 51, no. 3: 457–466

28. Exploration at Naru Waro Daro, Archaeological Deptt: of Pakistan, 1964- vol: 1

29. Fairservis, “Preliminary report on the Pre Historic Archeology of Afghanistan, Baluchi Areas” American Museum of National History 1952

30. Fairservis, Walter A. Jr., “The origin, Character and Decline of an Early Civilization,” in Ancient Cities of the Indus, ed. Gregory Possehl, Vikas, New Delhi, 1979.

31. Flame, Louis, “The Paleography & Prehistoric Settlement Pattern in Sind” (CA 4000-2000 B.C), A dissertation in South Asia Regional Studies, Pennsylvania, 1818

32. Fleet, I.F, “Seals from Harappa” J.R.A.S, 1912

33. Frgossen, “History of Indian & Eastern Architecture” vol: 1

34. Gauhar, Altaf, “Twenty years of Pakistan 1947 to 1964” Pakistan Publication, Karachi, 1969

35. Gehani, Mohan Brief Introduction, HISTORY OF SINDH, Indian Institute of Sindhology, Adipur, Kutch (Gujrat) India, 2008

36. Gordon, G.H. Col, “The stone Industries of Holocene in India and Pakistan” Ancient India No: 6, 1950

37. Graersen, “Linguistic Survey of India” Vol: 1, Part 1

38. Gupta, K.R.; Gupta, Amita. (2006). *Concise Encyclopaedia of India, Volume 3*. Atlantic Publishers & Distributors. pp. 964

39. Halim, M.A, “Preliminary report on Sarai Khola Excavation” 1968

40. Hall, H.R, “Ancient History of Near East”

41. Hazgreaves, H, “Excavations in Baluchistan” M.A.S.I No:35 Delhi – 1927.

42. Heras, H. “Journal of Indian History” April 1937, S. No:46

43. Heras, H. “Sindh Observer” Karachi, 27 October 1937

44. Heras, H. “Studies in Proto-Indo-Mediterranean Culture”

45. Hermann Kulke and Dietmar Rothermund, A HISTORY OF INDIA, London and New York, 1998

46. Historical Researches, Vol: II,

47. Hunter, “Script of Harapa and Mohenjo Daro”

48. Indian Archaeology [A Review] 1960-61

49. Javonillo, Charise Joy (2010) “Indus Valley Civilization: Enigmatic, Exemplary, and Undeciphered,” ESSAI: Vol. 8, Article 21.

Available at: http://dc.cod.edu/essai/vol8/iss1/21

50. Journal, Sindh Historical Society, Vol: VIII

51. Kalyan Ray, Homo sapiens may have reached India 74,000 yrs ago, New Delhi, Mar 3, 2010, DHNS

52. Kavita Gangal, M. N. Vahia and R. Adhikari, Spatio-temporal analysis of the Indus

urbanization, Tata Institute of Fundamental Research, Homi Bhabha Road, Mumbai 400 005, India Ref: CURRENT SCIENCE, VOL. 98, NO. 6, 25 MARCH 2010

53. Kenoyer, Jonathan Mark, Ancient cities of the Indus Valley Civilization, Oxford University Press, Pakistan, 1998.

54. Kenoyer, Jonathan, Mark, Changing Perspectives of the Indus Civilization, New Delhi, 2011

55. Kenoyer, Jonathan. "Indus Valley Civilization." Encyclopedia of India. Ed. Stanley Wolpert. Vol. 2. Detroit: Charles Scribner's Sons, 2006. 258-267.Global Issues in Context. Web. 16 Feb. 2016

Kenoyer, Jonathan Mark, “Mohenjo-Daro”, http://www.mohenjodaro.net/

56. Kenoyer, Jonathan Mark, Changing Perspectives of the Indus Civilization:

New Discoveries and Challenges, JOURNAL OF THE INDIAN ARCHAEOLOGICAL SOCIETY, Number 41, 2011

57. Khan F.A, “Kot Diji-Preliminary report on the execuation at Kot Diji” Archeology Department University of Karachi, 1958

58. Khan F.A, “Architecture and Art Treasures in Pakistan” Archeology Department University of Karachi, 1968

59. Khan F.A, “Cultural heritage of Pakistan”, Archeology Department University of Karachi, 1966

60. Khan F.A, “Fresh Side Light on the Indus Valley”, Archeology Department University of Karachi, 1965

61. Khan F.A, “the Glory that was Harappa”, Archeology Department University of Karachi, 1967

62. Khan F.A, “The Glory that was Mohenjo Daro”, Archeology Department University of Karachi, 1967

63. Khan F.A, “The Indus valley and early Iran” Archeology Department University of Karachi, 1964

64. Khan, Dr. F.A, “Kotdigi- Preliminary Report on Kotdigi Excavations” 1956-58, Karachi.

65. Khan, F.A, “A Pre-historic settlement discovered near Taxila” The Pakistan Times, 14 June 1968.

66. Keith and MacDonnell, “Vedic Index” Vol:1

67. Kosambi, D.D. The culture and civilization of Ancient India in Historical Lines

68. Kramer, Samuel N. "The Indus Civilization and Dilmun, the Sumerian Paradise Land." Expedition (1964): 44-52. The Indus. 21 Apr.2009

http://130.91.80.97:591/PDFs/6-3/The%20Indus.pdf.

69. Lambrick, H.T, “Sindh – A General Introduction”

70. Lambrick, H.T, “Sindh before Muslim Conquest” 1973

71. Langdon, S. “A new factor in the Problem of Sumerian origins”, Journal, Royal Asiatic Society (1931)

72. Leaky, L.S.B. “The Stone Age of Africa”

73. Louis Falm, “Prehistoric Settlement in Sind” Sindh Quarterly, Karachi, 1984-4

74. Mackay, E.J.H, “Further Excavation at Mohen jo Daro” 2 Volumes, Delhi, 1938.

75. MAHADEVAN, IRAVATHAM. The Indus ‘non-script’ is a non-issue, http://www.thehindu.com/todays-paper/tp-features/tp-sundaymagazine/the-indus-nonscript-is-a-nonissue/article661496.ece

76. Majumdar, “Exploration in Sind” M.A.S.I No: 48, Delhi, 1934.

77. Majumdar, “History and Culture of Indian People” Bombay, 1955, Vol: 2

78. Majumdar, “Exploration in Sind”, Indus Publication KARACHI, 1981

79. Mary C. Stiner, Steven L. Kuhn, Early Man: a tribute to the late career of F. Clark Howell, Journal of Human Evolution 55 (2008) 758–760

80. Marshall, Sir John, “Mohen jo Daro and Indus Civilization” Vol: 1-3, London 1931. Reprint: Asian Educational Services, 1996.

81. Marshall, Sir John Mohenjo-Daro and The Indus Civilization, System of Weights at Mohenjo-Daro, Chapter Xxix, Arthur Probsthain, 41 Great Russell Street, London, W.C.1, 1931

82. Mcintosh, Jane. R. The Ancient Indus Valley

New Perspectives, Oxford, England, ISBN 978-1-57607-908-9

83. Minchin, C.F “Baluchistan Distt: Gazetteer” Vol: VII, 1907

84. Mike Edwards. “Indus Civilization”. National Geographic. June 2000, National Geographic Society.

http://sks.sirs.com/cgi-bin/hst-article-display?id=SNY79285-0-

3865&artno=0000119267&type=ART&shfilter=U&key=mohenjo%20daro%20&title=Indus%

20Civilization&res=Y&ren=Y&gov=Y&lnk=Y&ic=N

85. Miller, Daniel, Ideology and The Harappan Civilization, Journal of Anthropological Archeology, 4, 34-71, (1985), Department of Anthropology, University College London

86. Modern Review, February, 1925

87. Moinul Haq, "Incient India" Karachi, 1954

88. Mughal M.R, "Dawn of Civilization in Sind" Sindh Quarterly, Karachi, 1980-4

89. Mughal M.R, "Origin of Indus Civilization" Sindhological Summer, 1980

90. Mughal, Dr. M.R, "New Research of the Origins of the Indus Civilization" Sindh Quarterly 1981-3

91. Mughal, M.R, "Archaeology of Sindh" 1975

92. Mughal, M.R, "Present state of Research on the Indus valley Civilization" Karachi, 1973

93. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, Preliminary Review of Archaeological Surveys in Punjab and Sindh: 1993-95, South Asian Studies, 13, 1997 London.

94. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, Jhukar and the late Harappan Cultural Mosaic of the Greater Indus Valley, South Asian Archaeology, Madison Wiscosin 1989.

95. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, Genesis of the Indus valley Civilization, Lahore Museum Bulletin, Vol. 1(1), 1988

96. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, The Rise of the Indus Civilization, Forgotten Cities of the Indus, Germany 1991.

97. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, The Geographical Extent of the Indus Civilization, During the early, Mature and late Harappan Times, South Asian Archaeology Studies. New Delhi, 1992

98. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, The Harappan “Twin Capitals” and reality, Journal of Central Asia, Vol. XIII, No. 1, July 1990

99. MUGHAL, DR. M. RAFIQUE, THE DECLINE OF THE INDUS Civilization AND THE

LATE HARAPPAN PERIOD IN THE INDUS VALLEY, Lahore Museum Bulleti”, off Pri, Vol. III, No.2, July-Dec. 1990

100. National Geographic Magazine, Feb. 1922

101. National Geographic Magazine, Feb. 1977

102. National Geographic. John Roach, “Faceless” Indus Valley City Puzzles Archaeologists”

103. Panhwar, M.H, “Chronological Dictionary of Sindh” Jamshoro

104. Panhwar, M.H. “Language of Sindh”, Sindh Quarterly, Karachi, 1978-3, Vol: VI

105. PANHWAR, M.H. LANGUAGES OF SINDH, www.panhwar.com

106. Panhwar, M.H. “Man in Sindh” Sindhological Studies, Summer 1982, Institute of Sindhology Jamshoro

107. Panhwar, M.H. “Sindh Cutch Relations” Karachi, 1980

108. Panhwar, M.H, Six thousand years of History of Irrigation in Sindh, April 2011

109. Parpola, Asko, Deciphering the Indus Script, https://www.harappa.com/script/parpola15.html

110. PARPOLA, Asko, Study of the Indus Script (Special Lecture), Paper read at the 50th ICES Tokyo Session on 19 May 2005 in Tokyo.

111. Paolo BIAGI, THE MESOLITHIC SETTLEMENT OF SINDH (PAKISTAN):

A PRELIMINARY ASSESSMENT, PRAEHISTORIA vol. 4–5 (2003–2004)

112. Patnaik R, Chauhan P, India at the cross-roads of human evolution, J Biosci. 2009 Nov;34(5):729.

http://www.ncbi.nlm.nih.gov/pubmed/20009268

113. Paul D. LeBlanc, Ancient Egyptian Ties with The Indus Civilization: Theories of Contact, (PDF version)

114. Paterson. T.T. and Orummond, H.J.H, “Soan-The Paleolithic age of Pakistan” Karachi, 1962

115. Patterson, “The World Correlation of Pleistocene”

116. Pecocke, E. “India in Greece” London

117. Philip, Hitti, “History of Syria”

118. Pithawala, M.B, “Marvels of Earth”

119. Pithawala, M.B, “Historical Geography of Sindh” Institute of Sindhology, Jamshoro

120. Raverty, H.G, “The Mehran of Sindh and its tributaries”

121. Report “Bulletin” Vol: 5, 1975-76, Institute of Sindhology

122. Robert Shaw, “Origin of Anciant Civilization of the Nile’s Valley”

123. Samar K Kundu, The Chronology of Indus Valley Civilization, JULY 2013, https://www.researchgate.net/publication/264383453

124. Sankaran, A. V. Saraswati – the ancient river lost in the desert, Ref: http://www.iisc.ernet.in/currsci/oct25/articles20.htm

125. Shainna Ali, Women in the Mature Harappan Period of the Indus Valley Civilization, The Placement of Women in the Indus Valley, Ref: https://ant3145indusvalley.wikispaces.com/The+Placement+of+Women+in+the+Indus+Valley

126. Shaikh, Khurshid R., and Syed M. Ashfaque. Moen-Jo-Daro: A 5,000-year-old Legacy. Paris: United Nations Educational. Scientific and Cultural Organization, 1981.

127. Shaffer, J.G. and B.K. Thapar, PRE-INDUS AND EARLY INDUS CULTURES

OF PAKISTAN AND INDIA, PART ONE (J. G. SHAFFER), ISBN 978-92-3-102719-2

128. Siecus, “History of Persia” Vol: 1

129. Snelgrove, A.K. “Geohydrology of the Indus River west Pakistan” Hyderabad, 1967

130. Sorly, H.T. “Sindh Gazetteer” Karachi, 1968

131. Steve Farmer, Richard Sproat and Michael Witzel, The Collapse of the Indus Script thesis: The myth of a literate Harappan Civilization, Ref: www.ejvs.laurasianacademy.com or http://www.safarmer.com/fsw2.pdf

132. Stephen Knapp, The Aryan Invasion Theory: The Final Nail in its Coffin

(From a Chapter in "Advancements of Ancient India's Vedic Culture”) Refrence: http://www.stephen-knapp.com/aryan_invasion_theory_the_final_nail_in_its_coffin.htm

133. Steven A. Weber and William R. Belcher, Indus_Ethnobiology, Oxford New York, 2003

134. Steinn, Sir, A, “An Archaeological Tour in Waziristan & Baluchistan”, M.A.S.I. No: 37, Delhi 1929

135. Stien, Sir, A, “An Archaeological Tour in Gedorosia” M.A.S.I No: 43 Delhi 1931

136. Sturat Piggott, “Pre-Historic India” 1950

137. The Chamber’s Encyclopaedia, Vol: 1

138. Talpur, Prven, A Throw of Dice: 5000 Years Ago, http://parveentalpur.com/tag/chess/

139. The Daily Dawn, Karachi, Sunday, July 20th, 1969

140. THOMAS J. THOMPSON, Ancient Stateless Civilization, Bronze Age India and the State in History, University of Maryland University

College, The Independent Review, v. X, n. 3, Winter 2005, ISSN 1086-1653, Copyright © 2005, pp. 365–384.

141. Toynbee, A.J, "A Study of History" Vol: I

142. Vats M.S. "Excavations at Harappa" 2 vol's, Delhi 1949.

143. Vasant Shinde, Shweta Deshpande, Toshiki Osada, Basic Issues in Harappan Archaeology: Some Thoughts, http://www.ancient-asia-journal.com/articles/10.5334/aa.06107/

144. Vidale, Massimo. The Collapse Melts Down: A Reply to Farmer, Sproat & Witzel, East and West, Vol. 57, No. 1/4 (December 2007), pp. 333-366

145. Wheeler S.M. "The Archaeology of Pakistan" The Cultural heritage of Pakistan, Karachi, 1955

146. Wheeler, S.M, "Civilization of Indus Valley and Beyond"

147. Wheeler, S.M, "Early India & Pakistan"

148. Wheeler, S.M, "Indus Civilization" 1960

149. Yama Dixit, David A. Hodell, and Cameron A. Petrie, Abrupt weakening of the summer monsoon in northwest India~4100 yr ago, Geology, published online on 24 February 2014 as doi:10.1130/G35236.1

## Source material Online:

150. http://www.timemaps.com/civilization/Indus-Valley-civilization

151. http://www.mapsofindia.com/history/indus-valley-civilization.html

152. http://www.ancient-origins.net/artifacts-ancient-writings/decoding-mysterious-ancient-indus-valley-script-will-shed-light-powerful-020582?utm_source=sumome&utm_medium=facebook&utm_campaign=sumome_share

153. http://science.nationalgeographic.com/science/archaeology/mohenjo-daro/ "The Downfall of Mohenjo-Daro"

154. http://library.thinkquest.org/05aug/00156/mohenjodarodecline.html "Harrapan Period"

155. http://www.indianartcircle.com/arteducation/page_2.shtml

156. www.thenagain.info/webchron/india/arappa.html

157. http://project-history.blogspot.com/2006/11/mohenjo-daro-trade-culture-and.html

158. http://ancientindia.co.uk/indus/home_set.html

159. http://www.deccanherald.com/content/56043/homo-sapiens-may-have-reached.html

160. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1972ع

161. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، "قديم سنڌ"

162. اسٽيئن، آئرل"آرڪيالاجيڪل ٽوئر آف گدروسيا" ڪلڪتو، 1931ع

163. اختر، جمنا داس "قديم سنڌ اور اس ڪي روابطه" روزانه جنگ ڪراچي، مڊويڪ مئگزين 27 جولاءِ 1983ع

164. اسٽالن، جوزف، مارڪسي فلسفو

165. الانا غلام علي، "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد" ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1967-2

166. الانا، غلام علي، "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد"، حيدرآباد، 1974ع

167. الانا، ڊاڪٽر غلام علي، سنڌي ٻولي جي ارتقا، سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع

168. الانا، ڊاڪٽر غلام علي، سنڌي ٻولي جي ارتقا، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2006ع

169. ايس وي ونڪٽ، ونڊر ديٽ واز انڊيا، بحوالا تاريخ مغربي پاڪستان، رشيد اختر ندوي، اردو بورڊ لاهور

170. اشرف، محمد تاريخ و سياست، رسالو، جولاءِ 1951ع

171. اينگلس فريڊرڪ، "خاندان، ذاتي ملڪيت اور رياست ڪا آغاز" منتخب تصانيف حصو: 3 ماسڪو 1973ع

172. اينگلس، فريڊرڪ "منتخب تصنيفات" حصو 3، ماسڪو 1973

173. بخاري، سيد محمود شاهه، ”تاريخ بلوچستان“ ڪوئيٽا 1983ع

174. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽري، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2010ع

175. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2008ع

176. بريفالٽ، رابرٽ تشڪيل انسانيت لاهور، 1966

177. بلنڊن، گاڊ فري ”آسٽريليا-سرزمين ۽ باشندا“

178. پٺاڻ، ممتاز ”سنڌ جي عظمت“ نئين زندگي ڪراچي 1971ع

179. پٺاڻ، ممتاز ”صورتخطيءَ جي ارتقا“، ماهوار نئين زندگي ڪراچي، مارچ 1967ع

180. پروئل هنري ابي، ”انسان جي قدامت“ ماهوار سائنس، فيبروري، 1982ع

181. پنهور ايم ايڇ، ”سنڌ جي تاريخ ۽ آثار قديمه تي تحقيق ۽ اشاعت“ ٽماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 2-1984

182. پنهور ايم ايڇ، سنڌ جي ريجاڻي تاريخ جا ڇهه هزار سال، سنڌيڪار عمر سومرو، ڪراچي 2013ع

183. پرساد، دوارڪا ”سنڌ جو پراچين اتهاس“ ڀاڱو 2، 1944ع

184. پٺاوالا، ماڻڪ ”سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب“ ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1966-1-2

185. پٺي، رشيد ”پاڪستان جا پراڻا شهر“

186. پنپرو، عطا محمد، سنڌو لکت جو بين الاقوامي لکتن سان لاڳاپو (ترجمو)، سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد

187. پنپرو، عطا محمد، سنڌو لکت ۽ ٻولي، (ترجمو)، سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد

188. حسين، ڊاڪٽر فهميده ، سنڌيڪار، سنڌو لکت، ايڪيهين صديءِ ۾ ٿيل نئين تحقيق، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

189. حسين، ڊاڪٽر فهميده، سنڌي ٻولي: مختلف لساني پهلو، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2012ع

190. خان، ايف اي ”ڪوٽڏجي ڪلچر“ ماهوار هلال پاڪستان ميگزين، روزانه هلال پاڪستان ڪراچي، مئي 1983ع

191. دولت رام، جٺرام داس، سنڌي ٻولي ۽ لپي جو اتهاس، سنڌي لئنگيج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، 2009ع

192. ذان زيري جي رپورٽ، روزانه هلال پاڪستان، ڪراچي، 5 ڊسمبر 1983ع

193. رپورٽ، روزانه هلال پاڪستان، ڪراچي 5 ڊسمبر 1983ع

194. روانه هلال پاڪستان 31 ڊسمبر 1983ع

195. روزانه هلال پاڪستان ڪراچي، 21 ڊسمبر 1984ع

196. سراج الحق، "سنڌي ٻولي" 1964ع

197. سراج الحق، "سنڌي ٻولي" ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1962-1

198. سڪندر مغل "ارتقا جي ڪهاڻي" حيدرآباد 1985ع

199. سومرو، مولا بخش اي،"ڪوٽڏجي-آثار قديمه جو هڪ نشان" ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1962 پرچو نمبر 4

200. سمراٹ، گنگارام "سنڌ سووير"

201. شيدائي، رحيم داد خان مولائي، "تمدن سنڌ" سنڌ يونيورسٽي چامشورو، 1959ع

202. شيخ، زمان "سنڌي طب"1-2-3، ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1980 کان 1982 مختلف شمارا

203. ميمڻ، سراج الحق، "آمري" قسط-1-2، ماهوار نئين زندگي، مارچ اپريل 1966ع

204. گنگارام، سمراٹ، "سنڌو سؤوير"

205. صديقي، محمد ادريس، "سنڌو ماٿر جي سڀيتا" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1979

206. عبدالحميد راشد، "سرائڪي زبان ڪا جائزه" ماهنامه قومي زبان، مئي 1976ع

207. جتوئي، علي نواز "سنڌي ٻولي" ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1968 -2

208. فريزر، سر جيمس جارج، "جادو ۽ سائنس" حصو: 2

209. دوني، قمر الدين "تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز اولهه پاڪستان"، ماهوار نئين زندگي، جولاءِ 1965ع

210. لئمبرڪ، ايچ ٽي، "تاريخ سنڌ" جلد 1، "سنڌ هڪ عام جائزو"

211. ڪاڪ، لزلي ايل "قديم ترين بلوچستان" ماهه نو ڪراچي، آڪٽوبر 1951ع

212. ليونتيف، ليف "سياسي معاشيات" ماسڪو 1975ع، ص- 20-22

213. لينن، "رياست اور انقلاب" ماسڪو

214. چنا، محبوب علي ”سنڌ ماٿر جا اصل رهواسي دراوڙ آهن“ ٽماهي مهراڻ 1973-3

215. چنا، محبوب علي ”سنڌي ادب ڪي مختلف رجحانات“ ص-2-3

216. معاشري ڪي سائنس، ماسڪو 1977ع، ص-88-89

217. ملڪاڻي، منگهارام، ”ساهتڪارن جون سمرتيون“

218. مارڪ، جوناٿن روزانه عبرت حيدرآباد، 7 نومبر 1981ع

219. مولانا قاسمي، رسالو الرحيم سنڌي، حيدرآباد، 1967ع

220. مهر ڪمال، موهن جي دڙي جي ٻولي ڪهڙي هئي، ماهوار نئين زندگي ڪراچي، آڪٽوبر 1969ع

221. ميخائيل ايلين ۽ ايلينا سيگان، ”انسان بڙا ڪيسي بنا“ ڪراچي 1982ع

222. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ”سنڌي ٻولي“، ٽماهي مهراڻ حيدرآباد، 1973-1-2

223. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ”هاڪڙو درياهه“، انا مينهن ملير، ميرپورخاص-1975

224. نبي بخش بلوچ، ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ 1962ع

225. ندوي ابو الجلال، موهن جو دڙو ڪي زبانين، رساله تاريخ و سياست، نومبر 1953ع

226. هاورڊ موئر، ”وحشي جيوت جا نشان“ حيدرآباد

227. يوري گنڪوفسڪي، ”پاڪستان ڪي قوميتين“ ماسڪو 1976ع

## رڪ سنڌي جو تعارف

سنڌ جو مشهور ليکڪ رڪ سنڌي (اصل نالو غلام اصغر منگي) 5 آگسٽ 1961ع تي تعلقي ڪنبياري ضلع نواب شاهه جي ڳوٺ حامد اڄڻ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد صحافت جو پيشو اختيار ڪيو. پاڻ روزاني سنڌ سجاڳ جي ايڊيٽر ۽ روزاني جاڳو ڪراچي جي ايڊيٽر ۽ پبلشر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. جڏهن ته روزاني عوامي آواز ڪراچي، روزاني سچ ڪراچي، روزاني سوڀ ڪراچي، روزاني تعمير سنڌ ڪراچي، روزاني سنڌ حيدرآباد ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ مختلف صحافتي تنظيمن ۾ شامل رهيو آهي.

رڪ سنڌي سنڌ جي حقن خاطر مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن ۾ به سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. هو گذريل 20 سالن کان ادب، سياست ۽ صحافت سان لاڳاپيل هجڻ سميت ڪيترن ئي ڪتابن جو خالق رهيو آهي. جن ۾ ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن. جڏهن ته سندس سوين مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. رڪ سنڌي جي شايع ٿيل ڪتابن ۾ ”قومون ۽ قومي تحريڪ آزادي“، ”ٽوڙي ڦاٽڪ جو سانحو“، ”سنڌي قوم جو مقدمو“، ”سنڌ جي سياسي صورتحال“، ”سنڌ آزادي ۽ انقلاب“، ”تاريخ جي لاٽ“، ”قاضي فيض محمد“، ”سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ سنڌين جو اتحاد“، ”اڄ جي سنڌ“ ۽ ”سنڌو سپيتا جي اوسر“ ڪتاب ڳڻائي سگهجن ٿا.

رڪ سنڌي ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا آهن. جن ۾ بينظير ڀٽو جو ڪتاب ”پاڪستان طوفان جي گهيري ۾“ به هڪ آهي. جڏهن ته ڪيئي ڪتاب مرتب به ڪيا آهن. جن ۾ ”باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي“، ”سنڌي ٻولي رت رتولي“ ۽ ٻيا شامل آهن.